Roshni Book No. 939

ڪتاب جو نالو: طوائف

موضوع: ناول

ليکڪ: سليم جمالي

ڇاپو پهريون: جپسي پبليڪيشن، حيدرآباد جنوري 2019ع

ڇاپو ٻيو © روشني آڪٽوبر 2019ع

ڪمپوزنگ: ارجن ڪمار

ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد سنڌ

ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ

ISBN 978-969-9726-39-2

# TAWAIF

[Novel]

by: **Saleem Jamali**

First Edition: Gypsy Publication, Hyderabad January 2019

Second Edition © Roshni Octember 2019

Composed by: Arjun Kumar

Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh

Published by: Roshni Publication, Kandiaro, Sindh

For more information please contact the Special Distribution Department, Shah Latif Kitab Ghar, Press Street, Hyder Chowk, HYD 71000

Call (+92) 222-780908, e-mail waqas@roshnipublication.com

## ٻه اکر

طوائف!!

ڪُل پنج اکر آهن.

هنن چند اکرن پٺيان ڪيڏي وڏي دنيا آباد آهي...!!

بک جي دنيا،

هوس جي دنيا،

زر جي دنيا،

مجبورين، پوڳنائن ۽ پيڙائن جي دنيا،

خوابن، حسرتن ۽ خواهشن جي دنيا،

لڙڪن، سڏڪن ۽ اوچنگارن جي دنيا،

مصنوعي مرڪن، ٺهڪن ۽ ٽاڪرن جي دنيا...

۽ ها،

هي پدرشاهي دنيا، جنهن ڪائنات جي عظيم تخليقڪار کي "خوبصورت رانديڪو" بڻائي ڇڏيو آهي.

آئون ڇا ٻڌايان... آئون ڇا لکان...!!

منهنجي هي ڏکهي تحرير هڪڙي لوساڻيل ديس جو ننڍڙو عڪس آهي، جتي زندگي جي ناٽڪ گهر کي ڏسندي، پڪاسو جهڙو روح رکندڙ ڪو آرٽسٽ ماٿهو هڪ پل لاءِ ڪولاج ٿيو وڃي...

جيڏانهن نهار ڪجهي ٿي تہ، وحشت، ڦرلٽ، ڪروڌ، بغض، بيائي، منحوسيت ۽ ڪميٽائپ جا ڏکها پاڇا...

هر طرف بربون بلائون، ڪوڙڪيون، سوڳوار گليون، هيسيل اکيون، زرد چهرا، ريڪائن ڪان خالي هٿ، خواهشن جون قبرون، لاوارث لڙڪن جا درياهہ، واٽون ڪتيل، دونهاٽيل ۽ ويران...

جيڪڏهن ڪتي ٿهڪن جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ اچي ٿو ته اهي مصنوعي ٿهڪ، زندگي کان خالي ٿهڪ.

هن ئي فالج ۾ ورتل سماج، اپاهج زندگين، اٿاهه درد، ڏکي روڳ ۽ اڻ ٽُٽ واري ڪيفيت مون کي هي ناول لکڻ تي مجبور ڪيو. سو پاڻ چئي سگهون ٿا، ته هي ناول نوجوان جذبن، بيچين خيالن، دردن، لڙڪن، پيڙائن ۽ ڏکين رولاڪين جو هڪ مجموعو آهي.

آئون وڏي ويساهه سان، بنا ڪنهن هٻڪ جي اها ڳالهه چوندس ته جيڪڏهن توهان نفيس جذبن ۽ نوجوان خيالن واري دل جا مالڪ آهيو، ته هن ناول جو هر باب توهان جي من کي ڇُهندو ضرور ڇُهندو ۽ ڪوڙ انوکن منظرن سان گڏ اکين آڏو هڪڙي ڪاري بازار جا ڀيانڪ منظر به تري ايندا، جتي زندگي وڏي عذاب هيٺ آهي. . . پر جيڪڏهن پاڻ روايتي لکڻين تي هريل آهيون، قدامت پسند ذهنيت جا وارث آهيون، ته پوءِ هي ناول مجذوبيت ۽ عريانيت سان ڀريل هڪڙو اهڙو آواره داستان لڳندو جو يڪدم ليکڪ کي ڪو عيبدار لقب ڏيندي دير ئي نه ڪنداسين.

مون کي خبر آهي، منهنجي هي ڏکي تحرير ڪلراٺي سوچ رکندڙ ڪيترن ئي يارن کي چهبڪ هڻندي، سندن آنڊا وتجڻ لڳندا ۽ ڦُندجي ڪا تهمت، ڪا چٽر اربي به چڏين، پر سچڻو مائينڊ نه ڪريو ته دل جي ڳالهه ٻڌايان!!!

اها هيءَ آهي ته، توهان لاءِ طوائفيت جي دنيا ۾ پکڙيل مجذوب ڪردار گار مثل ٿي سگهن ٿا، پر مون کي منهنجي ”ڪردارن“ سان غير مشروط محبت آهي. آئون ته هن خيال جو آهيان، ته ڏاهپ ڪنهن جي ميراث ڪونهي. طوائف به ڪا اهڙي ڳالهه ڪري سگهي ٿي، جيڪا ڳالهه ڪنهن افلاطون نه ڪئي هجي. ٻي ڳالهه ته آئون پنهنجي ذاتي زندگي ۾ صفا بيپرواهه شخص آهيان. مون سدائين ديده دليري سان ممنوع ٿيل روايتي سرحدن کي ٽوڙيو آهي، مدي خارج سماج پاران لتاڙيل ڪردارن جو پرجهلو رهيو آهيان ۽ غلاظت سان ڀريل گنل،

## ٻه اکر
## نئين ايڊيشن لاءِ

ڪروڌ. . . ٻيائي. . . ساڙ. . . بغض. . . ٽرڙائپ. . . منافقت. . .
ڪميڻائپ. . . رجعت پرستي. . . قدامت پسندي سميت ڪيترين ئي
سماجي ۽ نفسياتي بيمارين ۾ جڪڙيل سماج ۾ هڪڙي اهڙي ڏکي
تحرير، جيڪا سوچ جو ڏيئو ٻاري، جيڪا مرداڻي معاشري جي منهن
تي گهروڙي پونڊو ڏي، جيڪا نام نهاد تهذيب جي تن تان غلاف لاهي،
جيڪا نام نهاد غيرت سان سرشار قدرن، ريتن ۽ رسمن کي چئلينج
ڪري، جيڪا ماٺهو جي روپ ۾ وينل ڪانئرن، بگهڙن ۽ چيرن جي
منهن تان ماسڪ لاهي، جيڪا عورت کي عظيم تخليقڪار جو درجو
ڏي اها تحرير ڪاغذن تي ڇپجي اچي، ۽ هڪ فرد کان ٻئي تائين
منتقل ٿيندي رهي. . . اندازو لڳايو ته اتي ڪيڏو ممڻ متو هوندو!!!
ڪيڏي وٽ ونان ٿي هوندي، ڪيڏي سُس پُس ٿي هوندي، ڪيترين
ڏُکڏُکيون وڃيون هونديون، ٽرڙپائي جا نوان مثال قائم ٿيا هوندا،
ڪيتريون نيچ حرڪتون ٿيون هونديون!!!
انهيءَ لتڪيل وقت جي ڪٿا جي خبر صرف منهنجي بيپرواهه
منڙي کي آهي، ۽ منهنجي انهن سڄڻن کي آهي، جيڪي مون سان گڏ
ائين بيٺا، جيئن چنڊ سان گڏ ستارن جو ساٿ هوندو آهي.
17 جنوري 2019ع تي منهنجي هن ناول "طوائف" جو پهريون ڇاپو
ڇپجي آيو ته جتي منهنجي آڳنڊ تي محبتن جي رم جهم برسي پئي،
اندر جو صحرا مرڪي پيو، اُڌوهي ڪاڌل سماج جي ڪُک مان گلاب
ڦٽي نڪتا، جيڪي پنهنجي خوشبوءِ سان مون کي جيئدان ڏيڻ لڳا. . .

ها. وري اتي ٿي رات جا چهرا. ڪارين اونداهين جا رکوالا. چنڊ جي سهائيءَ جا دشمن. مدي خارج معاشري جا ٺيڪيدار. عورت جي "ماهواري". اپريل اُره ۽ ڏکهن وارن کي ڪمزوري سمجهندڙ پولڙا. جن جون نيچ حرڪتون ڏسي، ماڻهو ته پري وحشي بگهڙ حيران ٿي وڃن. . اهي منحوس چهرا منهنجي سامهون ڪکيون حرڪتون ڪرڻ لڳا. سوالن. چغلين. الزامن ۽ تهمتن جي بازار گرم ڪئي ويئي، ڇڇورپائي، ٽرڙپائي ۽ گهٽيا پڻي جا بدترين ۽ نيچ مثال قائم ڪيا ويا. اصل ٻڙڌڪ مچايو ويو جڻ مون هنن جي پُڇ تي لت رکي هجي.

ماڻهو! ماڻهپي کي ڇڏي ڏئي، ته هو ايڏو خسيس ترين ڏسڻ ۾ ايندو آهي. جو وحشي جانور به خوف ۾ وڪوڙجي وڃن.

مون کي هڪڙي مختصر وڊيو ڏسڻ لاءِ ملي. انهي ۾ هڪڙو "جوڌو" منهنجي ناول کي پهرين چار ٽڪرا ڪري، پوءِ ساڙي ٿو. . ايڏي ديده دليري سان ساڙي ٿو جو سندس شڪل ڏسڻ ۾ اچي پئي، پرسان چند همراه وڏا ٽهڪ ڏيئي رهيا آهن.

واٽس ايپ تي هڪڙي "مجاهد" تصوير موڪلي، انهيءَ ۾ هو منهنجي ناول تي شوشو ڪري رهيو آهي.

هڪڙي پڙهيل لکيل ماڻهو سنڌي ٻوليءَ جي هڪ وڏي اخبار جي سنڊي مئگزين ڏانهن منهنجي ناول جو اپياس موڪليو ته اپياس جي جيڪا چيرڦاڙ ڪئي وئي، اهو ته ٺهيو پر ڪتاب جي ٽائيٽل جي تصوير به شايع نه ڪئي وئي....!! ڇو؟؟ توهان پاڻ سمجهي سگهو ٿا. هر طرف سينسر شپ جون ڪوڙڪيون. . ۽ نام نهاد اخلاقي قدر رويا ۽ سوچون. . .

مڙي جي ڳالهه، آئون حيدرآباد ۾ هڪڙي ادبي بوڪ شاپ تي ويٺو هئس. ته هڪڙو وڏي ڄمار رکندڙ ليکڪ سگهورو آيو. جنهن جا شايد ٻڙن ڪن ڪتاب لکيل آهن. ڪتابن ۾ سائين جن ڇا لکيو آهي، اها مون کي ناهي خبر. بهرحال ڪرسي تي ويهڻ سان پنهنجي ٻاسي واري کيسي مان رومال ڪڍي، چشمو لاهي صاف ڪندي، اکيون ڪُهڻ ۾



پيل ڪتابن تي ڪپائيندي، ڇپن تي هلڪي طنزيہ مرڪ آڻيندي شاپ مالڪ کي چيائين: ". . . !! ڪڏهن اچون ٿا. ته اسان جي سامهون ڪو ڪدڙو ويٺو آهي، اڄ "طوائف" ويٺي آهي. ڪهڙا ڪتاب سامهون رکيا اٿئي!؟" ائين چئي، هلڪو ٽهڪ ڏنائين. هن کي اها خبر نه هئي، ته طوائف ناول جو ليکڪ، منهنجي پرسان ويٺو آهي.

هاءِ! آئون ڪهڙي سنسار ۾ پساهه کڻي رهيو آهيان!! ڪڏهن ڪڏهن ساهه مُنجهي پوندو آهي، پوءِ پراسراريت سان پريل گهٽينءَ ۽ آواره سڙڪن ڏانهن پنڌ ڪندو آهيان. جتي گهٽ ۾ گهٽ زندگي اڳيان فل اسٽاپ ڏيندڙ شڪاري موجود ناهن هوندا. پر وري موٽي ايندو آهيان. ٻيهر هالو چالو سماج جا سگنل ٽوڙيندو آهيان. ائين اونداهين سان جهيڙو جاري آهي.

هاڻي ته ادبي ڪيتر مان فلاپ ٿيڻ کان پوءِ ذهني نرگسيت ۽ مختلف نفسياتي بيمارين جو شڪار ٿيل چاٽل سچاتل چهرا. جن جو هاڻي 24 ڪلاڪ ڌنڌو آهي، طنز. هلڪڙائپ. ساڙ ۽ حسد سان ڀريل تبصرا ڪرڻ. بغلون وڄائڻ. ٺٺاڪون ۽ اجائي گٿ ڪرڻ. . اهي فتيچرس به پرپٺ گپ ۾ ڇڙهيون هڻندا رهندا آهن. ڪجهه ته ڪوتا سڪا لاهي پائي ساڙولين ۽ بيهوده حرڪتن تي لهي ايندا آهن. هر وقت ٿوهر جا ڪنڊا پکيڙيندا رهندا آهن. پر آئون انهن عجوبن کي ليکي ۾ئي ڪونہ ٿو آڻيان.

ماڻهن جي دماغ ۾ ڀريل اجائي بڪواس کي ڇا ٿو ڪري سگهجي!؟

هونئن به جيڪا تحرير سماج ۾ هُل پيدا نه ڪري، انهي تحرير جو ٻيهر ڇيڇڻ فضول آهي. سو هي سمورو ردعمل، سموري ٻڙڌڪ. ڇتڪتائي ۽ شيطانيت، صرف "ماڻهو" جي اندر جو گند آهي. ماڻهو جي اندر جو گند ڪاريهر جي زهر کان وڌيڪ زهريلو هوندو آهي.

بهرحال سمورين پيچيدگين باوجود آئون اڄ به هن منحوس وايو منڊل ۾ بغاوت جون نيون مشعلون کڻي اظهار جي ڪينواس تي

مسافريون ڪري رهيو آهيان ۽ ڪندو رهندس. آئون ائڊوينچر پسند آهيان. منهنجي هڪ الڳ دنيا آهي. البته ناول طرف منهنجي پهرين وک آهي. اها وک مون ڪنهن سڦلتا ماڻڻ لاءِ ناهي وڌائي، نه ئي منهنجون اکيون شهرت جون بکيون آهن. مون کي ڪجهه نٿو کپي، مون سان گڏ نئون سج بيٺل آهي. پڙهندڙن وڏي موٽ ڏني آهي، خاص ڪري نوجوانن جي موٽ. منهنجي ناول جي ڪاميابي جي سَنَد آهي.

ان کان وڌيڪ منهنجي لاءِ ڪهڙو عوامي ايوارڊ ٿي سگهي ٿو ته ڪتاب جي مقبوليت کي ڏسي، چند مهينن ۾ ڪتاب جو نئون ايڊيشن. هڪڙي ممتاز ادبي اداري "روشني پبليڪيشن" پاران اچي رهيو آهي ۽ آئون هڪ ٻئي ڊگهي ۽ اڻانگي پنڌ جون تياريون ڪري رهيو آهيان. اها ئي زندگي آهي.

**سليم جمالي**

ڪڍڻ شهر، ضلع بدين

19 مئي 2019ع

03332547781



# طوائف

## (ناول)

. . . . . . . . . . . . . . .

. . . . . . . . . . . . . . .

وقت جي گهڙيال جا ڪانٽا ڦرندا رهيا. ۽ آئون يونيورسٽي پهچي ويس. هتي ڀانت ڀانت جا الهڙ نوجوان مليا. سندن عجيب عجيب سوچون هيون، پر مون پنهنجي فڪري نصب العين سان پريت نہ ڇڏي هئي. پنهنجي خوابن ۽ آدرشن سان گڏ بيٺو رهيس. . .

"آئيڊيل سماج وادي" ٿيڻ جي چڪر ۾ ۽ مخصوص ڪتابن جي مطالعي، مون کي انتها درجي جو حساس، سنجيده ۽ خشڪ مزاج شخص بڻائي ڇڏيو هو. ڪنواريون شرارتون، فلرٽ، گليمر ۽ مذاق مستي واري جيون کي، آئون ڇڇورپائي سمجهندو هئس. هن سوچ، ڇپن تان ٿهڪ اُڏاري ڇڏيا هئا. ڪلاس فيلوز مون کي ٻڳل ٽُتل ماٺهو تصور ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن زوري مون سان مذاق مستي ڪندا هئا. تہ آئون سنجيده ٿي، کين ڊگهو فڪري ليڪچر ڏيندو هئس. اڪثر ڪري ليڪچر جو تت هن ريت هوندو هو تہ. "منهنجي سامهون غلام بڻائيندڙ سموريون قوتون ۽ سندن چمچا خسيس ترين مخلوق آهن. آئون هنن سان بي پناهہ نفرت ڪندو آهيان. ۽ اسان کي اڻ گهڙيل ڪاٺ رهڻ بدران زندگي گذارڻ واري انقلابي فلسفي کي سمجهڻ گهرجي."

منهنجي هر سنجيده ڳالهہ کي دوست ڊگها ٿهڪ ڏيئي، ڇپڻي سان اُڏائي ڇڏيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن مذاق مستي وارا ڊگها بحث ڪندا هئا. هڪ دفعي ڪلاس جي هڪ شرارتي ٻواءِ تنوير شرارتي

انداز ۾ سوال ڪيو ته "ڪامريڊ سگورا! جيستائين انقلاب اچي، تيستائين اسان جوان زندگي جون ننڍيون ننڍيون خوشيون انجواءِ ڪرڻ بدران دل جي ٿيئٽر کي تالو هڻي ڇڏيون!!؟... يارا ڪڏهن ڪڏهن ته شرارتي موڊ کي انجواءِ ڪرڻ گهرجي!"

مون تعجب واري لهجي ۾ جواب ڏنو هو ته "ڇا انجوائمينٽ صرف سيڪسي وڃائي ڪري سگهجي ٿي!؟"

"يارا سيڪس وڃائڻ به هڪ آرٽ آهي ۽ ڇوڪريون ريجهائڻ به هڪ آرٽ آهي (مون کي ڇپ ڏسي، چهري تي طنزيه مرڪ آڻي، شوخ انداز ۾) صاحبا جيڪو اديب سيڪس وڃائي نٿو سگهي، سُندر ڇوڪرين کي ريجهائي نٿو سگهي، اهو جاگيردار سماج جي سيڪس ڪيئن وڃائيندو...!؟ (پروڻن سان اشارو ڪندي) ڪيئن وڃائيندو...!!؟؟ ۽ اهو قوم کي ڪيئن ريجهائيندو...!؟"

تنوير جي هن ڊائلاگ تي سمورن دوستن طنزيه انداز ۾ واهه واهه ڪئي هئي. مون کي چٽي طرح ياد آهي ته مون فقط ايترو چيو هو ته "پليز تنوير! آئون اديب ڪونه آهيان. تون هر وقت مون کي اديب، اديب نه چوندو ڪر..."

منهنجي من عاجزي سان پريل جملي تي تنوير هڪڙي ٽهڪ سان گڏ ڀاڪر پائي، اک ڀڃيندي چيو: "پيارا آدرشن جا انگل پورا ڪرڻ سان گڏ، ڪڏهن ڪڏهن دل جا انگل به پورا ڪرڻ گهرجن."

آئون کيس تعجب وارين نگاهن سان ڏسندي رهجي ويس. هو پنهنجي سنگت سان گڏ آرٽ فيڪلٽي ۾ دل پشوري ڪرڻ لاءِ هليو ويو هو. هي دور رومانٽڪ سنڌ يونيورسٽي جي عروج وارو دور هو. هر ٻي دل محبتي هئي.

اهڙي ريت نه صرف ڊپارٽمينٽ جا ڪلاس فيلوز منهنجي حد درجي جي سنجيدگيءَ ۽ خشڪ مزاجي کان تنگ هئا، پر منهنجو روم ميٽ به سخت بيزار هو. هو ڪڏهن ڪڏهن عطاالله خان نيازي کي ٻڌندو هو ته آئون کيس هٿ ٻڌي چوندو هئس، "پليز ساجن! آواز ٿورو گهٽ..."



منهنجي بي ذوقي کي ڏسي، ساجن چهري تي تلخي آڻي ڪاوڙ کي پيهي ويندو هو. هڪ ڏينهن هن ڪاوڙ مان ڪهڙو ڪجهه چئي ڏنو هو. ڪيترين ڳالهين سان گڏ هن هڪڙو عجيب جملو شڪايتي لهجي ۾ چيو هو ته: "واقعي! فلسفي جا ڪتاب، ماڻهو کي ڪنڌرو ڪري ڇڏيندا آهن."

ساجن جي اهڙي عجيب جملي تي مون کان ٽهڪ نڪري ويا هئا. منهنجي ٽهڪن کان پوءِ شوخ لهجي ۾: "ڪيئن، ڳالهه لڳي نه دل سان!"

"بس هاڻي ٿهيو!!"

"پوءِ ڏيکار پنهنجي شئي!!؟"

منهنجي چهري تي مسلسل مرڪ ۽ ٽهڪ ڏسي، پوءِ ساجن مستي واري انداز ۾ ز . ي منهنجو نازڪ عضوو ڏنو هو ۽ کيس يقين ٿيو هو ته آئون مڪمل مرد آهيان.

انهي ڏينهن کان پوءِ ساجن اڪثر مون کي تنگ ڪندو هو ته "سرمدا! موڊ آهي، لمحو بيحد رومانٽڪ آهي!؟؟"

آئون انڪار ڪندو هئس. هو مستي ۾ زوري اچي، منهنجي نازڪ عضوي جي پڇار ڪندو هو. آئون کيس جام سمجهائيندو هئس. ڪڏهن ڪڏهن اڌ ڪاوڙ ۽ اڌ محبت واري لهجي ۾ چوندو هئس: "يار ساجن! مڙس ماڻهو ٿي." ته جواب ۾ هو اڪثر چوندو هو: "يارا ڇا غيرت اچي هتي پهتي آهي...!؟"

ساجن جي هن سوال جو مون وٽ ڪوبه جواب نه هو. هونئن به آئون ساجن جي ڪنهن به انوکي ڳالهه جو جواب نه ڏيندو هئس، ڇو ته منهنجي مٿي تي هڪ آئيڊيل ڪامريڊ ٿيڻ جو ڀوت سوار هو. مون پنهنجي مست شرارتي جواني کي گهٽو ڏيئي ماري ڇڏيو هو. مون کي پنهنجي جوڙ جا ڪامريڊ ملي ويا هئا. اسان ڏينهن رات فلسفي جي منجهيل سُٽ کي کولڻ ۾ پورا هوندا هئاسين. روم تي ڊگها بحث هوندا هئا. فلسفي جي اصطلاحن ۾ گهيريل اسان جي زندگي کي ڏسي، ڪجهه ئي مهينن ۾ ساجن روم ڇڏي هليو ويو.

روم ڇڏڻ کان هڪ ڏينهن اڳ ساجن مون سان ڏگهو بحث ڪيو هو. دوران بحث هن هڪڙو جملو ادا ڪيو هو جيڪو منهنجي اندر ۾ ڪنهن ڪنڊي جيان چنبيو هو. "نام نهاد سنڌي ترقي پسند سياستدانن، دانشورن ۽ اديبن وٽ اج بہ اخلاق جي وصف قدامت پسند ۽ تنگ نظر آهي، جڏهن تہ اخلاق پنهنجي جوهر ۾ خود هڪڙو واهيات تصور آهي."

مون ساجن کي ڪو جواب نہ ڏنو هو. آئون ڦڪو ڦڪو ٿيڻ لڳو هئس. البتہ مون کي دل ۾ ٿورو گهڻو احساس ٿيو هو تہ آئون حد کان وڌيڪ سنجيده ۽ خشڪ مزاج ٿي چڪو آهيان. پر اهڙن خيالن کي سرمائيدارانہ خيال سمجهي درگذر ڪري ڇڏيندو هئس. ائين زندگي ڪتابن، بحث مباحثن ۽ ڪڏهن ڪڏهن پريس ڪلبن اڳيان احتجاج ڪرڻ تائين محدود هئي.

انهيءَ عرصي دوران هڪ دفعي لاهور ۾ تنظيم جي مرڪزي اسٽڊي سرڪل ۾ شرڪت ڪري، دامن ڪوهہ تان چڪر هڻي، ٽڪل جسم ڪٽي رات جو ائين وڳي ڌاري حيدرآباد ۾ پنهنجي ڪلاس فيلوز جي فليٽ تي پهتس، تہ سيئي دوست خوشيءَ مان ڀاڪر پائڻ لڳا. هڪ دوست چوڻ لڳو. "ڪامريڊ! ڪم جي ٽائيم تي آيو آهين!!"

ٽئي رڙ ڪندي چيو. "هاڻي ڇهہ ڄڻا ٿي ويا آهيون."

ٽئي دوست عاجزي واري انداز ۾ سيني کي چيو. "سرمد! آخر ۾ ويندو."

آئون پاڪستان جي بدنام سروس ريل گاڏي جو ٿڪائيندڙ ڏگهو سفر پار ڪري روم تي پهتو هئس. مون کي ايجا خبر ڪانہ هئي، تہ اصل ماجرا ڇا آهي. دوست خوشي مان انڊيا جي پاپ گانن تي نچي رهيا هئا ۽ ڪي وري سگريٽن جا ڏگها ڪش هڻي، مستي مان رڙيون ڪري رهيا هئا. آئون لڳاتار خاموش ويٺو هئس. ڪجهہ دير کان پوءِ پر ۾ ويٺل رضوان کان مون پڇيو. "رضوان! اهڙي ڪهڙي ڳالهہ آهي، جو توهان سيئي خوشي مان ٻهڪي رهيا آهيو؟؟"



رضوان ڇپن تي هلڪي مرڪ آڻيندي۔ "عدنان سري گهاٽ مان چوري وٺڻ ويو آهي، اج نائيٽ ڪنداسين." (رضوان ڳالهہ کي اڳتي وڌائيندي) "ڇورا گرمين جون موڪلون گذاري، ڪالهہ پهتا آهن. ٻن مهينن جي باهہ اج ڪيندا." (ٽهڪ ڏيندي)

ايستائين عدنان نقاب پاتل ڇوڪريءَ سان گڏ ظاهر ٿيو. ٻئي سڌو پاسي واري ڪمري ۾ هليا ويا. عدنان جيئن ئي پرواري ڪمري ۾ ويو تہ ڀنيان سمورا دوست انتها درجي جون ڇچورپايون ڪرڻ لڳا. رضوان سيني کي خاموش رهڻ جي سخت تنبيهہ ڪئي، تڏهن سمورا دوست پنهنجي مستي کان ٻاهر آيا هئا. پوءِ بہ هلڪي مرڪ، سيني جي ڇپن تي هئي. اوچتو ايوب پنهنجي "نازڪ عضوي" تي هٿ رکي، وڏي سر سيڪسي رڙيون ڪرڻ لڳو، تہ ٻيا دوست کيس پونڊا ڏيڻ لڳا. اجان دوستن جي وچ ۾ وقفي وقفي سان مذاق مستي جاري هئي، تہ اڌ ڪلاڪ کن کان پوءِ عدنان ڪمري مان ٻاهر نڪتو ۽ يڪدم چيائين: "هاڻي ڪير ٿو وڃي؟"

سيئي چوڻ لڳا: "آئون، آئون، آئون ٿو وڃان."

هڪڙي عاجزي مان چيو. "يار عدنان! آئون جلدي فارغ ٿيندو آهيان، يار آئون ٿو وڃان."

عدنان مسڪرائيندي چيو. "ها تون ٿي اچ، پر جلدي."

آئون مسلسل خاموشيءَ سان، سموري منظر کي ڏسي رهيو هئس. هي پهريون دفعو هو جو مون اهڙو بنهہ عجيب منظر ڏٺو هو. مسلسل سوچن منجهہ گم هئس تہ منهنجي سامهون هي ڪهڙو ٿيٽر هلي رهيو آهي، جنهن ۾ جنسي بکايل ماڻهو ماڻهپيءَ جون سموريون حدون اورانگهي حد درجي جون ڪِريل حرڪتون ڪري رهيا آهن.

اجان ڏگهين سوچن جي اُونهي ساگر منجهہ گم ٿي هئس، تہ رات جو هڪ وڳي ڌاري پنج مرد پنهنجي اندر جي باهہ هڪ عورت ۾ داخل ڪري، سيئي مون کي ڏسڻ لڳا. آئون خاموش هئس، تہ عدنان پرسان

ويهي پاڪر پائي، شوخ لهجي ۾: "ڪامريڊ! هاڻي توهان جو وارو آهي، سڄي رات تنهنجي آهي. ضرورت پوي ته ياد ڪجان!!"

مون عدنان کي ڪو جواب نه ڏنو هو. ٿوري دير خاموش رهي، اوچتو تيزي سان ڪمري ۾ داخل ٿيس. ڪمري ۾ ڇا داخل ٿيڻ. هڪ جهٽڪي سان وجود ئي ڏڪي ويو ۽ گهڻي دير تائين بي جان بت بڻجي ويس... چهرو ۽ اکيون اندر جو آئينو هونديون آهن. هڪ عورت جو اگهاڙو وجود پيڙا ڀريل نيڻ کڻي، مون ڏانهن ائين ڏسڻ لڳو جڻ چئي رهيو هجي: "اڄان تون به رهيل آهين، اڄ ڪتي جيان منهنجو جسم چٽ."

ڪمري ۾ سانتيڪو ماحول هو. آئون پيرن تي پير رکي، خاموشي سان اگهاڙي وجود کان چند فٽ پري ويهي رهيس. مون کي خبر ناهي ڇا ٿي ويو هو جڻ جسم جو هر هڪ عضوو ڪومائجي سُڪي چڪو هو. ٿوري دير کان پوءِ جسم حرڪت ڪرڻ لڳو مون آڏي اک کڻي ڪيس ڏٺو ته هوءَ ڪنهن سان موبائل تي چيٽ ڪري رهي هئي. مون جڏهن غور سان سندس اگهاڙو جسم ڏٺو ته سندس ڪومائيل جسم جو انگ انگ، مون کي عورت جي محڪوميت، مظلوميت ۽ ڏکهي تشدد جي تاريخ بيان ڪرڻ لڳو هو.

مون کي پاڻ کان ڪجهه پري، خاموش ۽ اداس ڏسي، اوچتو منهنجي ويجهو اچي ڇاتي تي هٿ ڦيرائيندي چوڻ لڳي: "جانو! ڇا ٿو سوچين...؟ ڇو اداس وينو آهين، شراب گهٽو پيتو اٿئي ڇا...!؟"

سُڪي نوٽ ٿيل چپن تي زبان ڦيرائي، مون گهٽيل آواز ۾ چيو "نه، نه"

"پوءِ؟"

"مون کي اڄ مرد هجڻ تي شرم پيو اچي."

"هاهاهاها، شئي ڪم ڪونه ٿي ڪري ڇا!؟"

سوال جي جواب ڏيڻ بدران، آئون چُپ رهيس. ٿوري دير ترسي سنهي آواز ۾ پڇيومانس: "تون هي ڌنڌو ڇو ٿي ڪرين؟؟"



هوءَ مرڪي پئي، هڪ ڦڪي مرڪ. جنهن جي اندر وڏيون ڪتائون ۽ پيڙائون لڪيل هيون. پوءِ صفا سنهي آواز ۾ چيائين: "غربت."

آئون سگريٽ دُکايان ٿو. هوءَ به سگريٽ ڇڪڻ جي خواهش ظاهر ڪري ٿي.

"تون سگريٽ پيئندي آهين!؟"

"ڪڏهن ڪڏهن."

سگريٽ جو آخري ڊگهو ڪش هڻندي: "توهان کي "ڪم" ڪرڻو آهي ته ڪري وٺو مون کي ننڊ اچي رهي آهي."

مون کي مسلسل چُپ ڏسي، هوءَ ڪپڙا پائڻ لڳي. واش روم مان ٿي، اچي سمهي رهي. آئون مسلسل سگريٽ پيئندو رهيس ۽ سُتل وجود کي ڏسندو رهيس. عجيب خيال ذهن تي جنم وٺي رهيا هئا. سوچيندي سوچيندي، ٿڪل جسم کي ننڊ وڪوڙي ويئي. صبح اٿيس، ته هوءَ ڪمري ۾ نه هئي. آئون هڪ دفعو ٻيهر خيالن ۾ وڃائجي ويس. مون کي ڀرپور احساس ٿيو هو ته، هن سماج ۾ عورت جي حيثيت اڄ ڪٿ جيتري آهي.

وهنجي، بنا موڪلائڻ جي، تيز وکون کڻي گيٽ وٽ پهتس، ته پٺيان عدنان جو آواز آيو: "سرمد، سرمد!"

جواب ڏيڻ ڪانسواءِ آئون فليٽ مان ٻاهر نڪري آيس. پٺيان تيزي سان عدنان آيو ۽ پاڪر پائي: "يار! ڇا ٿيو ايڏي ڪاوڙ!؟"

مون عدنان کي ٻيڻي ٻيڻي چيو: "يار! رات توهان جيڪو ڪجهه ڪيو، اهو انسانيت کان ڪِريل عمل هو."

"هل فليٽ تي، پوءِ ڳالهايون ٿا." (عدنان چپن تي مرڪ آڻيندي) فليٽ تي آياسين. عدنان پاڻي جو گلاس ڀري ڏيڻ کان پوءِ پڇيو: "هاڻي ٻڌائي، ڇا مسئلو ٿيو آهي... يار! ايڏي ڪاوڙ!!"

"يار! پنج وحشي مرد، هڪ مجبور عورت!"

"مجبور مان ڇا مراد؟"

"پوءِ، توکي هوءَ آزاد عورت ڏسڻ ۾ آئي هئي!!؟"

"اڙي يار! هن دنيا کان آئون واقف آهيان، هي رنڊيون پڙهيون آهن، هنن وٽ وڏو مال هوندو آهي."

"ها، مون کي خبر آهي تہ اهي ڪيتريون امير آهن!!... تون تہ هڪڙي سرمائيدار يا جاگيردار جي ڌيءَ جو نالو ٻڌائي، جنهن پئسن عيوض پنهنجو خوبصورت وجود پبلڪ باٿ روم ڪيو هجي...!؟ يار! انسان ٿيو. ڪنهن جي مجبورين مان ايترو غلط فائدو وٺڻ نہ گهرجي، جو ماڻهو انسان سڏائڻ کان بہ شرمنده ٿئي..." هدايتن سان ڀريل منهنجي ڏکي گفتگو دوران عدنان خاموش رهيو پر هو انتهائي ڪِريل ذهنيت جو ماڻهو هو. ڪجهہ دير کان پوءِ اوچتو شوخ انداز ۾ عدنان ڪِريل دليل ڏنو تہ "اڙي يار! پوءِ چا ٿيو هڪڙو ماڻهو ايترا پئسا افورڊ ئي نٿو ڪري سگهي!! شاگرد ماڻهو گهران ملن ٿي هزار، اهي ٿي هزار ڪنهن رنڊي کي ڏئي ڇڏيون، پوءِ اسان...!؟"

"توهان هي ڪم نہ ڪريو."

"هاهاهاها، سرمد! جواني جي چوواٽي تي زندگي آ... توهان ڪامريڊن جي خبر ڪونهي، پر اسان کي مست قدرتي لهرون تنگ ٿيون ڪن، اسٽڊي ئي نٿي ٿئي، Hand Practice ڪري ڪري ٿڪجي پيا آهيون... يار!! نوجوانن کي "اندر جي باهہ" شديد تنگ ٿي ڪري، تڏهن اهي چڪلن ۾ وڃي ٽاٻا ٽا ڪائين."

"خير، سڀاڻي يونيورسٽي ۾ ملنداسين." عدنان کان موڪلائي، آئون اڃان پلازه مان هيٺ ئي مس لٿس، تہ هڪڙي اڌڙوٽ عورت هٿ ٻڌي مون کي چوڻ لڳي: "قرآن جي واسطي مومن، خيرات." (مائي جا ڪپڙا ميرا، قاتل ۽ ايترا سنها هئا، جو اُرهہ ڏسڻ ۾ اچي رهيا هئا.)

"امان معاف ڪر."

ماندلي تان ٻہ ڪنڊ وارا بسڪيٽ وٺي هوٽل تي چانهہ سان کائي رهيو هئس، تہ وري ننڍڙو ٻارڙو اشد آگر مٿي کڻي منهنجي اڳيان بيهي رهيو: "پٽ معاف ڪر." هو ٻئي همراهہ وٽ بيهي رهيو... آئون چانهہ پي، ٻوڙ پائي حيدرچوڪ ويندڙ سوزوڪي ۾ چڙهي پيس. اٺ سالن جو ٻارڙو مٿي ۾ پيوت، گلو ڪليل، وار وکريل: "پاڙو ڏيو پاڙو ڏيو" جو هوڪو ڏيڻ لڳو.



"چاچا، چاچا!! حيدرچوڪ جا ست روپيا ٿيندا." (ڳالهائيندي ڳالهائيندي ننڍڙو ڪنڊيڪٽر ۽ سفيد پوش همراهہ پاڻ ۾ اٽڪي پيا.)

"وڏو بشني آهين..." (همراهہ ننڍڙي ڪنڊيڪٽر کي دابو ڏيندي گهٽ ڪجهہ ڳالهائي ويو هو.)

سفيد پوش همراهہ جي اڍنگي هلت ڏسي، آئون ڪاوڙ مان صفا ڳاڙهو ٿي ويو هئس. دل ۾ ڪچي گار ڏئي، ڪاوڙ پيهي ويس، پر مسلسل سوچي رهيو هئس، تہ آئون ڪهڙي سماج ۾ رهان پيو...!!؟ هتي تہ هر ٻئي انسان جو چهرو زخمي آهي، هر ٻيو ماڻهو تشدد ڪندڙ آهي... هتي تہ وک وک تي انسانيت جو جنازو نڪري رهيو آهي.

اڃان سوچن ۾ هئس، تہ حيدر چوڪ پهچي ويس. هتان لال بتي پهتس. لال بتي اسپتال وٽان ڄامشوري ويندڙ بس ۾ چڙهيس، تہ بلوچي لباس پاتل، فطري طرح خوبصورت، پر منهن تي مٽي جو تهہ چڙهيل ناري سيني ماڻهن جي هنج ۾ هڪڙو هڪڙو ٽوڪن رکي وئي. ٽوڪن ۾ خيرات جي اپيل لکيل هئي. آئون مسلسل خاموش هئس. ديس جي ڇهري تي درد جا ڏکيا پاڇا ڏسي، ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ اچي رهيو هو. ائين سڄو ڏينهن ذهن ٻولاٽيون کائي رهيو هو. ڄڻ روح جا طاق ئي ٽُٽي پيا هئا.

مون کي ٻڏتر واري ڪيفيت ۾ ڏسي، ساجن جي وڃڻ کان پوءِ عارضي طور روم تي رهيل ڪامريڊ جبران حيرانگي مان پڇيو: "ڪامريڊ! نہ لاهور جون خبرون نہ چارون، مسلسل اداس پيا لڳو خير تہ آهي!؟"

"يار! ڪلهہ رات کان منهنجي اکين اڳيان اٽڪٽ کهاڻيون پيون هلن... ڪهاڻين جا سمورا ڪردار بک سبب سگريٽ جيان سڙي رهيا آهن. انهن سڙندڙ وجودن سان پاڪ دامني ۽ شرافت جو برقعو پائي هلندڙ ماڻهو هڪ ئي وقت نفرت بہ ڪن ٿا. تہ وري انهن وجودن سان رانديڪن جيان راند بہ ڪن ٿا... وڏي ڳالهہ اها تہ هن

دیس جي ایش ٽري ۾ سڙندڙ اهي وجود، مجبور نگاهن سان مون کي تکي رهيا آهن....!! ڪنهن ڪنهن مهل چئي رهيا آهن ته: "تون بند ڪمرن ۾ آزادي ۽ انقلاب جون ڳالهيون پيو ڪرين، ڪڏهن اسان جو حالِ دل به معلوم ڪر، ته اسان بکئي پيٽ کي ٽڏو ڪرڻ لاءِ ڇا ڇا ڪندا آهيون....!!"

"ڪامريڊ! مون کي توهان جي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي!!"

"ڪڏهن هي قول ٻڌو آهي، "جيڪو هٿ پينگهي کي ٿو لوڏي، سوئي دنيا تي راڄ ٿو ڪري!!"

"بلڪل ٻڌو آهي ۽ اها حقيقت به آهي."

"ڪامريڊ اهو ڪنهن جو هٿ آهي!!؟"

تيزيءَ سان، "ڪامريڊ! عورت جو."

"ڪامريڊ! مون کي دنيا ۾ ڪو مثال ڏيکاريو جتي عورت جي هٿ راڄ ڪيو هجي!؟"

"ڪوڙ انقلابي عورتون ٿي گذريون آهن، جن جا شاندار ڪارناما آهن ڪامريڊ!!"

"هاهاهاها... ڪامريڊ! جسٽ ڪاغذي ڳالهيون!!!... عورت ويچاري سدائين رانديڪو رهي آهي. مرد ان سان راند ڪندو رهيو آهي، انهي راند ۾ ڪڏهن ڪڏهن عورت جا ڪپڙا به لاهيندو آهي، ان جي عضون کي چڪ پائيندو آهي، سگريٽ جا ڏنڀ ڏيندو آهي... ها يا نه!!؟... ڪڏهن ته ڪنڌ ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيندو آهي... ڪامريڊ! جيستائين هن دنيا ۾ عورت رانديڪو هوندي، تيستائين هي دنيا بدصورت هوندي ڇو ته رانديڪو ڪڏهن به اشرف المخلوقات کي تخليق نٿو ڪري سگهي... هي اسان جو ديس، جنهن کي اسان ڪعبو ۽ ڪاشي چوندا آهيون، اتي عورت جي ڪهڙي حيثيت آهي....!! ڇا اها عورت باغي ٻار ڄڻيندي....!!؟ ڪامريڊ! سنڌي ماڻهو انهي ڏينهن کان غلام ٿي ويا، جڏهن هنن ڊانسنگ گرل جا هٿ ٽوڙيا هئا. انهي ڏينهن کان سنڌ جي هر پرنس جو نڪ ڪٽيل آهي."



"... ڪامريڊ! توهان جو اشارو موئن جي دڙي واري پرنس ۽ ڊانسنگ گرل ڏانهن آهي!؟" (روايتي لهجي ۾ سوال ڪندي)

"منهنجو اشارو پوري سماج ڏانهن آهي. ها، منهنجي ڳالهه کي سمجهڻ لاءِ تصور ۾ موئن جي دڙي مان لڌل مورتين کي ڀلي غور سان ڏسو!!....."

ڪامريڊ جبران خاموشيءَ سان مون کي ٻڌي رهيو هو ۽ آئون مسلسل منفرد ۽ غير روايتي ڳالهيون ڪري رهيو هئس. جڻ هڪڙي طوائف پنهنجي زيارت سان سڄي ذهن جو نقشو ئي تبديل ڪري ڇڏيو هو. ڪجهه پلن لاءِ اکيون جهڪائي اوچتو جبران ٽڙڪيو، "ڪامريڊ! توهان جون ڳالهيون بلڪل درست آهن."

"شايد درست ٿي سگهان ٿو پر ڪلهه کان مون کي پنهنجي پاڻ تي افسوس آهي، ته آئون ڇپ ڪپيل جنس لاءِ ڪجهه نه پيو ڪريان. مون کي سندن لاءِ آواز ٿيڻ گهرجي..."

اڃان ڪامريڊ جبران ۽ آئون ڪچهري ڪري رهيا هئاسين. ته ڪامريڊ مجيب لال سلام ڪندي روم ۾ آيو هلڪو ٽهڪ ڏيندي، "ڪامريڊ! ڪهڙي گوريلا پلاننگ پيا ڪريو!!؟"

"ڪامريڊ! سوچيون پيا، ته سڄو ڏينهن ٽيڪاٽيٽي ڪرڻ ۽ خيالن جا پلاءُ پچائڻ بدران ڪو عملي ڪم ڪجي... انهي لاءِ مون سوچيو آهي ته آئون پيڙهيل ۽ لتاڙيل عورتن جي حقن لاءِ ڪم ڪريان. خاص ڪري بکئي پيٽ لاءِ پنهنجي جسمن جو مهانگو سودو ڪندڙ بيوس عورتن جي دردن کي ميڙي، لفظن جي شڪل ڏيئي پنن تي اتارجي، ته جيئن هن مئل سماج ۾ انسانيت وارو روح ڦوڪي سگهجي... ڪامريڊ! هڪ ليکڪ مئل جسمن کي زندگي بخشيندو آهي. سو مون کي هڪ غير روايتي ليکڪ ٿيڻ جو شوق جاڳيو آهي."

"ڪامريڊ! غير روايتي مان ڇا مراد!؟" (تيزي سان مجيب سوال ڪيو)

"ڪامريڊ! ڪلهه رات انسان جي هڪ پوائتي شڪل ڏسڻ کان پوءِ اندر ۾ اڌ ٿي پيو آهي. ڏکي سوچ ويچار کان پوءِ خيال آيو آهي ته پئسن عيوض جسمن جو مهانگو سودو ڪندڙ انسانن جي زندگين ۾ جهاتي پائي، تحريري صورت ۾ ڪا مزاحمت ڪجي."

ڪامريڊ مجيب هڪ ئي نظر سان مون کي ۽ جبران کي گهوريندي: "مطلب پاڻ جسم فروش عورتن لاءِ جدوجهد ڪريون!!؟"

"ڪامريڊ پهرين پنهنجي جملي کي درست ڪريو ڪا به عورت جسم فروش ناهي هوندي هر عورت عزت دار آهي. هن بيمار ۽ فرسوده سماج عورت کي طوائف بڻائي ڇڏيو آهي."

معصوميت سان: "سائين! معاف ڪجو." (مون کي خاموش ڏسي، لاغرضي واري انداز ۾) "ٺيڪ آهي، جيڪڏهن تو اهڙن ڪردارن تي لکڻ جو ارادو ڪيو آهي، ته پوءِ اسان ڇا ٿا ڪري سگهون!!"

"ڪامريڊ! پاڻ شاگرد آهيون. منهنجو خيال آهي ته جنسي ڇتواڳين جو شڪار ٿي ويل اڄ جي نوجوان ۾ سجاڳي پيدا ڪري سگهون ٿا. ته طوائف عورت آهي، ۽ عورت انسان آهي."

"بهترين سوچ آهي، پر طوائف لفظ ڪيڏي، صرف هي جملو بهتر رهندو ۽ پنهنجي منشور جو حصو به آهي ته عورت انسان آهي."

"ڪامريڊ! طوائف لفظ کان ايتري ڪراهت ڇو!؟ ڇا طوائف هن سماج جو مظلوم ڪردار ڪونهي!!؟"

"بلڪل مظلوم ڪردار آهي، پر زميني حالتن کي ڏسي جدوجهدن ڪيون آهن پيارا!! هن وقت رجعت پرست قوتون طاقتور آهن. تنهنڪري حالتون پنهنجي حق ۾ ڪونهن."

"ڪامريڊ! حالتون پنهنجي حق ۾ هونديون، پوءِ پاڻ کي جدوجهد جي ڪهڙي ضرورت!!؟"

"بهرحال توهان شوق پورو ڪريو ڪامريڊ! (ڳالهه جو رخ تبديل ڪندي) ماني ءِ جو ڇا پروگرام آهي؟ جبران هلون، ڍانڪ تي؟؟"

"ها. ڪامريڊ راجيش وارن کي ڏسون، پوءِ گڏجي هلون."



ڪامريڊ ماني کائڻ لاءِ هليا ويا. آئون سوچن ۾ ٻڏي ويس، ته مون کي هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي...!!؟ ڏکي سوچ ويچار کان پوءِ هن ڳالهه تي ذهن بيهي رهيو ته، سڀاڻي سويري سينٽرل لائبريري وڃان. اتي طوائفيت بابت مختلف ڪتابن کي غور سان پڙهان، ته جيئن عورت جي صدين تي مشتمل پوڳنائن جو اڙانگو سفر ذهن تي تحرير ٿي سگهي. پوءِ شام حيدرآباد وڃان، حالتن جي گهاڻي ۾ ڦاٿل ڪنهن عورت سان رهاڻ ڪريان، سندس درد کي پنهنجو درد محسوس ڪريان. .

مسلسل سوچن منجهه گم رهڻ کان پوءِ ڪينٽين تان ماني کائي، هاسٽل جي ڇت تي سگريٽن مان دونهون ڪيڻ لڳس. آسمان جي سيني تي تارا چمڪي رهيا هئا. چنڊ غائب هو. اوچتو منهنجو ذهن پيهر اُجهامي ويل زميني ستارن بابت ڏکي سوچ منجهه ٻڏي ويو هو. ان سان گڏوگڏ ذهن تي اها سوچ به گردش ڪري رهي هئي ته. آئون هڪ دفعو پيهر اڪيلو ٿي ويو آهيان. منهنجا آزادي ۽ انقلاب جا ڏنا متا ساٿي طوائف جي نالي کان ڏڄي، مون کان پري ٿي چڪا آهن... ڪجهه دير آسمان کي تڪيندي، هزارين سوچون من ۾ ڪٽي، صبح ست بجي جو الارم رکي سمهي پيس.

ٻئي ڏينهن صبح تيار ٿي، رجسٽر هٿ ۾ کڻي لائبريري طرف اچي رهيو هئس ته جيولاجي ڊپارٽمينٽ وٽ هڪ پوڙهي باگڙي عورت جو آواز ڪنن تي پهتو. "ابا راڻا پٽ! خدا جي نالي ڪو هڪ روپيو."

آواز ۾ ايڏو درد سمايل هو جو آئون بيهي رهيس. منهنجي پيرن اڳتي وڪون وڌائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. مسلسل جهور پوڙهي امڙ کي ڏسڻ لڳس، جيڪا هر هڪ شاگرد اڳيان هٿ پکيڙي روئڻهارڪي لهجي ۾ صدا هڻي رهي هئي: "ابا راڻا پٽ! خدا جي نالي ڪو هڪ روپيو."

مون کي رستي پرسان وڻ هيٺيان اڪيلو بيٺل ڏسي، پنهنجي ڊپارٽمينٽ ڏانهن ويندڙ هڪ دوست بيهي رهيو. ڇپن تي مرڪ آڻي: "سرمد هتي بيٺو آهين!!؟"

"يارا هوءَ پوڙهي عورت ڏس!!"

"بس يار!! غربت وڏي لعنت آهي. هل فيڪلٽي هلون."

روح وڍيندڙ خيالن مان نڪري، آئون دوست سان گڏ فيڪلٽي ڪينٽين تي آيس. چانهه پي، دوست پنهنجي ڊپارٽمينٽ ڏانهن هليو ويو. آئون سينٽرل لائبريري آيس. لائبريري ۾ ايندي شرط مون پنهنجي تحقيق سان لاڳاپيل ڪتاب ڳولڻ شروع ڪيا هئا. ڪتاب نه هجڻ برابر هئا، پر پوءِ به ڪجهه پرڏيهي ليکڪن جي ڪتابن مان مون کي اها خبر پئي ته "دنيا جي قديم ترين ڪاروبارن مان هڪ جسم فروشي آهي. جيڪا هر دور ۾، هر ثقافت ۽ هر تهذيب ۾ ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ موجود رهي آهي، انهن شڪلين جو دارومدار اُتان جي معاشي ۽ سماجي حالتن تي رهيو آهي، پر بنيادي ڪم ساڳيو رهيو آهي."

ڪتابن کي ڦلهوريندي، ان وقت منهنجي ذهن جا طاق ٺپ اُڏامي ويا، جڏهن هڪ ڪتاب ۾ مون هي جملو پڙهيو ته، "جسم فروشي جو ڏنڌو مذهب جي پاڇي هيٺ اڀري وڌيو." آئون هر هر هن جملي کي پڙهڻ لڳس، چاڪاڻ ته هڪ دفعو ٻيهر منهنجو ٽڪر مذهب سان ٿيو هو. وڌيڪ حقيقتون معلوم ڪرڻ لاءِ قديم تهذيبن تي تحقيق ڪندڙن جا خيال پڙهيا، جنهن مان خبر پئي ته دنيا جو هر مذهب عورت دشمن رهيو آهي. جسم فروشي جي تاريخ تي تحقيق ڪندڙ قلمڪارن موجب، "قديم مذهبن جي مڃڻ وارن جو خيال هو ته آسمان، سج ۽ زمين جي ڪري فصل تيار ٿين ٿا. آسمان کان برسات پوي ٿي، زمين جي پيٽ مان فصل نڪرن ٿا ۽ سج انهن فصلن کي پچائي ٿو. سو ماڻهو آسمان، ڌرتي ۽ سج کي ديوي ۽ ديوتا بڻائي، ان جي پوڄا ڪرڻ لڳا، ته جيئن فصلن ۾ برڪت پوي. هن ئي زماني ۾ هن عقيدي پڻ تيزي سان جنم ورتو ته زمين جي پيداواري عمل ۽ جنسي ميلاپ جي عمل ۾ ڪافي ويجهڙائپ آهي. جيڪڏهن ٻنهي ۾ برڪت جو عمل هوندو ته هڪ ئي وقت پيداوار ۾ اضافو ٿيندو ۽ صحتمند نسل



پيدا ٿيندو. جيڪو ڌرتي کي ڪيڙي فصل اُپائيندو ۽ اسان جي هن عمل تي ڌرتي ماتا خوش ٿيندي.

هن عقيدي جي جنم وٺڻ کان پوءِ تهوار به فصلن جي پوکائي ۽ لاباري تي ملهائجڻ لڳا. انهن تهوارن ۾ اجتماعي جنسي ميلاپ کي مقدس عمل سمجهيو ويندو هو."

قديم يوناني تاريخدان هيروڊوٽس لکي ٿو ته، "بابلين ۾ هڪ رسم وڏي شرمناڪ آهي، هر جوان عورت کي پنهنجي عمر ۾ هڪ دفعو زهره (يوناني ديومالائي قصن ۾ زرخيزي، جنس ۽ جنگ جي ديوي) جي عبادت گاهن ۾ وڃي، ڪنهن نه ڪنهن ياتريءَ سان جنسي واسطو رکڻو پوندو هو ۽ ياتري به عبادت گاهن ۾ وڃي، پنهنجي پسند جي عورت ڳڻندا هئا. اهي عورتن کي پسند ڪرڻ کان پوءِ ان ڏانهن چاندي جو سڪو اڇلائيندا هئا ۽ چوندا هئا، "اي برڪت جي ديوي! اسان جي روزي ۾ برڪت وجهه." چوڪريءَ صدا قبول ڪندي، ياتري سان گڏ هلي ويندي هئي. ان سان گڏوگڏ بابل جا ماڻهو افروڊائيٽي (يوناني ديومالائي قصن ۾ محبت، حُسن ۽ جنس جي ديوي) ۽ آئي سس (قديم يونان ۾ زرخيزي جي ديوي) جي عبادت گاهن ۾ عورتن کي مردن سان جنسي تعلقات رکڻ لاءِ موڪليندا هئا."

ڪتابن موجب، "جڏهن عورت هڪ جنس بڻجي وئي، ته زور آور طبقي جي ماڻهن جي من ۾ خيال آيو ته، "عورت هڪ منافع بخش جنس آهي. هن کي پوري طرح منظم ڪري آمدني جو وسيلو بڻايو وڃي. سو شروع شروع ۾ يونان جي مختلف شهرن ۾ جسم فروشي جا اڏا کوليا ويا. انهن اڏن ۾ ماضيءَ جي جسم فروش عورتن کي رکيو ويو. جن کي مذهب پنهنجي ميمبرشپ وڏائڻ لاءِ استعمال ڪيو هو.

اهڙي طرح مذهب کان پوءِ مرداڻي معاشري بايولاجيڪل سرشتي جي ماريل عورت کي بهترين منافعي بخش جنس سمجهي، مڪمل بازار جو وکر بڻائي ڇڏيو..." مطالعي کان پوءِ فليٽ تي آيس. هاڻي ڪجهه پاڻ کي رليڪس محسوس ڪري رهيو هئس، ته آئون درست

رستي تي وچي رهيو آهيان. ٻيو ڪجھ ٻہ نہ ڪري سگھان، صرف هن مردانہ معاشري ۾ بازار جي جنس بڻجي ويل عورت جي ڀيانڪ روپ کي ڪينواس تي چٽي، هن "غيرت مند سماج" جي بي غيرتي تي مڪڙي ٽوڪ ڪريان. اها ٽوڪ منهنجي لاءِ عظيم سڦلتا هوندي.

فريش ٿي، هاسٽل پوائنٽ اسپاٽ طرف وڃي رهيو هئس، تہ جيئن حيدرآباد ۾ سري گھاٽ واري علائقي ۾ وڃي، اتي هلندڙ جنسي ڪاروبار کي ويجھي کان ڏسي سگھان. اچان هاسٽل جو مين گيٽ مس پار ڪيو، تہ ڪامريڊ مجيب ۽ راجيش مليا. مجيب وڏي سر "ڪامريڊ! ڪامريڊ!!" چئي پھريون سوال ڪيو. "بنا ڪجھ ٻڌائڻ جي تيار ٿي، ڪيڏانهن پيا وڃو ڪامريڊ!!؟"

آئون جيڪو ڪالھ کان ڪامريڊن جي عجيب روش کان مڪمل خفا ٿي چڪو هئس. سو بنا ڪنهن لحاظ جي، رُکو جملو چئي ڏنو. "يار! سري گھاٽ وڃان پيو. سيڪس ورڪرن سان ڪچهري ڪرڻ."

"ڪامريڊ! ڪسبياڻيون ڪڏهن کان ورڪر ٿيون آهن!!؟"
(راجيش ٽوڪ واري انداز ۾ سوال ڪيو)

"ڪامريڊ جڏهن کان هارين هاريو ڪرڻ شروع ڪيو هو."

مجيب ميسٺپائي واري انداز ۾، ڳالھ کي درگذر ڪنديءَ "ڪامريڊ! اچو ڪجھ منٽن لاءِ لان تي ويھون، جيستائين پوائنٽ اچي."

اسان لان ۾ ويناسين. مجيب هلڪو ٽهڪ ڏينديءَ "ڪامريڊ ڪلھ کان توهان جو پارو اسان ڪامريڊن تي چڙهيل آهي، خير تہ آهي!!؟"

"ڪامريڊ ڪاٻہ ڪاوڙ ڪونهي، دوست آهيون، بس سوچن جي وچ ۾ تضاد اچڻ جو هڪ ئي ڪارڻ آهي، تہ آئون طبقاتي ۽ جنسي متڀيد جو شڪار سيڪس ورڪرس تي تحقيقي ڪم ڪرڻ چاهيان ٿو توهان کي سيڪس ورڪر مان بدبوءِ اچي ٿي، سو تضاد هن ڳالھ



"ڪامريڊ بدبوءِ جي ڳالھ ڪونهي، پر اسان سعادت حسن منٽو ڪونہ آهيون. اسان هڪ پارٽي جو حصو آهيون، اسان تي ڪافي ذميواريون آهن. اسان جيڪڏهن سرعام طوائف گھرن ۾ ويندا سين، تہ مخالفن کي تنقيد ڪرڻ جو وجھ ملي ويندو."

"ڪامريڊ مخالف جيڪڏهن انسان هوندا، تہ ڪونہ ڪڇندا!!"

"توهان جي مرضي، پر ڪامريڊ هي پارٽي لائين ڪونہ آهي."

"يار ڪامريڊ! هڪ سوال جو جواب ڏيو...!! جيڪڏهن اسان وٽ بہ اخلاق روايتي عقيدو هوندو پوءِ اسان ۽ غيرت جا گولڊ ميڊل پائي هلندڙن ۾ ڪھڙو فرق...!!؟ هڪ انقلابي، معاشري جون سموريون مدي خارج روايتون ٽوڙيندو آهي. اسان تہ معاشري جي فرسوده روايتن کي ٽوڙڻ بدران انهن روايتن جو حصو ٿي چڪا آهيون... خير، پوائنٽ اچي ويئي آهي، سياڻي ڪچهري ڪنداسين."

هاسٽل واري پوائنٽ تي چڙهي، آئون حيدر چوڪ پھتس. هتان رڪشا ذريعي ٽاور مارڪيٽ تان ٿيندي سريءَ گھاٽ پھتو هئس.

سريءَ گھاٽ، حيدرآباد شهر جو قديم پاڙو آهي. ورهاڱي کان اڳ هتي وڏي تعداد ۾ سنڌي هندو رهندا هئا. سنڌن خوبصورت جڳهيون اڄ بہ موجود آهن. هي پاڙو هندن جي مقدس هستي ۽ رامائڻ جي اهم ڪردار سريءَ رام چندر جي نالي سان منسوب آهي. ڦليلي جي ڪپ تي هجڻ ڪري هن پاڙي جو نالو سريءَ گھاٽ (بندر) رکيو ويو هو. چون ٿا تہ شام جي پھر ۾ هندو عورتون ٽولين جي شڪل ۾ حيدرآباد جون ور وڪڙ کائيندڙ صاف سٿريون گليون طئي ڪري سري گھاٽ مان گذري شامداس پارڪ اينديون هيون. شامداس پارڪ، ڪاري موريءَ کان شروع ٿيندو هو ۽ اچي موري ويجھو رشيءَ گھاٽ وٽ ختم ٿيندو هو. واضح رهي تہ سريءَ گھاٽ ان زماني ۾ صرف ڪاروباري علائقو هو هتي جسم فروشي جي ڪنهن بہ روايت جي نشاني نٿي ملي. البتہ 1970ع کان پوءِ سريءَ گھاٽ جسم فروشي جي حوالي کان تمام گھڻو مشهور ٿيو هو. آئون بہ شام جي پھر ۾ ڪنهن ٻنڪيل مسافر جيان هن

پاڙي ۾ جسمن جو ڪاروبار ڏسڻ لاءِ داخل ٿيس. هر طرف هڪڙي پُراسرار قسم جي هلچل هئي. مون کي هر اک، جاسوس لڳي رهي هئي. رات جي اونداهي، سوڙهين گلين مان هر شيءِ جو پاڇو گم ڪري ڇڏيو هو.

زندگي ۾ پهريون دفعو پتو پيو هو تہ طوائف نگر جون گليون، هڪ الڳ دنيا وارو منظر پيش ڪنديون آهن. آئون ڪنهن اڻڄاتل خوف ۾ وڪوڙجي ويو هئس. پنهنجي خوف کي مات ڏيندي، هڪ هيسيل نوجوان جيان سوڙهين گلين مان هلڻ لڳس تہ مون کي هر گليءَ مان آواز اچڻ لڳا: "ڪيا موڊ هي، نيا مال هي؟؟"... "او سائين!! دلبرا!! خوش آهيو؟" هڪڙو همراهہ پرسان هلندي سنهي آواز ۾: "وڏا!! اڄ، ديدار تہ ڪري وڃ."

خبرناهي ڇو مون ڪنهن بہ شخص کي ڪوبہ جواب نہ ڏنو هو. خاموشي سان سوڙهين گلين جو چڪر هڻي، پرسان قائم هڪڙي هوٽل تي آيس. چانهہ پيئندي، اوچتو خيال آيو تہ ڪامريڊ سڳورن جي ڪري ناراض ٿي ويل ساجن سان ملاقات ڪريان. ڪيس پرچايان. ڪهڙو بہ هو پر مون تي وري بہ ساهہ ڇڏيندو هو.

ساجن کي ميسيج ڪيم: "پيارا!! ڪٿي؟"

يڪدم جواب آيو: "سرمد سائين! جتي توهان ڇڏيو هو."

"يار! آئون حيدرآباد آهيان، توسان ملڻ ٿو چاهيان."

"ڀليڪار"

ساجن ايڊريس ٻڌائي، آئون سندس فليٽ تي آيس. ساجن کي نراسائي واري ڪيفيت ۾ ڏسي، دل ڇيو ڪيس ڇميءَ ڏيان: "ساجن هڪڙي ڳالهہ ڇوان!!؟"

ڇُپڙي ڪري ويٺل ساجن ڀٽڪيو: "ڇئو."

"ناراض ڪونہ ٿيندين!!؟"

سنهن ۾ شڪل ڇپن تي مرڪ آڻي: "ڇئو يلا!!"

"دل چوي ٿي، اڄ توسان ڪسنگ ڪريان."



اکين جو تارو مون ڏانهن ڪنديءَ "سچ ۾!!"

"هائو."

ساجن تيزيءَ سان اُٿي، دروازو بند ڪيو. اسان ٻي تڪلف ٿي، ڪافي دير تائين چپن جي راند ڪئي هئي. ڏکهي چاتا چاٽي ڪان پوءِ ساجن ٿڏو ساهہ کڻنديءَ "اڄ ڪيئن ماٺهو ٿي پيو آهين!!؟" (منهنجي چپن تي مرڪ ڏسي) "يار سرمد! الائي ڇو مون کي تو وارا ڪامريڊ صفا ڪونہ وڻن... سڄو ڏينهن سگريٽن جي دونهين ۾ الٽيون ڏياريندڙ بحث، ڳلاءِ لٻاڙن ڪان سواءِ هنن وٽ عملي ڪم ڪوبہ ڪونهي. آئون بہ انگلش ڊپارٽمينٽ جو ڪتابي آهيان. مون بہ چار ڪتاب پڙهيا آهن، پر يار هنن لٻاڙي ماڻهن پورهيت فڪر کي ڊرائنگ روم جو فڪر بڻائي ڇڏيو آهي. عملي ڪم ڪجهہ بہ نہ، رڳو خيالي دنيا ۾ پاٽي ولوڙڻ... يار!! دل ۾ نہ ڪجان، هنن کي ڏسي مون کي اڪثر هڪڙو لطيفو ياد ايندو آهي."

"هاهاهاها، ڪهڙو؟"

چپن تي هلڪي سهڻي مرڪ آڻيندي "هڪڙي همراهہ هڪڙي ٽرڙي ڪمدار ڪان پڇيو: "سردار نچي رهيا آهيو نشا چڙهي ويا آهن ڇا!!؟"

ڪمدار جواب ڏنو: سامان هاٽي ايندو هي تہ خمار آهن."

"هاهاهاهاها، تو صحيح سچا تو اٿن."

"سرمد! مذاق ڪونهي، اها حقيقت آهي...!!... هر ماڻهو پاءَ اٽي جو ڪائي ٿو سڀ ڪجهہ سمجهي وٺي ٿو. اعتبار ڪر، تو وارن يارن کي انقلاب لاءِ جدوجهد ڪرڻ ڪان پهرين انقلاب جا خمار ٿيندا آهن. سو صرف وڏي سر ٺلها نعرا هڻندا آهن... يار! اهي پاٽي جا ڦوٽا آهن. ٻيو ڪجهہ بہ نہ. سو بيزار ٿي، آئون روم ڇڏي آيس. قسم سان شهر ۾ رهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، اسٽڊي بہ گهٽ پئي ٿئي، پر ڇا ڪجي...!! تنهنجي ڪري ماٺ ميٺ ۾ ڪمرو ڇڏي، هتي رهان پيو..."

"يار ساجن معذرت. دراصل مون کي پورهيت جي پگهر جي خوشبوءِ سان محبت آهي، انهي محبت ۾ مون جبران وارن سان سنگت

رکي هئي، سندن گروپ ۾ آيو هئس، چاڪاڻ تہ اهي ظاهري طور پورهيت بڻجي سان محبت ڪرڻ جي دعوي ڪن ٿا... پر ساجن! هڪڙي حادثي کان پوءِ مون جڏهن ڇيو تہ: "مون کي بکئي پيٽ لاءِ پئسن عيوض جسم جو مهانگو سودو ڪندڙ عورتن سان بہ ايتري پريت آهي، جيتري هارين ۽ مزدورن سان." تہ اهي دوست مون تي ايتري قدر مچرجي پيا، جو توبهہ توبهہ. . . هاڻي آئون هنن کان پري ٿي چڪو آهيان، مون کي محسوس ٿئي ٿو تہ هنن سان گڏ هلي، منهنجي زندگي بي معنيٰ ٿي ويندي."

"ها يار! بلڪل صحيح پيو چوين. (چپن تي سُندر مرڪ آڻي) سرمد! دل جي ڳالهہ اها آهي، مون کي تون وڻندو آهين. آئون هم جنس پرست ڪونہ آهيان، پوءِ بہ روم ۾ جڏهن تون قميص لاهي، ڪتاب پڙهندو هئين، تہ منهنجي اندر ۾ گدگدي پيدا ٿيندي هئي تہ: سرمد مون کي ڀاڪر پائي، اسان اڪيلائي دُور ڪرڻ لاءِ اورل رومانس ڪريون... يار!! ماڻهو آهيان، جنسي خواهش پيدا ٿيڻ فطري لقاءَ آهي، پر تون شديد ناراضگي ڏيکاريندو هئين. پوءِ آئون پنهنجي اڪيلائي پري ڪرڻ لاءِ سنگيت جو سهارو وٺندو هئس، تہ توکي سنگيت پسند نہ هو... پوءِ اوچتو تون اهڙي گروپ جي حوالي ٿي وئين، جن وٽ نہ ساز نہ سُر، نہ وري فن، رڳو خيالي پلاءَ. سرمد! قسم سان مون کي اهي انقلابي لڳن ئي ڪونہ. هي من جا ميرا، محدود سوچ وارا ماڻهو آهن. (ٿوري دير خاموش رهي) ماڻهو بہ ڪونهن، گڏهہ آهن."

"يار! گڏهہ نہ چئو گڏهہ محنتي جانور آهي."

"پوءِ آخر ڪهڙي بلا آهن...!؟"

"توکي خبر هوندي"

"چلو ڀارون سان رابطو ڪري ٻڌائيندس."

"هاهاها، وڏو استاد آهين."

"مذاق ڪونهي، حقيقت آهي."



"ها بابا! مون هنن سان پنهنجا لاڳاپا ختم ڪري ڇڏيا آهن. مون کي ڀرپور احساس ٿي چڪو آهي تہ، چند ڪتاب پڙهي، ڪو ماڻهو سريال نٿو ٿي سگهي. جيڪي ماڻهو ظاهري طور مختلف ليبل لڳائي، وڏا ماڻهو ڏسڻ ۾ اچي رهيا آهن. اهي پنهنجي اندر ۾ انتهائي ڪِريل ۽ خسيس ماڻهو ٿي سگهن ٿا...!! سچ پڇين تہ هاڻي مون کي هر انهي ماڻهو سان نفرت آهي، جيڪو سيڪس ورڪرس جي پگهر سان نفرت ڪري ٿو."

ساجن چپ ڏندن ۾ ڀڪوڙي، پروئن سان اشارو ڪندي "واهہ" (ٿوري دير خاموش رهي) "يار!! اسان جي پارٽ آهي."

"اڙي جانو! آئون سچو تنهنجو آهيان."

"سچي!!"

"هائو."

ٽپ ڏيئي اُٿي: "پوءِ سرمد اچ، ڀاڪر پايون."

آئون ڀاڪر پايان ٿو، ساجن ڀيهر اکين وسيلي چپ آڇيا. تہ مون بہ ڪيس سرهو ڏسڻ خاطر پنهنجا چپ، سندس چپن تي رکيا. ڏکهي ڪسنگ کان پوءِ منهنجي جسم ۾ جنسي لهرون ڊوڙڻ لڳيون. مون کي تڙپ واري حالت ۾ ڏسي ساجن چپن تي سُندر مُرڪ آڻي، منهنجي نازڪ عضوي تي هٿ لائيندي "ماني ڪائي اچون، پوءِ شغل پاڻي ڪريون ٿا!!"

ماني ڪائڻ دوران اوچتو مون کي پنهنجي "تنئين زندگي ۽ عجيب ديوانگي" ذهن تي آئي، تہ اُٺنجي پيس.

"سرمد ڇا ٿيو!!؟"

"يار! ڪجهہ سوچيوئي ڪونہ هو اهو پيو ٿئي!!"

ساجن چپن تي هلڪي مرڪ آڻي، خاموش ٿي ويو. ماني ڪائي روم تي آياسين. مون اڇڻ سان شوخ انداز ۾ پڇيريون سوال ڪيو "ساجن! هڪڙي سچي ڳالهہ ٻڌائي، هن شوق پٺيان ڪو سبب!!؟"

"... يار! منهنجي ٻرندي زندگي جي هڪڙي ٻرندي تصوير اها ٻه آهي. پر هن تصوير ۾ جيڪڏهن تون ايندين، پوءِ ته ڏاڍي سهڻي لڳندي.. پليز! تنهائين جو ساٿي ٿي، منهنجي زندگي مڪمل ڪر."

"واقعي، ايتري حد تائين...!!"

هن اکيون جهڪايون، ته مون کي ڀرپور اندازو ٿيو ته: "زندگي جي بي ترتيب راهن تي هلندي، ساڄن اتي پهچي چڪو آهي، جو هاڻي هن کي ڪنهن دوست جي هجڻ کان سواءِ وجود خالي خالي محسوس ٿيندو."

وڌيڪ تفصيل پڇڻ کان سواءِ مون ڪيس ايترو چيو: "منهنجن پاڪرن سان، جيڪڏهن توکي خوشي ملي ٿي ته آئون حاضر آهيان، پر يار!..."

مون کي خاموش ڏسي: "پر مان ڇا مراد!؟"

"يار! آئون ته ايترو سهڻو ڪونه آهيان."

"هاڻي مات ڪر. (آرس پچي) هاڻي سمهون!!"

"ها. آئون به تڪي پيو آهيان."

ساڄن دروازو ۽ لائيٽ بند ڪري، اچي منهنجي پرسان سمهي رهيو. ڪجهه ئي منٽ گذريا، ته ساڄن مون کي هلڪي آواز ۾ سڏ ڪرڻ کان پوءِ آهستي آهستي پنهنجون آڱريون منهنجين آڱرين ۾ ڇهڻائي، مون کي پاڻ طرف ڇڪڻ لڳو. پوءِ پرهه ڦٽي تائين ساڄن ۽ آئون مست جوانيءَ کي انجواءِ ڪرڻ لڳاسين.

اڃان چند ئي ڪلاڪ آرام ڪيوسين، ته اوچتو ساڄن زوري اٿاريو. "اٿ يونيورسٽي هلڻ جو ٽائيم ٿي ويو آهي."

يونيورسٽي پهچي، ساڄن پنهنجي ڊپارٽمينٽ ڏانهن هليو ويو ۽ آئون سينٽرل لائبريري آيس. اڄ منهنجي مطالعي جو موضوع هو ته ٻين قديم تهذيبن جيان برصغير ۾ جسم فروشي جي روايت ڪيتري پراڻي آهي؟ انهي حوالي سان مختلف ڪتاب ڦلهوريا. ڪتاب ڦلهورڻ کان پوءِ خبر پئي ته، هتي به هن ڪڏي فعل پنيان



مذهب شامل هو. ڪتابن موجب، "هندستان جي قديم ترين مذهب هندومت ۾ اوچ نيچ سبب هڪ اڇوت قبيلي جي نصيب ۾ طوائفيت هئڻ جي ريڪائن جيان لکجي وئي. هندو ڌرم ۾ شاستر جي روح سان شادي ڪرڻ جا 8 قسم آهن. انهن مان هڪ ديو بواهه آهي. هن صورت ۾ ماڻهو ڪنهن ڪنواري ناري کي ڪنهن ديوتا سان گڏ رخصت ڪري ڇڏيندا هئا ۽ چوندا هئا ته. ڇوڪري ديوداسي آهي، يعني ديوتا جي ٻانهي. انهن غريب ديوداسي عورتن جو تعلق هيٺين طبقي، يعني شودر ذاتين سان هوندو هو. ڪين چيو ويو هو ته توهان هن ڪم لاءِ پيدا ڪيا ويا آهيو ۽ اهي بيوس ديوداسيون بک مٽائڻ ۽ ثواب ڪمائڻ جي چڪر ۾ پنڊتن جي چوڻ تي مندرن تي ايندڙ ياترين کي جنسي خدمتون پيش ڪنديون هيون. هو معاوضو وصول ڪنديون هيون. اها رقم پاڻ وٽ رکڻ بدران مندر جي انتظاميه حوالي ڪنديون هيون ۽ اڪثر ڪري پرديسي ۽ اجنبي ياترين کي وڌيڪ ترجيح ڏينديون هيون ۽ ياتري جنسي تسڪين عيوض پئسن سان گڏوگڏ ڪين قيمتي تحفا پڻ ڏيندا هئا.

اهي ديوداسي ڇوڪريون جنسي خدمتون ڏيڻ کان سواءِ مذهبي رقص پڻ ڪنديون هيون ۽ مندر انهن رقاصائن کي رهڻ لاءِ جڳهه ۽ کاڌو پيتو ڏيندو هو. جيڪڏهن جنسي تعلق مان ڇوڪري پيدا ٿيندي هئي، ته اهي ان کي ديوتا سان منسوب ڪري ڇڏينديون هيون. اهڙي طرح مذهب جي آشيرواد سان جسم فروشي جو مجبورانه انداز سماج ۾ پنهنجي جڳهه ٺاهيندو ويو."

ڪتابن موجب، "سمورن مذهبن جي اعليٰ وارثن دنيا جي بدلجندڙ حالتن کي ڏسندي، جڏهن انتهائي ڪِريل پراڻين ثقافتي ۽ تاريخي روايتن کان آجپو حاصل ڪيو. ته اهي سموريون رسمون ختم ڪيون ويون. جن سان سندن مذهب هر وقت نشاني تي رهيو انهن مان هڪ جسم فروشي پڻ هئي.

مذهب جڏهن هن پيشي مان هٿ ڪڍيا، ته آهستي آهستي سماج هن پيشي کي قبول ڪيو. نسل درنسل هن ڌنڌي سان تعلق رکندڙ ماڻهن پنهنجي پيٽ جي بک اُجهائڻ لاءِ ڳوٺن ۽ شهرن ۾ پنهنجا ديرا ڄمايا. پوءِ اهوئي مذهب جيڪو سربراهه هو جنهن جي ڪري اهي بيگناهه عورتون هن ڌنڌي طرف زبردستي آنديون ويون، هاڻي جڏهن انهن کي عبادت گاهن مان نيڪالي ڏني ويئي ته اهوئي مذهب سندن ڪٽر دشمن بڻجي سامهون آيو هو."

ڪتابن موجب، "مذهب کان پوءِ جسم فروشي جي روايت کي ذڪر ايشيائي ملڪن ۾ هٿياربند حملا آورن وڏيڪ فروغ ڏنو. اهي حملا آور ڦرلٽ ڪرڻ کان پوءِ جتي ٽاڪ اڏيندا هئا، اتي فوجين کي طوائفن جي ضرورت پوندي هئي. اڄ به جسم فروشي جي ٺڪاڻن ۽ بازارن جو جائزو وٺبو ته اهي بازارون اڪثر ڪري فوجي محلن ۽ ديوارن سان گڏ نهيل ملنديون.

هندستان ۾ مسلمان حڪمرانن پنهنجي حڪمراني دوران طوائفن کي مندرن مان ڪڍي، محلن ۾ آباد ڪيو. هندستان ۾ سڀ کان پهريون باقاعده منظم طوائف گهر مسلمان بادشاهه محمد تغلق جي دور ۾ قائم ٿيو. محمد تغلق پنهنجي دارالحڪومت دولت آباد ۾ "طرب آباد" جي نالي سان طوائف گهر قائم ڪيو هو. انهي طوائف گهر ۾ اڪثريت جنگين دوران مال غنيمت بڻجي آيل عورتن ۽ هيٺين درجي جي عورتن (ديوداسين) جي هوندي هئي. مغل دور حڪومت ۾ جسم فروشي منظم پيشي طور ڏسڻ ۾ اچي ٿي. مغل، جنهن علائقي کي پنهنجي راڄڌاني بڻائيندا هئا، اتي پهريون ڪم طوائف گهر جي آبادڪاري جو ڪندا هئا. مغل بادشاهه جلال الدين اڪبر آگره ۾ طوائفن جي لاءِ هڪ وسيع علائقو "شيطان پوره" جي نالي سان آباد ڪيو. شهنشاهه اڪبر هن ڪاروبار کي باقاعده منڊي جي شڪل ڏني، جيئن دهلي ۾ چانڊني چوڪ، چاوڙي بازار ۽ لاهور ۾ شاهي قلعي جي پاڇي ۾ "شاهي محلا" نهرايو.



اڪبر کان پوءِ لکنؤ جي نواب جان عالم (واجد علي شاهه) لکنؤ ۾ "طوائف آباد" جي نالي سان هڪ وڏو شهر آباد ڪيو هو. هي شهر طوائفن سان ڀريل هوندو هو. پري پري کان طوائفون لکنؤ ايند‌يون هيون. اُهي طوائف گهرن تي گراهڪن جون دليون وندرائينديون هيون. هن ئي دور ۾ هي قول مشهور ٿيو هو ته: "ماڻهو جيستائين طوائفن جي صحبت ۾ نه ايندو، تيستائين انسان نه ٿيندو."

ڪتابن موجب، "مغل سلطنت جي زوال ۽ هندستان ۾ جڏهن برطانوي راڄ آيو ته طوائفيت جي دنيا نئون رخ اختيار ڪيو. شاهي محلن سان تعلق رکندڙ طوائفن شاهي محلن کي ڇڏي، مارڪيٽ ۾ پنهنجو قدم رکيو. اهڙي طرح هندستان جي ڀاڱي ٿيڻ کان پوءِ ٻنهي ملڪن ۾ طوائفيت وارو ڌنڌو پنهنجي مختلف رنگن ۽ ڍنگن سان جاري رهيو. اڄ به ٻنهي ملڪن ۾ هڪ ننڍڙي شهر جي پاڙي کان وٺي وڏن شهرن تائين جسم فروشي جو ڌنڌو پکڙيل آهي..."

لائبريري مان وڏي ڄاڻ حاصل ڪرڻ کانپوءِ ساڄن کي ڪال ڪيم. هو آيو. اسان ڪينٽين تي ماني کائڻ کان پوءِ هاسٽل تي آياسين. روم تي ڪامريڊ جبران ويٺو هو. پهريون سوال اهو ڪيائين:

"ڪامريڊ رات گم هئا؟؟"

"يار ڪامريڊ! طوائف نگر جي سوڙهين گلين ۾ زندگي ڳولهڻ لڳي آهي."

"واقعي ڪامريڊ!!"

"ڪامريڊ هن ۾ حيرت جي ڪهڙي ڳالهه آهي....!!؟ هڪڙي تحقيق..." (منهنجي ڳالهه کي اڌ ۾ ڪٽيندي، ساڄن طنزيه انداز ۾)

"گناهه، گناهه، توبهه، توبهه."

جبران هلڪو ٽهڪ ڏيندي، "نه پيارا، اهڙي ڳالهه ڪونهي."

ساڄن يڪدم جواب ڏيندي، "پر ڪامريڊ! مدي خارج سماج بيمار خيال ۽ رجحان پيدا ڪندو آهي."

"ها! پر اسان ڪامريڊ آهيون."

"ڪامريڊ!!! اهو ڪوڙو ٿي نٿو لڳي. آئون، توهان واري تنظيم جو حصو ناهيان رهيو پر مون کي چڱي ريت سُڌ آهي، تہ اڄڪلهہ جا ڪامريڊ ڪيتري پاڻي ۾ آهن." (جبران کي خاموش ڏسي، ساجن مٿس حاوي ٿيندي) "ڪامريڊ! هڪڙي مزي جي ڳالهہ ٻڌايان...!! مون هڪڙي دانشور کان سوال پڇيو تہ، "شادي کان اڳ سيڪس ڪجي يا نہ؟" تہ هو مون ڏانهن ائين ڏسڻ لڳو، ڄڻ اهو سوال مون ڪنهن مذهبي ماڻهو کان پڇيو هجي...!! مون کي خبر آهي، تہ اهو دانشور پنهنجي ذاتي زندگي ۾ اسان کان وڌيڪ جديد سوچ جو مالڪ آهي، پر هو پنهنجي معاشري کي مهذب دنيا سان ڳنڍڻ بدران قديم شاعرن جا بيت پڙهي، چار سئو سال پوئتي ڌڪڻ چاهي ٿو. سبب ڇا آهي...!!؟ سبب اهو آهي تہ اسان اڃان پنهنجي جوهر ۾ مڪمل انقلابي ڪونہ آهيون... اسان جو اندر ميرو آهي، اسان نٿا چاهيون تہ عام ماڻهو ايترو سجاڳ ٿي وڃي، جو سياڻي هيروازم جي ديوار کي ٽوڙي مڪمل بااختيار ٿي وڃي... اسان خود اهڙي بادشاهت آڻڻ چاهيون ٿا، جنهن ۾ اسان بادشاهہ هجون، عام ماڻهو نعرا هڻندڙ..." (آئون مسلسل خاموش ۽ هرڻي جهڙو هينئڙو رکندڙ ساجن جي ڏاهپ تي حيران ٿي ويو هئس. ساجن جي من جو خاموش سمنڊ جاڳي پيو هو. هو مسلسل بلڪل نيون ڳالهيون ڪري رهيو هو. بدقسمتي سان اهي ڳالهيون جبران کي ڄڻ چهنبڙيون هڻي رهيون هيون.) "سو معاف ڪجو ڪامريڊ!! اسان آهيون فضول ماڻهو اسان اهو سوچيندا آهيون، جيڪو هر ماڻهو نہ سوچي... پر ها! اڄڪلهہ هر ماڻهو سوچيندڙ ٿي پيو آهي. تنهن ڪري هن سائبر ايج ۾ پاڻ کي چوٽيءَ جو دانشور يا ٻي ڪا مخلوق سڏائي، دڦ ۾ بندوقون هڻڻ بدران، Like Minded ٽيٽو پوندو. تڏهن اسان جو آواز Mass level تائين اثر ڇڏيندو...

بهرحال ڪٿي هئاسين، وڃي ڪٿي پهتاسين. ڳالهہ طوائفيت جي هلي رهي هئي، سو آئون بہ سرمد جي هن خيال سان متفق آهيان تہ، طوائف سماج جو مظلوم ترين ڪردار آهي. هن ڪردار تي ڇٽر



ڪرڻ يا ٽنولي ڪرڻ هلڪڙائپ ۽ ڪِريل حرڪت آهي. منهنجي خيال ۾ سرمد هن بيمار معاشري ۾ ويهي سماج جي مظلوم ڪردار طوائف جي سماجي زندگي تي جيڪو ڪم شروع ڪيو آهي، اهو شاندار عمل آهي... (چپن تي ڏکهي مرڪ آڻيندي) خير، اسان فضول ماڻهو، سو موڊ تبديل ڪرڻ لاءِ ڪڙڪ چانهہ ڪپي، پوءِ وري بدتميز دل جون ڳالهيون!!"

جبران تيزيءَ سان اُٿي چانهہ چوڻ لاءِ هليو ويو سندس وڃڻ کان پوءِ مون شوخ انداز ۾ ساجن جي ڳل تي چمي ڏيندي چيو: "ڇورا اوچتو توکي ڇا ٿي ويو، ڄڻ خاموش سمنڊ ۾ لهرون پيدا ٿي ويون هجن!!"

"بس يار! اسان کي ماٺ ڏسي ماڻهو سمجهندا آهن، تہ گونگو آهي، ڏڏ آهي، پر حقيقت اها آهي تہ هر ماڻهو پنهنجي شعبي ۾ سريال هوندو آهي، هڪ هاري لاءِ آئنسٽائن ڏڏ آهي، تہ وري آئنسٽائن لاءِ هڪ هاري ڏڏ هوندو آهي."

"ها! پر تنهنجو سڄو سال خاموش رهڻ پٺيان ڪو خاص سبب!!؟"

"خاص سبب تون آهين، تون قدر ڪرين ها تہ اڄ آئون دربدر نہ هجان ها!!"

"هاڻي چُپ ڪر، مون ڇا ڪيو!!؟"

"تون هڪڙي چمي لاءِ ڪيڏو ستائيندو آهين!!"

"ڏس وري سيڪسي پوت!!"

"يار سرمد! هن دنيا ۾ ميلاپ جي مزي کان سواءِ ٻيو آهي بہ تہ ڇا!!"

"ها، پر تنهنجي ڏاهپ جو واسطو..." (تيزي سان منهنجي ڳالهہ کي اڌ ۾ ڪٽيندي) "سرمد!! دنيا جو ڪوبہ ڏاهو ماڻهو زندگي ۾ جنس انجواءِ نہ ڪري، تہ پڪ سان هڪ ڏينهن آپگهات ڪندو. سيڪس توهان جي... (جبران دروازو کوليو تہ ساجن موضوع بدلائيندي، يڪدم جبران سان مخاطب ٿيندي) ها ڪامريڊ! پيو ٻڌايو؟"

"ڪامريڊ خير لڳو پيو آهي."

جبران جي رُکي جواب تي آئون ۽ ساجن سمجهي وياسين، ته اڄ همراهه کي ڏاڍا مرچ لڳا آهن. تنهن ڪري چانهه پي نڪرڻ جي ڪجي. چانهه پي، جبران کان موڪلائي، اڄان اسان سينٽرل ڪينٽين جي لان تي مس ويناسين، ته شهر ڏانهن ويندڙ پوائنٽ اچي وئي. پوائنٽ ۾ مون ساجن کي چيو: "گڏجي سري گهاٽ هلون ٿا. اڄ هر صورت ۾ مون کي ڪنهن هڪڙي طوائف سان ڪچهري ڪرڻي آهي."

ساجن پهرين لهرائي ويو مون محسوس ڪيو ته سندس خيال هو ته روم تي هلي مستي ڪجي، پر منهنجي گهڻي اصرار تي چيائين: "تون پلي طوائف گهر جي اندر وڃجان، آئون ٻاهر ويهندس."

اهڙي ريت سج لٿي ڌاري اسان سري گهاٽ پهتاسين. سري گهاٽ پهچڻ شرط هڪڙو دلال، اسان جي پنيان لاهي پائي ڪاهي پيو. نيٺ مون سڏ ڪري پڇيومانس: "ڏي خبر، ڇا مسئلو آهي؟"

عاجزي ڀريل لهجي ۾: "سر! قسم سي نيا مال هي!!"

"لڳي ٿو همراهه صفا ڪُتل آهي، وڃينس گڏ!" (ساجن چپن تي مرڪ آڻي چيو)

سودو طئه ڪرڻ کانپوءِ ساجن کي هوٽل تي ويهڻ جو چئي، آئون هڪ سوڙهي عمارت ۾ داخل ٿيس. منهنجي پهرين نظر وراڻدي ۾ ويٺل اٺ کن ڇوڪرين تي پئي، جن کي خوبصورت لباس پاتل هو. اهي ڪنهن ڳالهه تي وڏا ٽهڪ ڏيئي رهيون هيون، سندن ٽهڪن کي ڏسي، منهنجي سوچ ٽيڙ کاڌو ته "هي ته خوش لڳيون پيون آهن!!" (وري پاڻ کي سنڀاليندي) "اها خوشي ظاهري آهي." اوچتو همراهه ڇوڪرين ڏانهن اشارو ڪنديءَ "پسند ڪري وٺو، سڀ فريش مال آهي."

"فريش مال" جو لفظ منهنجي ڪنن تي پهچڻ شرط مون همراهه جي منهن ڏانهن ڏٺو جنهن ۾ ڪنهن به قسم جي ڪيفيت سوار نه هئي. اوچتو منهنجو منڍو هٿ مان ڪِريل آئيني وانگر ٽي ڇڪو هو. ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه اچي رهي هئي، صرف هڪڙو ڏڪڙيل



جملو ذهن تي سوار هو: "ايڏيون خوبصورت ڇوڪريون، ناٽي تي وڪجي رهيون آهن!!" مون کي ظاهري طور سانت واري ڪيفيت ۾ ڏسي: "سر! حڪم ڪريو." (اردو ۾)

ڏونڊاڙيل ڪيفيت ۾ مون هٿ جي آڱر سان اشارو ڪيو ته هڪڙي خوبصورت ڇوڪري ڪلندي مون ڏانهن اچڻ لڳي. اچڻ سان منهنجي آڱرين کي ائين پڪڙي ورتائين، ڄڻ منهنجي محبوبہ هجي. مون کي خاموش ڏسي، سودو ڪرائيندڙ نوجوان چپن تي مرڪ آڻي: "سرڪار! صفا ٽائيٽ مال تي هٿ رکيو آهي."

"هاٽي مات ڪر." (ڇوڪريءَ ناز نخرن واري انداز ۾ دلال جي چاتي تي مُڪ هڻندي)

اوچتو دلال تڪڙو واري انداز ۾: "سر! پئسا ڏيو ٻاهر گراهڪ بيٺا آهن."

پئسا ڏيئي دنگ ڪيم، ته ظاهري طور هشاش بشاش نظر ايندڙ ڇوڪري مون کي پاڻ ڏانهن ڇڪي، اڪين سان ڪمري اندر هلڻ جو چيائين. هوءَ اڳتي وک وڌائڻ لڳي، آئون بہ آهستي آهستي وکون کڻندي وراڻدي مان لنگهي، ٻئي ڄڻا هڪڙي سوڙهي ڪمري ۾ آياسين، جتي هڪڙي صوفي کان سواءِ ٻيو ڪجهه بہ ڪونہ هو. اڙي ها! ڪنڊ ۾ هڪڙو استعمال ٿيل ڪنڊم پيل هو.

هوءَ ڪپڙا لاهڻ لڳي، سندس سلوار ۾ اڳٺ بدران ربڙ پاتل هو. تنهن ڪري اک ڇنڀ ۾ سلوار لاهي صوفي تي سڌو سمهي رهي. آئون اڄان ديوار سان ٽيڪ لڳائي، ڏونڊاڙيل ڪيفيت منجهہ گرفتار ٿيل هئس ۽ منهنجون اکيون سرخي ۾ رڱيل چپن ۽ اُڀريل ننڍڙن اُرهن کان وٺي نازڪ عضوي تائين مسلسل سندس جسم جي نقشي کي غور سان ڏسي رهيون هيون. مون کي ائين محسوس ٿيڻ لڳو ڄڻ منهنجي اڳيان وڇايل جسم، عورت جو جسم ڪونهي!!

عورت جو اگهاڙو جسم، ڪائنات جو حسين منظر. هن منظر کان سواءِ ڪائنات اڌوري، اڌوري ۽ اڻپوري.. پڪين جهڙو روح رکندڙ ڪو ماڻهو عورت جي اگهاڙي وجود کي غور سان ڏسندو تہ ڪيس پڪ سان

سمنڊ جهڙي خاموشي ٻه ملندي، ته وري سمنڊ جهڙي مستي. . . آبشارن جهڙو منظر ملندو، ته وري آبشارن جو شور ٻه سمايل هوندو. . . پر منهنجي اڳيان جيڪو اگهاڙو وجود پيل هو ان ۾ ڪنهن ٻه قسم جي چڪ ڪونه هئي، جيڪا منهنجي جسم ۾ گدگدي پيدا ڪري، جيڪا منهنجي جسم ۾ لهرن جهڙي مستي پيدا ڪري، جيڪا منهنجي جسم ۾ گرمي پيدا ڪري. . . الٽو هن اگهاڙي وجود مون کي ڀيانڪ خوف ۾ وڪوڙي ڇڏيو هو، ايڏو خوف، جو منهنجو جسم ديوار سان آهستي آهستي سسڪندو اچي پٽ سان لڳو.

مون کي بيهوشي جهڙي حالت ۾ ڏسي، هوءَ ٽپ ڏيئي اُٿي. منهنجي ڳلن ۽ وارن کي هٿ لاهي: "ڇا ٿيو؟، ڇا ٿيو؟؟"

هڪ لفظ ڳالهائڻ کان سواءِ اوچتو آئون نارمل ڪيفيت ۾ اچي ويس، ته هوءَ تيزي سان ڪپڙا پائڻ لڳي هئي. ڪپڙا پائي ٻاهر وڃڻ مهل سنهڙي آواز ۾: "پيسا ڇو... پاگل لوگ."

هن جي ڪچي گار ڏيڻ کان پوءِ، مون متس آخري نظر ڦيرائي، ته سندس قميص جو پويون پلو ڪانچ ۾ اٽڪل هو. سوڙهي ڪانچ سبب سندس پويون نازڪ عضوو ٻاهر نڪتل هو ڪار جي ڊگيءَ وانگر. . .



## (2)

زندگيءَ ۾ پهريون دفعو طوائف گهر ۾ هڪڙي طوائف سان ڏهه منٽ سوڙهي ۽ بدبودار ڪمري ۾ وقت گذارڻ جي قيمت ڇهه سئو روپيا ڏيڻ کان پوءِ مون کي ڀرپور احساس ٿيو ته عورت طوائف ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي عورت پڻي کي ماري ڇڏيندي آهي. هوءَ هڪڙو اهڙو بي جان وجود بڻجي ويندي آهي، جنهن ۾ ڪوبه احساس ناهي هوندو. هن خيال سان گڏ اها سوچ ٻه ڪنهن ديوار جيان منهنجي سامهون بيهي رهي، ته هاڻي ڪنهن ٻه طوائف سان ملاقات نٿو ڪري سگهان. ڇاڪاڻ ته طوائف نگر سان تعلق رکندڙ هر هڪ فرد لاءِ پئسو خدا آهي، اهي ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ جسمن جو واپار ڪندا آهن ۽ آئون ڪنگال ماڻهو... صفا بکيو ٽاٽ!!

اڄان هلڪيون هلڪيون سوچون ذهن تي سوار هيون، ته منهنجي پرسان ويٺل ساجن ڪتاب ٽيبل تي رکي، آرس ڀڃي، دروازي کي ڪڙي ڏيئي، اچي منهنجي منتشر وجود سان مستي ڪرڻ لڳو. مون ڪافي ڀري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر حسبِ معمول منهنجي سُتل نازڪ عضوي کي جاڳائڻ لڳو. نازڪ عضوي جو ڇا جاڳڻ، اک ڇنڀ ۾ سموريون سوچون اُڏامي ويون. . .

صبح سويري ساجن يونيورسٽي هليو ويو سندس گهڻي اصرار کان پوءِ ٻه آئون يونيورسٽي نه ويس. صبح ساڻ ئي منهنجي جسم ۾ خالي پڻي واري ڪيفيت حاوي ٿي چڪي هئي. ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه اچي رهي هئي، ايتري تائين جو فليٽ جي دريءَ مان ايندڙ گاڏين

جو آواز ڪتن جي ڀونڪار لڳي رهيو هو. اوچتو ئي واري روم ۾
رهندڙ هڪ دوست چانهه کڻي آيو. چانهه پي، سگريٽ دکايو.
مسلسل چند سگريٽ ڇڪڻ کان پوءِ بي چين ذهن هن ڳالهه تي
بيهي رهيو ته مونکي طوائف نگر ڏانهن پنڌ هرصورت ۾ ڪرڻو
آهي... انهيءَ لاءِ شاهه عالم سان رابطي ۾ اچان، خفتي ماڻهو آ. متان
ڪو رستو ڪڍي ڏي.

آئون يڪدم ڪلاس پائي ۽ ترڙ نياڳي ڪردار شاهه عالم وٽ
آيس. پهرين وڏا ٽهڪ ڏيڻ لڳو، هر هر چئي رهيو هو ته: "ڪامريڊ!
توهان کي ڇا ٿي ويو آهي!!؟"

منهنجي گهڻي اصرار کان پوءِ چيائين: "مون کي ٻاهر جي دنيا
جي خبر ڪونهي، پر اسان جي معاشري ۾ چڪلا پوليس،
بيوروڪريٽس ۽ سياستدانن جي سرپرستي هيٺ هلندا آهن. سو
هڪڙو بااثر دوست آهي، ان سان رابطو ڪريون ٿا. وڌيڪ ڪٿي
تنهنجي قسمت!!"

شاهه عالم دوست سان رابطو ڪيو. ان اميد ڏيکاري، ته اسان
يڪدم سندس بنگلي تي آياسين. لنچ ڪري اجان ڪل پوڳ ڪري
رهيا هئاسين. ته هڪ اڌڙوٽ عمر جي عورت مسڪرائيندي ڪمري ۾
آئي. ڪجهه دير حال احوال ڪرڻ کان پوءِ شاهه عالم جي دوست
آفيسراڻي انداز ۾ اڌڙوٽ عورت کي چيو: "هي نوجوان پنهنجو ماڻهو
آهي. يونيورسٽي ۾ پڙهي ٿو طوائفن جي سماجي زندگي تي ريسرچ
ڪرڻ چاهي ٿو سو ڪوٺي تي ايندو رهندو پارت آهي."

اڌڙوٽ عورت چپن تي مرڪ آڻيندي: "بس هاڻي ڇڏي ڏيو.
(ڪجهه دير ترسي) سر! بس ننڍي صاحب کي پارت ڪري ڇڏيو
ڪافي تنگ ٿو ڪري."

"ٺيڪ آهي ٺيڪ آهي."

ڪجهه دير کان پوءِ اڌڙوٽ عورت رواني ٿي ويئي. شاهه عالم جي
دوست چانهه جو ڍڪ ڀري، مون ڏانهن مخاطب ٿي: "اها حيدرآباد



۾ هڪ چڪلو هلائيندڙ آنٽي هئي. بس. تون سڀاڻي هن جي چڪلي
تي ٻي ڪٽڪو ٿي وڃجان، پر هي آنٽيون وڏيون پيڪ چ... ذهنيت جون
مالڪ هونديون آهن. تنهن ڪري جيڪڏهن توکي ريسرچ ڪرڻي
آهي ته همت توکي ڪرڻي پوندي.." (شاهه عالم وچ ۾ ڳالهائيندي
باقاعده پڙوو ٿي ڪم ڪرڻو پوندو."

"هاهاهاهاهاها." (اسان سڀ ٽهڪ ڏيون ٿا)

سگريٽ جو ڪش هڻنديءَ "بلڪل، عالم صحيح پيو چوي. هي
فقط پئسي جون يار آهن."

"سر! توهان جي خيال ۾ ان جو ڪو خاص سبب!!؟"

آفيسراڻي انداز ۾: "ڪيترائي سبب آهن... ڏسو هن سڄي
ڪاروبار جو تعلق ئي پئسي سان آهي. ۽ هي جيڪي چڪلا هلائيندڙ
آنٽيون هونديون آهن. انهن ۾ گهڻيون ته پنهنجي جواني ۾ طوائف
هونديون آهن... پوءِ ڪيترين ئي چالاڪ طوائفون. جنسي ڪشش
ختم ٿيڻ کان پوءِ وري بااثر ماڻهن جي شفقت هيٺ جسم فروشي جو
ڪاروبار ڪنديون آهن."

"وڏا! پوءِ ته اهي تجربي جي حساب سان شاطر هونديون؟" (شاهه
عالم البيلي انداز ۾ سوال ڪيو.)

"شاطر جي ڪا ڳالهه آهي ڇا...!! (سگريٽ جو ڊگهو ڪش هڻي،
سگريٽ جو ڦلو ايش ٽري ۾ ڇاڻي) هن دنيا ۾ اها ڳالهه مشهور آهي، ته
هڪڙي آنٽي پوري محلي کي خراب ڪندي آهي، ائين جيئن هڪڙو
چالو ڇوڪرو پوري پاڙي کي ڪاريندو آهي."

"هاهاهاهاها." (اسان سڀ ٽهڪ ڏيون ٿا. آفيسر کلندي کلندي
ڪنگهي پوي ٿو.)

شاهه عالم جي دوست کان موڪلائي، اسان فليٽ تي آياسين.
شام ڌاري آئون حيدرآباد جي هڪ گنجان علائقي ۾ هڪ پراڻي
اسٽائل تي ٺهيل گهر ۾ ڪارو ڪاروبار هلائيندڙ آنٽي فرزانه جي
ڪوٺي تي آيس. آنٽي ڏاڍي شفقت سان ملي، پر ڳالهين ئي ڳالهين ۾

شريف زادي هجڻ جا مختلف ثبوت ڏيئي رهي هئي. هوءَ هر هر هي جملو بغير ڪنهن ڦڪائي جي، ڪاروباري انداز ۾ چئي رهي هئي ته "بس، هي دنيا ڪاروبار آهي. اسان جو به هي ننڍڙو ڪاروبار آهي." مون ڪي ڏکيي خاموشي ۾ ڏسي، پان جي ٽڪ پرسان پيپل ۾ سٽ بن ۾ اُڇلائي، حيرت واري لهجي ۾: "ها، توهان ڪي اوچتو ڪيئن ڪوئي واريون ياد اچي ويون...!؟"

"بس آنٽي! اتفاق يا حادثو چئو."

ڪجهه دير ڪچهري ڪرڻ کان پوءِ مون ڪي دل ئي دل ۾ يقين ٿي ويو ته هتي پڙوو تي ڪم ڪرڻ کان سواءِ ڪم ڪونه هلندو. واپس موٽي فليٽ تي آيس. ڏکي سوچ ويچار ڪرڻ لڳس، ته آخر ڇا ڪريان...؟؟؟ جيڪڏهن دلال تي ڪم ڪريان، ته به ڪيئن...!!؟ نيٺ منهنجو ذهن هن ڳالهه تي بيٺو ته، آنٽي جي دل ۾ جاءِ ٺاهڻ جو هڪ ئي طريقو آهي ته آنٽي جو موبائل نمبر ۽ سندس ڪوٺي جو پتو پنهنجي دوستن کي ڏيان ۽ اهي ٻئي طرف وڃڻ بدران منهنجو نالو وٺي، اڏي تي اچن ۽ مون اهوئي ڪيو هو.

اهڙي ريت ڪافي دوست منهنجو نالو وٺي اڏي تي ايندا رهيا. آنٽي به منهنجي عمل کان تمام گهڻو متاثر ٿي، پر اجان اها عزت نه هئي، جنهن جي تلاش ۾ هئس. عجيب اتفاق ڏسو ته هن ئي عرصي ۾ اوچتو هڪ رات شاهه عالم، سردار غلام حيدر جي خوبصورت بنگلي جي سنواريل روم اندر هلڪي لائٽ جي روشني ۾ اسڪاچ بوتل کولي. دورانِ ڪمپني مدهوشيءَ واري عالم ۾ اوچتو من اندر ۾ دفن ڳالهڙيون ڪرڻ لڳو: "يار سرمد! آئون حيران آهيان، ته ماڻهو پاڻ کي ريجهائڻ لاءِ عجيب عجيب شوق پورا ڪندا آهن!!. . . ڪڏهن ڪڏهن پنڙيءَ پاڻ کان ڪي چند سال وڏو هوندو باذوق نوجوان آهي، پر حد درجي جو عياش باز آهي. هر مهيني يا ٻئي مهيني حيدرآباد اچي انتها درجي جي خوبصورت ڇوڪرين سان رنگ رليون ڪندو آهي. . "سيل پيڪ



مال" گهرائيندو آهي. . " (شاهه عالم وقفي وقفي سان حالِ دل ٻڌائي رهيو هو. آئون ڪنهن لالچي شخص جيان دل ۾ سوچي رهيو هئس ته جيڪڏهن هڪ دفعو منهنجي معرفت آنٽي فرزانه کان مال گهرائي، ته پوءِ لڪ ٿي ويندي) "پر يار سرمد!!. . . هاهاهاهاها. . . ڇا ٻڌايان...!!"
(شاهه عالم ڏکي ماٺ ۾ هليو ويو.)

"ڇو اهڙي ڪهڙي ڳالهه آهي!!؟"

مڌ جو وڏو ڍڪ پيري، سگريٽ دُکائي، خماريل لهجي ۾: "پر... يار! ۾ هڪڙي عادت خراب آهي، پنج منٽ پوئتي آهي... بس يار! هر ڪنهن جا پنهنجا پنهنجا شوق آهن."

"ها، شوق جو ڪو ملهه ئي ڪونهي."

"هاهاهاها... سرمد! وڏي ڳالهه ٻڌايان، منهنجي ساٿس جنسي سنگت آهي. هو جڏهن به حيدرآباد ايندو آهي، ته هڪ ڏينهن پهرين آئون سندس بيٽري چارج ڪندو آهيان، پوءِ... پوءِ هو مهانگي اگهه تي ڪنواري ڇوڪري گهرائيندو آهي."

"بس عالم! عجيب رنگ آهن."

"پر يار! ماڻهو پيلو... ڪلٽو رلٽو ملٽو اوکي سوکي ۾ ڪم اچڻ وارو ماڻهو."

"بس اها ئي وڏي خوبي آهي عالم... عالم يار! مون واري ڪم جو بهتر ڪڙتيل نه پيو نڪري، آنٽي سونت ئي ڪونه پئي ڏي سو ڪڏهن سردار سان حجت ڪر، ته هو آنٽي فرزانه واري ڪوٺي تان "مال" گهرائي، ته واهه واهه ٿي وڃي. توکي ته خبر آهي طوائف گهر هلائيندڙ ماڻهن جي نفسيات جي!!"

"ها، ڇو نه. ايندڙ هفتي ايندو پهرين اها ڳالهه."

"يار عالم! تنهنجا مون تي لک احسان."

شراب جو ڏکو ڍڪ پيري، گلاس ٽيبل تي رکي، ٿڙندي ٿڙندي دروازي کي لاڪ ڪري، اوچتو شاهه عالم منهنجي پيرن تي ڪِري پيو: "يار عالم! ڇا ٿو ڪرين، صفا مياري نه ڪر."

"سرمد! منهنجي طلب پوري ڪر. انڪار نہ ڪجان پليز!!"

آئون خاموش رهيس. مون سمجهيو يار کي نشا چڙهي ويا آهن، پر اوچتو منهنجي ٽائوزر کي هيٺ ڪري پنهنجي پياسي وجود کي قرار ڏيندي، مون کي "فارغ" ڪري ڇڏيائين. عالم جي هن عمل منهنجا نشا ئي اُڏائي ڇڏيا. جيئن ئي ستو، تہ آئون بنگلي جي لان ۾ ڪرسي رکي، تارن سان ڀريل آسمان کي مسلسل تڪيندو رهيس. هڪڙي ئي سوچ ذهن تي هئي: "وقت خبرناهي ڪٿي پهچائي ڇڏيو آهي. زندگي جي سفر ۾ عجيب افسانہ لکجي رهيا آهن... آئون ڪٿان ڪان ڪٿي پهچي چڪو آهيان."

اوچتو سوچ پلٽو کاڌو مون تي هڪڙي جنسي ڪيفيت سوار ٿي ويئي. ايتري تائين جو اڌ سگريٽ لان ۾ اڇلائي، روم ۾ آيس. شاهہ عالم اوندو منهن ڪري ستو پيو هو. دروازي کي ڪڙي ڏيئي، آئون سندس ڪپڙا لاهڻ لڳس. هن ٿورو انڪار ڪيو پوءِ راضي ٿي ويو. مون سندس سڄو جسم چٽيو ايتري شهوت سوار ٿي ويئي، جو سڄي رات جسم حرڪت ۾ رهيو هو.

انهي رات کان پوءِ آئون حد درجي جو جنس پرست ٿي ويس. منهنجي سڄي ذهني ڪيفيت تبديل ٿي وئي. آئون ڏينهن رات شاهہ عالم سان گڏ هوندو هئس، سندس لسي جسم تي چپ ترڪائڻ ۾ ايڏو مزو اچي ويو جو مون کان يونيورسٽي وسري ويئي. منهنجا ڪيترائي ڪامريڊ دوست ڪٿو ڪٿو ٿي ڏار ٿي ويا هئا. منهنجي زندگي سيڪس، شراب ۽ سگريٽن تائين محدود ٿي چڪي هئي.

شاهہ عالم بہ مون تي فدا ٿي پيو هو. هو چمار ۾ مون جيڏو هو پر سهٽائپ ۾ مون کان وڌيڪ سهٽو هو. هو چاهي ها، تہ ڪنهن بہ ئي در پنهنجي گدگدي ختم ڪرائي سگهيو پئي، پر هن جي مون سانوري شخص سان اهڙي لڳي، جو صفا هٿ ڪيو. هن انوکي محبت سبب منهنجو طوائف نگر جي لڪيل دنيا تي هلندڙ ڪم اتي ئي رهجي ويو. جتي ڇڏيو هو. زندگي هڪڙي نئين گس تي سفر ڪرڻ لڳي هئي.



جنهن گس جي خبر ئي ڪونہ هئي. اڪيلائي جي لمحن ۾ اڪثر سوچيندو هئس، تہ آئون پنڌي تان لهي چڪو آهيان. ساجن بہ ميسيجن تي وڏي ڄُٽ ڪندو هو پر هڪڙي چڙي چانڊ کي آرام ۽ آسائش سان ڀريل رنگين زندگي ملي پوي، تہ هو هوائن ۾ لڏندو آهي.

هڪ دفعي گهت هٽي، ساجن وٽ آيس. ساجن چڱي ڏيڙات پٽي تہ "پنهنجي زندگي جي فلم ۾ اهي ماٺهو ڪاسٽ نہ ڪر، جن جي ڪري متان تون هڪ فلاپ ماٺهو ٿي رهجي وڃين. پليز! لچڻ ڪر، اجائي احمقاڻين خواهشن ۽ جهنجهٽن مان جان ڇڏائي، پنهنجي آشا ۽ نراشا واري ڪيفيت ڏانهن موٽي اچ... سرمد! تون پاڻ چوندو هئين تہ اپٽي گهوٽ، تہ نشا ٿيوي پر اج تون پنهنجون سموريون مٽيرايون ڇڏيہ ڪاڻائو پٽ جيان رلي اوڏي سمهي پيو آهين!! (مون کي خاموش ڏسي) پليز سرمد! موٽي اچ، پنهنجي اصل راهہ طرف."

ساجن جي ڏکهي ليڪچر منهنجي ذهن جي بند ٿي ويل درين کي هڪ پل لاءِ ٻيهر کولي ڇڏيو هو. آئون محسوس ڪرڻ لڳس، تہ واقعي! آئون پنهنجي اصل راهہ تان ٿڙي ٻاٽ تاريڪ سرنگهن طرف سفر ڪري رهيو آهيان. اجان پاڻ تي پاڻ ويچاري رهيو هئس، تہ ساجن چور نظرن سان هيڏانهن هوڏانهن ڏسي، آهستڙي آهستڙي پنهنجو هٿ، مون واري نازڪ عضوي ۾ وجهي مهٽڻ لڳو تہ سموريون آشا ۽ نراشا واريون ڪيفيتون اُڏامي ويون. منهنجو من ٻيهر اُڇل کائڻ لڳو هو ساجن جي اگهاڙي وجود طرف.

ڏکهي چاڻا چاٽي دوران اوچتو مون کي خبرناهي ڇا ٿي ويو. هينئڙو منجهڻ لڳو. الٽي اچڻ جهڙي ڪيفيت سڄي وجود کي رهڙون ڏيڻ لڳي، روح جي ميلاپ کان سواءِ جنسي ميلاپ ڪرڻ روح سان دوکو آهي. روح سان دوکو ڪندڙ ماٺهو شيزوفرينيا جهڙين نفسياتي بيمارين جو شڪار ٿي، پنهنجي پاڻ کان وڃائجي ويندا آهن. مون کي بہ ڪجهہ ائين محسوس ٿي رهيو هو منهنجو وجود، ڄڻ منهنجي لاءِ بار بڻجي چڪو هو.

اڻ وڻندڙ ڪيفيت ۽ ڦٽڪندڙ خيالن کان تنگ ٿي، فليٽ کان ٻاهر نڪري آيس. پلازه اڳيان بند پيل دڪانن جي دڪي تي ويهي، هلڪي سرد هوا ۾ ساهه کڻڻ لڳس. هاڻي ائين محسوس ٿي رهيو هو ته وجود جڻ ڪنهن ٻوساٽيل ڪمري ۾ قيد هو. ڊگهي دير تائين، اڪيلو تنها ماحول ۾ ويٺو رهيس. ڪنهن ڪنهن مهل روڊ تان وهندڙ تيز رفتار گاڏيون تنها ماحول ۾ ڏار وجهي رهيون هيون... اوچتو چند ڪلاڪن اندر من جي ڪيفيت ايتري بدلجي ويئي، جڻ ساحل جي ڪناري تي آئون ڏاهوڪين ڇورين سان گڏ لغڙ اُڏاري رهيو هجان.

ماڪٽي ننڊ جو پهر هو. هلڪي سرد هوا ۽ سگريٽن جي ڪوساڻ ٻيهر ذهن ۾ هلچل پيدا ڪئي، آئون سوچڻ لڳس. سوچون هن نتيجي طرف وڃي رهيون هيون، ته آئون ٻي پاڙي ول جيان وڌي رهيو آهيان. منهنجو هي سفر هڪ ڏينهن منهنجي هستي کي فنا ڪري ڇڏيندو. تنهن ڪري مون کي سفر جو رخ تبديل ڪرڻ گهرجي. پنهنجي لتاڙيل خوابن طرف موٽ کائڻ گهرجي، اهي گلاب جي پنکڙين جهڙا نازڪ خواب. جيڪي ور وڪڙ وارن رستن تي هلڻ سبب پنهنجي معنيٰ وڃائي ويٺا آهن... ڊگهي دير تائين خيالن جي رڻ ۾ ڊوڙڻ کان پوءِ فليٽ تي آيس. ساجن کونگهرا هڻي رهيو هو. آئون سندس پرسان سمهي رهيس، پر ننڊ نه اچي رهي هئي. مسلسل لڇندي لڇندي سج اُڀاري ڇڏيو.

ساجن اٿڻ سان پهريون سوال ڪيو. "رات توکي اوچتو ڇا ٿيو هو!!؟"

"... يار! منهنجي زندگي سينڌوچ بڻجي چڪي آهي. سمورا خواب، رنگ ۽ گيت ٽڪرا ٽڪر ٿي چڪا آهن... مون کي پنهنجي شخصيت تي سرسري نظر ڦيرائڻ گهرجي، رات ڪافي دير تائين سوچ ويچار ڪئي آهي."

"اڇا!! پوءِ ڇا سوچيو آهي!!؟"

"هن نتيجن تي پهتو آهيان، يا تماشبين بڻجي ويل انساني وجودن جي ڪٿان لڪان يا وري امان جي پوتيءَ ۾ ويڙهيل پتڪڙن



سپنن جي ساڀيان لاءِ ڪورس جا ڪتاب گهوٽي پيئان... بس اهي ئي ٻه رستا آهن."

"هڪ بهتر رستا آهن. اُٿ تيار ٿي، هلون يونيورسٽي."

اوچتو من جون ڪيفيتون بدلجي ويون. آئون ٽپ ڏيئي اُٿي، تيار ٿي، يونيورسٽي پهتس. ڪافي ڏينهن کان پوءِ ڪلاس ۾ اچڻ ۽ سمورا ڪلاس دلچسپي سان اٽينڊ ڪرڻ تي، منهنجي هڪ ڪلاس فيلو حيرت مان پڇيو: "سرمد! تبديلي نظر پئي اچي!؟"

"هاهاهاها. بس! ڊگهو بنواس ڪاٽڻ کان پوءِ ڪجهه تبديلي ضروري آهي."

"ها يار! ڊگهو ٿياڳ هو."

"بس! ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو زندگي جي ننڍڙن ننڍڙن رازن، سڀني ۽ خوشين جي ڳولا ۾ صحرا جيڏو سفر ڪرڻ تي مجبور ٿي پوندو آهي."

اسان ڪچهري ڪري رهيا هئاسين، ته اوچتو شاهه عالم جي ڪال آئي: "پيارا! صفا گم، ڪالون به اٽينڊ نه پيو ڪرين، خير ته آهي.!؟"

"بس يار! رويرو ٻڌائيندس."

"اڇا! ٻي ڳالهه ٻڌ. اڄ مون وارو يار سردار اچي پيو حيدرآباد. پوءِ جيئن چئو!!؟"

خبرناهي مون کي ڇا ٿي ويو. نازڪ خوابن کي لتاڙي مون ٽُئل لفظن ۾ چئي ڏنو هو: "اڇا!. پوءِ مون وارو ڪم ضرور ڪجان... آئون اڄ ئي وڃان ٿو آنٽي وٽ."

ٻئي ڏينهن سردار غلام حيدر منهنجي معرفت آنٽي فرزانه کان هڪ بيحد سهڻي ڇوڪري مهانگي اگهه تي گهرائي. انهيءَ ڏينهن آنٽي، پنهنجي ڪوٺي تي ڪم ڪندڙ سيني دلالن ۽ طوائفن کي حڪم ڪيو هو ته، "هي شخص منهنجو ذاتي ماڻهو آهي." آنٽي جي هن جملي کان پوءِ آئون اندر ئي اندر ۾ خوش ٿيڻ لڳس، پر اها خوشي هڪ مئل روح جي هئي. ساجن جي روم تي آيس، ته هو ڪونه هو. آئون پيانڪ ۽ ايذاءُ ڏيندڙ خيالن ۾ وڪوڙجي ويس، جڻ منهنجي وجود مٿان

ريل هلي رهي هئي. منهنجو ذهن پاڻ سان پاڻ هم ڪلامي ڪرڻ لڳو. "تون وڏو ڀڙوو آهين... دلال آهين... سوداگر آهين... ڪمبخت آهين... تو تہ ماني لاءِ سرگردان وجودن جي ڏکن، دردن، پيڙائن ۽ خواهشن کي قلم بند ڪرڻ لاءِ طوائف نگر ڏانهن پنڌ ڪيو هو اڄ تو پاڻ هڪ سُندر وجود جي عظمت جو سودو ڪري، پنهنجي سپنن سان ريپ ڪيو آهي." منهنجي اندر جو انسان مون کي چڙٻون، ڌڙڪا، لعنتون ۽ پونبا ڏيئي رهيو هو. جڻ ڪو منهنجي وجود کي ڏنڀ ڏيئي رهيو هو.

اوچتو ايذاءُ ڏيندڙ سوچن تي سانت ڇانئجي ويئي. روم تي سناٽي جهڙو ماحول هو. آڱرين ۾ هڪڙو سگريٽ سڙي رک ٿي رهيو هو، تہ پيو چوٽي رهيو هو. آئون مسلسل وات مان نڪرندڙ دونهين جي ڪڪرن کي ڏسي رهيو هئس. دونهين جي ڪڪرن پنهنجون سرگوشيون بند ڪيون، تہ پيهر مون تي ڏکي ملامتي ڪيفيت سوار ٿي ويئي هئي. هن دفعي جي ڪيفيت ايترو ايذاءُ ڏيڻ لڳي، جڻ ڪو وحشي ماڻهو منهنجي زخمي وجود جا ٽانڪا اُڌيڙي رهيو هجي.

ايذاءُ کان تنگ ٿي، آئون فليٽ تان ٽڙندي ٽڙندي هيٺ ويس. سگريٽن جو پاڪيٽ ورتي، پيهر پنهنجو سينو ساڙڻ لڳس، پر هن دفعي سگريٽن اُڌيڙيل من کي ٽانڪا ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. منهنجو ذهن، منهنجي ڪِريل عمل تي ٺوڪاري رهيو هو. هن ڏکي ملامتي ڪيفيت کان تنگ ٿي، پيهر فليٽ کان ٻاهر آيس. هر طرف هُل هو. ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ ڪيڏانهن وڃان...؟؟ ڇا ڪريان...؟؟؟ اوچتو خبرناهي ڇا ٿي ويو، سامهون ايندڙ رڪشا کي هٿ ڏنو. رڪشا وارو ويهي رهيو. آئون آنٽي جي ڪوٺي تي آيس. هوءَ پنهنجي دادلي پٽ سان گڏ ويٺي هئي. مون کي رات جو يارنهن وڳي ڌاري ڪوٺي تي ڏسي، چپن تي هلڪي مرڪ آڻي چوڻ لڳي: "پنهنجو ڪوٺو آهي، پاڻ بہ ڪمايو مون کي بہ ڏيو... بيٽا! خرچ وڌي ويا آهن."



آنٽي بنا ڪجهہ سوچڻ جي، آڌي رات جو طوائف گهر ۾ ڏسي مون کي "دلال" جو لقب ڏئي ڇڏيو هو. منهنجي زبان کان آواز رسي ويو هو. جڻ آنٽي منهنجي نبل جسم کي گهٽو ڏيئي ماري ڇڏيو هو. مون کي ڏکي ماٺ ۾ ڏسي، سوپاريون وات ۾ چٻاڙيندي: "آئون هاڻي گهر ٿي وڃان، هي ڪوٺي جون چابيون پاڻ وٽ رک، سڀاڻي ملنداسين."

آنٽي هلي ويئي پنهنجي پاڪ گهر ڏانهن. جتي سندس پريوار جي رهائش هئي. آئون ڪوٺي جو در اندران بند ڪري ورانڊي ۾ ويهي ڪوٺي جي درن، درين، ديوارن ۽ ٽڙيڪٽڙيل سامان کي ڏسڻ لڳس. ائين جيئن ڪو محقق پنهنجي ٽن اکين سان عجائب گهرن کي گهوريندو آهي. منهنجون بہ اکيون ۽ ذهن جون ڪيميرائون پوري طوائف گهر جي فوٽوگرافي ڪرڻ لڳيون.

ورانڊي ۾ ويهي ٻاهريون منظر ڏسڻ کان پوءِ هڪڙي ڪمري ۾ داخل ٿيس، جتي هڪڙو پراڻو پلنگ پيل هو. پلنگ تي وڇايل چادر تي بيشمار انساني تخليقي جُزي جا داغ جذب ٿيل هئا. آئون غور سان، انهن داغن کي ڏسڻ لڳس، جيڪي جڻ صدين تي مشتمل جواني، تخليق، وحشت، نفرت ۽ ڏاڍ مڙسي جي ڏکي تاريخ بيان ڪري رهيا هئا. انساني وجود مان پهريون دفعو تخليقي جُزي جو نڪرڻ، جواني جي علامت.. محبت سان انساني تخليقي جُزي جو ڪنهن وجود ۾ داخل ٿيڻ، تخليق جي علامت.. پر، محبت کان سواءِ انساني وجود مان تخليقي جُزي جو خارج ٿيڻ، وحشت، نفرت ۽ ڏاڍ مڙسي جي تاريخ بيان ڪرڻ..

پراڻي پلنگ تي وڇايل ميري چادر ۾ جذب ٿيل بيشمار انساني تخليقي جُزي جا داغ، هڪڙو اهڙو پورٽريٽ ٺاهي رهيا هئا، جيڪو شايد ئي ڪنهن مصور ڪينواس تي چٽيو هجي. جيڪڏهن ڪنهن پوسٽ جهڙو من رکندڙ آرٽسٽ چٽيو بہ هوندو، تہ پڪ سان آپگهات جهڙي خيال، سندس وجود کي ئي نپوڙي ڇڏيو هوندو.

ڪينواس تي لاوارث تخليقي مادي کي اهڙي ريت چٽڻ، جو ان مان ٻاهہ جون چڻنگون نڪرن، هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ ڪونهي.

اھا عورت ٿي آھي، جنھن کي باھ ڇُھي ٿي، تہ پيٽ سان ٿئي ٿي ۽ باھ جا ڪوئلا ڄڻي ٿي.

ڏگهي نظر جڏھن پلنگ کان ھيٺ پيل لوھ جي گندي ڏٻي ڏانھن ويئي، جيڪو شايد ڪمري جو ڊسٽ بن ھو. آئون لوھ جي ڏٻي کي غور سان ڏسان ٿو، جنھن اندر گٽڪي ۽ مين پڙي جون ٽڪون ۽ استعمال ٿيل ڪنڊم پيل ھئا. آئون سگريٽ دُکايان ٿو. مسلسل اکيون ڊسٽ بن تي پيل ھيون. طوائف نگر جو ڊسٽ بن. اڄوڪي مشرقي انساني معاشري جي تصوير پيش ڪري رھيو ھو.

مون کي اڄ بہ اھو ڊسٽ بن ياد آھي، جيڪو نہ صرف مشرقي انساني معاشري جي تصوير پيش ڪري رھيو ھو پر ان وقت ڪو معجزو ٿي پوي ھا، تہ ان گدلي ڊسٽ بن مان ڪيترائي ڇيڙن جھڙيون شڪليون رکندڙ ماڻھو ٽٽڪندي ٻاھر نڪرن ھا.

آئون مسلسل ڊسٽ بن کي تڪي رھيو ھئس. ڊسٽ بن، مون کي عجيب ڪھاڻيون ٻڌائي رھيو ھو انساني سماج جي ڪميڻائپ جون ڪھاڻيون!!

اوچتو مون کي ايڏي اُڃ لڳي، ڄڻ منھنجو پيٽ ڪنھن درياءَ وانگر سُڪي ويو ھجي. آئون ڏڳھن خيالن جي پاتال مان نڪري، پاڻي لاءِ ٻاھر آيس، جتي پاڻي جو ڪولر پيل ھو پر گلاس ڪونہ ھو. ٻُڪ ۾ پاڻي پي، اڃ اُجھايان ٿو. پاڻي جو خشڪ وجود ۾ ڇا وڃڻ، ڄڻ وجود ۾ ساھ پئجي ويو... باٿ روم ۾ ويھي پير پيشاب ڪري، ورانڊي کان ٻاھر اڱڻ تي پيل بئنچ تي ويھي، سگريٽ دُکايم... ھر طرف سناٽو ڇانيل ھو... سگريٽ جو آخري ڏگھو ڪش ھڻي، سمھڻ جي ارادي سان آنٽي واري ڪمري ۾ داخل ٿيس، تہ منھنجي پھرين نظر ڪمري جي آرسي تي پئي. اکيون ڦاڙي، پنھنجي صورت ڏسان ٿو. مون کي منھنجي صورت ڏنڌلي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، پريشان ٿيو وڃان. ٻيھر اکيون ويڪريون ڪري، ڀاڻ کي ڏسان ٿو تہ مون کي منھنجو چھرو ڏڪڙيل ڏڪڙيل ڏسڻ ۾ اچي ٿو. آئون انتھائي خوف ۾ وڪوڙجي وڃان ٿو.



اکيون ويڪريون ڪري روم کي ڏسان ٿو جتي صرف ڪارسڙي رنگ جي قالين تي چار کن وھاڻا پيل ھئا. ھڪڙي وھاڻي کي ٽيڪ ڏيئي، سگريٽ دُکايان ٿو. وات مان نڪرندڙ دونھين جي ڪڪرن کي ڏسندي ڏسندي، اوچتو نظرون ديوار تي لکيل سٽن طرف وڃي ٿيون. پر لفظ انتھائي ننڍڙا ھئا. پڙھي نہ سگھيس، تہ ديوار تي ڇا تحرير ٿيل آھي...

مسلسل ديوار تي لکيل سٽن کي ڏسندو رھيس، سرير اُٿڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ھو. جسم ٽڪجي ساٺو ٿي پيو ھو پر منتشر ذھن ھر ھر ڇئي رھيو ھو تہ اُٺي وڃي سٽون پڙھان. وجود ۽ ذھن جي وچ ۾ عجيب ڪشمڪش ھئي، انھي رات.

اوچتو اک لڳي ويئي. صبح نوين وڳي ڌاري گيٽ تيزيءَ سان کڙڪڻ لڳو. ننڍا ننڍا قدم کڻندي، اڌ اوجاڳيل اکين سان دروازو کوليو، تہ ھڪ نوجوان بيٺو ھو. منھنجي ڪجھ پڇڻ کان اڳ ڇپن تي مرڪ آڻي: "ننڊ ۾ ھئا ڇا؟"

"جي، حڪم؟"

"ڀائي! آئون ھتي ڪم ڪندو آھيان."

"اڇا!! اندر اچو." منھن ڌوئي، مون ھٿن جي اشارن سان دعا سلام ڪئي، تہ ھن يڪدم پھريون سوال ڪيو: "آنٽي وٽ ڪڏھن آيا؟" (اردو ۾)

"جي؟"

"منھنجو مطلب، آنٽي وٽ ڪڏھن کان ڪم پيا ڪريو؟"

صبح ساڻ ئي جسمن جو سودو ڪرائيندڙ ھڪڙي نوجوان دلال وٽان مليل "دلال" جو لقب، مون کي ڪاوڙ مان ڏنل ڪنھن ڀونڊي جيان لڳو ھو. ٻيھر پڇتاءَ ۽ ندامت واري ڪيفيت ذھن تي سوار ٿي ويئي، پنھنجي پاڻ تي سخت ڪاوڙ اچڻ لڳي. ڪا ورندي ڏيڻ ڪانسواءِ لالا جي ھوٽل تي آيس. چانھ پراٺو گھرايو. رات کان پيٽ بکايل ھو پر پراٺي کي گيھ ۾ ٻڏل ڏسي، ھينئڙو منجھڻ لڳو ھو. خبرناھي ڇو وڏي

عرصي تائين هوٽلن جي پراڻن ۽ نانن کي ڏسي، ڪراهت جهڙي ڪيفيت رڳ رڳ ۾ ڊوڙون پائيندي هئي. پيو تہ نهيو هوٽلن تي گيهہ وارا پراڻا ۽ نان مزي سان کائيندي، جنهن بہ شخص کي ڏسندو هئس، دل ۾ ڪچيون گاريون ڏيندو هئس. منهنجو من مڃيندو ئي ڪونہ هو تہ سامهون ويٺل چارو کائيندڙ شخص ڪو ماڻهو آهي.

ڪيڪ سان چانهہ پي، سگريٽ پيئندي پيئندي ڪوٺي تي آيس. اڃان ڪير بہ ڪونہ آيو هو. نوجوان دلال طوائفن جي بيٺڪ واري روم اندر ليٽيو پيو هو. مون کي ڏسي، چپن تي مرڪ آڻي:

"ناشتو ڪري آيا؟"

"جي."

نوجوان دلال ٻيهر ڳالهين ئي ڳالهين ۾ هر هر پڇڻ لڳو. "توهان جو هن دنيا ۾ ڪيترو تجربو آهي؟... ۽ آنٽي وٽ ڪڏهن کان ڪم پيا ڪريو؟؟"

نيٺ صبح ساڻ مون ڪيس هڪڙو شاندار ڪوڙ ٻڌايو. "آئون دلال نہ آهيان. آنٽي جي پٽ جو دوست آهيان."

منهنجي هن شاندار ڪوڙ تي يقين ڪندي، يڪدم همراهہ جي چهري جي ڪيفيت تبديل ٿي ويئي. اوچتو شرارتي انداز ۾: "اڇا!!"

"جي."

"توهان ڪڏهن کان دوست آهيو!!؟" (چپن تي مرڪ آڻي)

"بس، ڪجهہ مهينا ٿيا آهن."

"پوءِ رات ڪيتري دير تائين مستي ڪئي!؟"

نوجوان دلال جو شرارتي انداز ۾ پڇيل سوال، مون کي منجهائي ڇڏيو. مون کي چُپ ڏسي، محبت واري لهجي ۾: "هاڻي حجاب نہ ڪريو منهنجو بہ دوست آهي."

هاڻي هوريان هوريان مون کي ڳالهہ سمجهہ ۾ اچڻ لڳي، تہ آنٽي جو دادلو پٽ طوائفن سان گهڻو وقت گڏ رهڻ باوجود هم جنس پرست آهي. مون کي چُپ ڏسي، البيلي لهجي ۾: "يائي! ڇا ٿيو؟"



"يار! سوچي رهيو آهيان، تہ سوين طوائفن جي وچ ۾ رهي بہ ماڻهو هم جنس پرست هوندا آهن...!!"

"يائي! هر شيءِ جو پنهنجو مزو آهي!" (بنا ڪنهن ڍڪائي جي، بي تڪلف ٿي، البيلي لهجي ۾) "موڊ هجي، تہ ڪمپني ڪريون. وري ڪو گراهڪ يا طوائف اچي ويندي." (مون کي چُپ ڏسي) "مال صفا لسو آهي." (اک پڇيندي) "ڪري وٺون دل پشوري!"

آئون ٻهراڙي جو ماڻهو ڏکي تعجب ۾ ٻڏي چڪو هئس. طوائف نگر جي انوکي دنيا ۾ هر هر اهو ڪجهہ ٿي رهيو هو جيڪو ڪڏهن سوچيو بہ ڪونہ هو. مون کي ڏکي ماٺ ۾ ڏسي، تيزي سان گيٽ بند ڪري، منهنجي اڳيان اونڌو ٿي سمهي رهيو. آئون سندس اگهاڙي وجود کي ڏسڻ لڳس. مون کي ائين محسوس ٿي رهيو هو، ڄڻ همراهہ ٿوري دير پهرين ڪتان دل پشوري ڪري آيو آهي. منهنجي چپن تي هلڪي مرڪ ڏسي، اوچتو يڪدم سڌو ٿيندي: "يائي قسم سان نہ صبح تيل سان صرف مزو ورتو هو. يائي اچ، پليز."

نوجوان دلال جي انتها درجي جي طلب کي ڏسي، آئون اڃا ويچهو ئي مس ٿيو هئس، تہ در تي ٺڪ ٺڪ ٿي، دلال يڪدم پينٽ مٿي ڪندي: "شايد آنٽي اچي ويئي آهي."

آنٽي مون کي ڪمري ۾ ڏسي، هلڪو ٽهڪ ڏيئي، ڪمري ۾ آئي: "ڇورا پاڻي پيئار." (دلال پاڻي پري آيو. گرڙي ڪري پاڻي پي، ٿڌو ساهہ کڻندي) "اڃا تائين ڪابہ ڇڪلاڻ ڪونہ آئي. پيڻ چ... حرام خور، ڪتي جي نسل..." (اسان کي خاموش ڏسي) "سرمد بيٽي! هر طرف مسئلا ئي مسئلا آهن." (وات ۾ پان وجهي. پان وارو هٿ وارن سان اگهندي، هڪڙي اخباري رپورٽر جو نالو وٺندي) "اس پڙوي ڪو جانتي هو!!؟"

"نهين آنٽي ڪيون؟"

"اس ني سارا ڌنڌا تباهہ ڪرديا هي... هر روز پوليس ڪو شڪايت."

"مگر ڪيون!؟"

ڪاوڙ ۾ ٻاڙهي ڏيندي، "اس کي بيٽي کو مين ني يهان نهين رکا. اس ليي. (پان جي ٽڪ اڇلائيندي) بس هماري محلي مين کام نہ کرو."

"اچا!"

"اصل مسئلا نوٽون کا هي، سرمد ڀائي!!"

"اچا!!"

"اور کيا...!! يي رپورٽر بڙي کنجر هوتي هين."

"هان! ليکن آنٽي سڀ ايک جيسي نهين هين." منهنجي هن جملي کان پوءِ آنٽي مون ڏانهن ائين ڏسڻ لڳي، ڄڻ چئي رهي هجي، "تون اڃان ٻار آهين."

اڃان گاريال آنٽي جون گارين سان ڀرپور خبرون جاري هيون، تہ طوائفن جي اچڻ جو سلسلو شروع ٿيو. ڪي نائيٽ تي ويل هيون، ڪي گهران اچي رهيون هيون. ڏسندي ڏسندي گراهڪن جي اچڻ جو سلسلو بہ شروع ٿيو. آئون مسلسل ڏگهي غور ويچار سان هر چرپر کي ڏسي رهيو هئس، پر ڪنهن کي ائين محسوس نہ ڪرائي رهيو هئس تہ آئون هن ڪوٺي جو حصو ڪونہ آهيان. البتہ منهنجي لاءِ هي نئون شهر هو نئين بازار هئي، جتي سج کان وٺي وقت جي گهڙيال جي ٽِڪ ٽِڪ تائين سڀ ڪجهہ نئون هو نئون هو. . .



(3)

آنٽي فرزانہ جي ڪوٺي تي اڪثر اچڻ وڃڻ دوران مون کي هڪڙي سانوري، بانس وانگر ڊگهي ۽ سنهڙي چيلهہ واري، مٿان وري سندس اکيون!! خماريل اکين واري دوشيزه اڪثر گهوريندي هئي. هن جو نهارڻ، اڪثر مون کي ڏڪائي وجهندو هو.

هوءَ خاموش نيڻن وسيلي گهڻو ڪجهہ ڳالهائيندي هئي. آئون کيس خاموش نيڻن سان تڪيندو هئس. پورو هڪ مهينو گذري ويو نہ هوءَ ڪجهہ ڳالهائڻ لاءِ منهنجي ويجهو آئي، نہ آئون.

جيتوڻيڪ آئون آنٽي جي ڪوٺي تي هر طوائف سان مذاق مستي ڪندو هئس، اُهي بہ مون سان ڪنديون هيون. پر هن ڪڏهن بہ مون سان هڪ لفظ نہ ڳالهايو. اڪثر خاموش رهندي هئي. ڪو گراهڪ ايندو هو تہ چپن تي مسڪراهٽ آڻيندي هئي، تہ جيئن گراهڪ سندس طرف مائل ٿين. پر اها مرڪ پنهنجي جوهر ۾ بي جان هوندي هئي.

هر مرڪ ۽ هر نگاهہ جي پنهنجي پنهنجي ڪهاڻي هوندي آهي، پر اندر جي ڪيفيتن جي "گراهڪن" کي ڪهڙي سُڌ...!! اهي تہ صرف رنگين چهرو ڏسندا آهن. اهو ئي سبب آهي تہ ماڻهو پاڻ کي سنواريندو آهي، تہ جيئن گراهڪن اڳيان سهڻو لڳي. دل جي ڳالهہ اها آهي تہ هن گليمر جي دنيا، ماڻهو کي طوائف بڻائي ڇڏيو آهي.

وڏي ڳالهہ اها تہ ڪجهہ هفتن اندر، مون محسوس ڪيو هو تہ جڏهن بہ هوءَ ڪنهن گراهڪ سان گڏ ڪمري ۾ ويندي هئي، تہ آخري

نظر مون تي ڇڏيندي هئي. ان نظر ۾ جيڪو درد هوندو هو ان درد کي لفظن ۾ بيان نٿو ڪري سگهجي. جڏهن اهو درد مون مڪمل طور محسوس ڪيو، ته اڪيلائي ۾ روئندو هئس. پر ڇا ڪجي، نهارڻ کان اڳتي تعلق جوڙڻ لاءِ نه هوءَ قدم کڻندي هئي، نه وري آئون.

محبت رڳو شينهن کي گدڙ ناهي ڪندي، محبت ته سچو ڏينهن احساس ۽ جسمن سان راند ڪندڙن کي به ميڻ جيان پگهاري ڇڏيندي آهي. ڪنهن کي ڏسڻ سان دل جي ڌڙڪڻ وڌي وڃي، ته پڪ ڄاڻو اها محبت جي هڪڙي نشاني آهي.

نيٺ هڪ ڏينهن بهترين وجهه ڏسي، دل پڪي ڪندي، مون شبنم کي ٻانهن مان پڪڙي ويجهو آڻيندي چيو: "تون مون کي گهوري ڇو ٿي ڏسين؟"

هوءَ هٿ ڇڏائيندي، تيزيءَ سان رڌڻي ۾ هلي وئي. مون وري اتي پڪڙي، پنهنجي ٻانهن جو هار سندس ڳچي ۾ وجهي، ڀيهر پڇيومانس: "ٻڌاءِ نه؟"

چپن تي سهڻي مرڪ آڻي، پنهنجا نيڻ منهنجي چهري طرف ڪندي، ڪجهه پل خاموشي سان ڏسندي رهي. اوچتو منهنجي ڇاتي تي مُڪ هڻي، منهنجي ٻانهن کان ڇڏائي ڪمري ۾ هلي وئي. ڪمري ۾ وڃڻ تائين آئون مسلسل شبنم کي ڏسندو رهيس. اڄ هن پنهنجي دل جي سموري ڳالهه اکين وسيلي ٻڌائي ڇڏي هئي.

طوائف گهر ۾ مليل محبت جي تحفي، مون کي صفا سرمست بڻائي ڇڏيو هو. من جون سموريون بي رنگ ۽ اداس موسمون، ڪن پل ۾ بهارن ۾ تبديل ٿي ويون هيون. سڀ ڪجهه ڄاڻڻ کان پوءِ به سرمست منڙي اعتبار ئي نه پئي ڪيو ته مون نينهن جو ناتو هڪڙي طوائف سان جوڙيو آهي، جنهن وٽ محبت ڪمرشل ائڪٽوٽي آهي يا وري وقت گذارڻ لاءِ تفريحي سرگرمي.

ڪنهن جي دامن تي هزارين داغ هجن، پر محبت سمورن داغن کي ميساري ڇڏيندي آهي. محبت اڳيان سمورا عيب بي داغ ٿي پوندا



آهن. عقابي اکيون هجڻ باوجود منهنجي لاءِ شبنم، ڪنهن پويتر ناري کان گهٽ ڪونه هئي.

سچ لئي ڏاري شبنم کان موبائل نمبر وٺي، آئون شاهه عالم وٽ آيس. جسم ۾ محبت جي لهر گذرڻ سبب منهنجي چهري تي خوش مزاج ڪيفيت ڏسي، شاهه عالم ٻهريون سوال ڪيو ته: "سرمد! اڄ ڏاڍو ٽڙين پيو!؟"

"بس يار! زندگي جي فلسفي کي سمجهڻ واري جستجو سبب آيل ڏکين پيڙائن جي ڪري آئون صفا رُلي ويو هئس. اڄ ڪنهن مرڪي نهاريو، ته ڪن پل ۾ دل جي ويراني ماضي جو قصو بڻجي وئي آهي... يار شاهه عالم!! آخر هي سڀ ڪجهه ڇا آهي؟"

"ڇا مطلب؟"

"ڪنهن جي صرف نهارڻ سان ماڻهو پاڻ کي مڪمل سمجهندو آهي!!"

"اها حقيقت آهي، پر اڄ ڪلهه جون نگاهون فريبي آهن يار!! (آرس پچيندي) هن فيشني دنيا عشق جي ماءُ ڀيڻ هڪ ڪري ڇڏي آهي، پر تون اوچتو اڄ عاشقي واريون خبرون پيو ڪرين. خير ته آهي!؟"

"يار! محبت بنا گذارو ڪونهي. زندگي ۾ عشق جو سجدو ڪرڻ گهرجي."

"سرمد! لڳي ٿو ته ڪنهن جي نگاهن جو شڪار ٿيو آهين!؟" (چپن تي شرارتي مرڪ آڻيندي)

"ها يار! مون ڪنهن جي اکين ۾ پنهنجي دل جو شهر آباد ڏٺو آهي، سو هاڻي..." منهنجي ڳالهه اڌ ۾ ڪٽيندي، روايتي لهجي ۾: "رانجها! ظاهري مرڪ تي نه ڀلجان، زمانو ڪتو اٿئي، متان وري..."

"متان وري ڇا؟"

پنهنجي هٿ ۾ پيل منرل واٽر جي بوتل پريان اڇلائيندي، "اڄڪلهه جي محبت جو انجام چريو ٿيڻ آهي. سو ڏسجان، متان ڪٿبن ۾ ڦاسي نه پوين."

"پر يار عالم! گل بہ ڪنڊن جي گهيري ۾ هوندا آهن!"

"پوءِ ڇا گلن کي ڇڏي ڪنڊن سان محبت ڪجي!؟"

"يار گلن سان تہ هر ڪو محبت ڪري ٿو ڪڏهن ڪنڊن سان بہ پريت لڳائي ڏسجي، ڇا ٿو چوين!!؟"

"يار!... (گار ڏيندي) توهان اديب پائيندا تہ ٿلهي شيشي واري عينڪ آهيو، پر عقل ڪڙي ۾ هوندو آهي. اڄ ڪلهہ محبت، عشق پراڻي دور جون ڳالهيون ٿي چڪيون آهن، سرمد!!"

"ها، پر آئون ٿلهي شيشي واري عينڪ پائيندڙ اديب ڪونہ آهيان."

"پوءِ ڇو اڄي مٿو ڪاڏو اٿئي؟"

"يار شاهہ عالم! موچڙا ڪائيندين. توکي پيار جون خبرون بور پيون ڪن. ماٺو آهين يا!!؟"

"يا ڇا!؟" (چپن تي هلڪي مرڪ آڻيندي)

"يا سمجهي سگهين ٿو!"

"هاڻي ٻڌائي بہ صحيح تہ اصل ڪهاڻي ڇا آهي!؟" (شرارتي انداز ۾ مٿو کنيندي)

"يار! مون کي محبت ٿي چڪي آهي."

"ڪنهن سان!؟"

"آنٽي فرزانہ جي ڪوٺي ۾ ڪم ڪندڙ هڪڙي ڇوڪريءَ سان."

"هاهاهاها، ڇو اڄي چتو ٿيو آهين. طوائف ۽ محبت...!! نضيلت ڪر. جيڪڏهن تحقيقي ڪم ڪرڻ چاهين ٿو اهو ڪم ڪر. (مون کي خاموش ڏسي، حيرانگي مان) سرمد! چند روپين تي جسمن جو سودو ڪندڙ ماڻهن وٽ محبت هڪڙي وڊيو گيم آهي، بس...!!"

"يار شاهہ عالم! مون هن جي اکين جي اندر پريم جون پاشائون پڙهيون آهن."

"پهرين ٻڌائي، توکان وڌيڪ آئون رول آهيان يا تون!؟"

"تون."



"پوءِ مونکي پاشڻ نہ ڏي منهنجي اها ڳالهہ نوٽ ڪري ڇڏ. تہ جهڙي ريت گل فروشن وٽ گلن جو قدر ناهي هوندو ساڳي ريت جسم فروشن وٽ محبت جهڙي حساس جذبي جو قدر ناهي هوندو."

"ها! پر شاهہ عالم طوائفون پنهنجي پيٽ جي بک اُجهائڻ لاءِ چند سکن تي ظاهري وجود وڪڻنديون آهن، دل جو سودو ناهن ڪنديون."

"بس يار! عجيب ماڻهو آهين. جڏهن ڏنگجنديون. تڏهن خبر پوندي تہ جسم فروش ماڻهو خوبصورت سپنا ناهن ڏسندا!!"

"يار! صرف پاڪ دامن بہ سهڻا خواب ناهن ڏسندا...!! ڪڏهن ڪومايل ۽ دونهاتيل چهرن کي بہ آزمائڻ گهرجي."

جذباتي انداز ۾ هٽ ٻڌنديءَ "اسان جي آهي توبهہ. وڃ رنڊي سان عشق ڪر."

"ها ڪندس."

"پوءِ ڪئمپس ۾ بہ وٺي اچجان!"

"ها، وٺي ايندس. منهنجي لاءِ حالتن جي زنجيرن ۾ جڪڙيل ماڻهو ضمير فروشن کان عظيم آهن."

"چوا ڇي خوار ٿيو آهين. هل ماني کائڻ هلون."

"ها، آئون بي غيرت ئي سهي، پر آئون ڪڏهن بہ ان شخص کي بي غيرت ڪونہ چوندس، جيڪو ماني جي ٽڪر لاءِ جسم وڪڻي ٿو. منهنجي نظر ۾ بي غيرت اهو شخص آهي، جيڪو چند روپين لاءِ ضمير جو واپار ڪري ٿو، خوابن جو واپار ڪري ٿو. آدرش جو واپار ڪري ٿو گيتن جو واپار ڪري ٿو..."

"ڪامريڊ وڏا!! اسان هار مڃي، هلو ماني کائون."

هوٽل تي ماني کائڻ دوران شاهہ عالم پنهنجي چهري تي شرارتي ڪيفيت آڻي، ٻاڏي اک سان نظر اڇلائيندي "پوءِ ڪڏهن ڪڏهن اسان کي بہ..."

"ڏيکاري نہ، پنهنجي اصليت پڙوا."

"هاهاهاهاها"

"وري ڪلين ٿو. تنهنجو ڏوهه ڪونهي. تون شريف آهين نه!"

سنجيده ٿيندي: "يار سرمد! مذاق جو حق به ڪونهي، اسان دوستن کي. (ٻوڙ وارا هٿ ٽشو پيپر سان اگهڻ کان پوءِ بيٺي بيٺي) اڄ کان پوءِ توسان مذاق مستي نه ڪبي."

"يار!! مذاق ڪرڻ جو بلڪل حق آهي. پر لاوارث ۽ پيڙهيل ماڻهن تي ٺٺوليون ڪرڻ بهتر عمل ڪونهي."

"بس ٺهيو."

روم تي پهچڻ کانپوءِ اسان ڪافي دير تائين خاموش رهياسين. نيٺ شاهه عالم محبت واري لهجي ۾: "سرمد!"

مون کي چُپ ڏسي، وڏي سر شرارتي انداز ۾ رڙ ڪندي: "سرمد!!"

"ڦاٽ نه چا؟"

التجا وارن نيڻن سان: "پليز اچ."

"نه سوري."

"اچ نه..." (ٻارن جيان انگل ڪندي)

نيٺ شاهه عالم جي گهڻي اصرار کان پوءِ اسان ٿوري دير تائين چتا چاتي ڪئي. دوران چتا چاتي مون کيس چيو: "يار شاهه عالم! هڪڙو ڪم ڪر."

"ٻڌائي؟"

"سردار وارو بنگلو اڪثر بند هوندو آهي. سياڻي رات لاءِ چاٻي هٿ ڪري ڏي اسان ڪچهري ڪنداسين."

"صدقو وڃان!" (مون کي ماٺ ڏسي) "بس تنهنجي مرضي!!"

"بس يار! تون ڪونه سمجهندين. چا ماڻهو پنهنجي محبوب سان ملاقات به نه ڪري...!!"

بستري تان ٽپ ڏيئي اُٿي، لائيٽ ٻاري، بيٺي بيٺي: "پوءِ توهان اديبن ڪهڙي بڪواس شروع ڪئي آهي!؟"

"ڪهڙي بڪواس!؟"

"حقيقي محبت ۾ پرين سان ميلاپ غير قانوني عمل آهي."



"هاهاهاها، وڏو پڙهيو آهين. ڪنهن چيو غير قانوني عمل آهي!؟"

"اهي اديبڙا، ٻيو وري ڪيرا!"

"بس، انهن کي تون ڇڏي ڏي آئون انهن مان ڪونه آهيان. تون پليز! سياڻي چاٻي هٿ ڪري ڏي."

"ٺيڪ آهي، آئون چوڪيدار سان ڳالهائي ڇڏيندس. بس تون وڃجان، پر خيال ڪجان اهي طوائفون وڏيون ڪلاڙي آهن."

"ڪلاڙي مان چا مطلب!؟"

"بس، وقت توکي ٻڌائيندو."

"ٺيڪ آهي، هاڻي ماٺ ڪري سمهي رهو."

شاهه عالم وڦلندي وڦلندي سمهي رهيو. مون کي ننڊ نه اچي رهي هئي. هر هر شبنم جو نمبر ٽرائي ڪري رهيو هئس، پر مسلسل بند هو. منهنجي ذهن تي اهو خيال ٿي نه اچي رهيو هو. ته هوءَ هن وقت ڪنهن جي ٻاڪرن ۾ قيد هوندي، سندس تنهائيون پري ڪندي هوندي. بلڪ منهنجي ذهن تي هڪڙو ئي خيال گردش ڪري رهيو هو ته هوءَ ڪٿي هولناڪ ڪاري رات سان مقابلو ڪري رهي هوندي، سندس روح ڪٿي اوچنگارون ڏيئي رهيو هوندو... هوءَ ڪنهن مسيحا جي ڏکهي انتظار ۾ هوندي جيڪو اچي کيس ڏکهين ڪارين راتين مان نجات ڏياري..

آئون ڏکهين سوچن ۾ ٻڏي چڪو هئس. ننڊ هجرت ڪري چڪي هئي. ذهن تي فقط شبنم هئي، جيڪا لڇي رهي هئي، سڏڪا ڀري رهي هئي، ڪنهن ڪنهن وقت ايڏيون رڙيون ڪري رهي هئي، جو وڻن تي ويٺل پکي اُڏامي ٿي ويا. اوچتو چپن تي اٽڪيل سگريٽ ٽنگ تي ڪِري پيو ته ڏکهيون سوچون منتشر ٿي ويون. پوءِ به ڪافي دير تائين ذهن بي چين رهيو نيٺ پنهنجي ذهن ۽ دل کي دلاسو ڏيڻ لڳس، ته آئون شبنم جي نيڻن ۾ اٽڪيل خوابن جي ساپيان لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪندس. پنهنجي پاڻ کي ڏنل دلاسي کان پوءِ اوچتو اک لڳي ويئي، ٻئي ڏينهن صبح سويري شاهه عالم يونيورسٽي هلڻ لاءِ زوري اٿارڻ چاهيو پر مون انڪار ڪري ڇڏيو. اکيون ننڊ کان پري ٿيڻ لاءِ تيار نه هيون.

ڪنهن شخص کي دلاسو ڏيڻ برو عمل آهي، پر پنهنجي پاڻ کي دلاسو ڏيڻ سان هڪ ابنارمل ماڻهو نارمل بڻجي سگهي ٿو. من ئي من ۾ شبنم کي هڪ نئين زندگي ڏيڻ واري دلاسي، مون کي پرسڪون ننڊ عطا ڪئي. جيڪا ڪيترين راتين کان منهنجي اکين مان رسي چڪي هئي.

11 وڳي ڌاري اُٿي، ناشتو ڪري شبنم کي ڪال ڪيم. ته هن فون ڪنيو. منهنجي ڪجهه چوڻ کان اڳ چيائين: "آئون ڪوئٽي تي وڃان ٿي. تون اچ."

"آئون ڪوئٽي تي ڪونه ٿو اچان. مون سوچيو آهي ته اڄ رات پاڻ ڪنهن خاموش فضا ۾ دل جون ڳالهيون ڪريون."

"ٺيڪ آهي. سڄ لٿي ڌاري توسان رابطو ڪنديس."

"ٺيڪ آهي، ها شبنم..."

"ٻڌائي، ڇا؟"

"ٻڌايان...؟"

"هاڻي ٻڌائي يار!!"

"چمي ڏي يا ڏيان؟"

"جيئن تون چئو!!؟"

"پوءِ ڏي"

"هممممان، ٺيڪ آهي."

"ٺيڪ آهي. لويو."

شبنم جي ڏنل ڊگهي چمي، پوري سرير تي اثر ڇڏيو هو. آئون نکرڻ لڳس. من جو چنگ سُندر گيت ڳائڻ لڳو. منهنجي سڄي وجود جي ڪيفيت اهڙي ٿي ويئي، ڄڻ آئون مڪمل ٿي چڪو آهيان، پر اها ڪيفيت عارضي هئي، چند ڪلاڪن کان پوءِ هڪ نئين ڪيفيت جنم ورتو ته هاڻي سج لهي وڃي، اسان ملاقات ڪريون.

نيٺ هڪ ڊگهي انتظار کان پوءِ زمين تي پکڙيل روشني ڪروٽ بدلائي، اونداهين ۾ جيئندڙ شبنم آئي. اسان سردار غلام حيدر واري



بنگلي جي خوبصورت ڪمري ۾ آياسين. هر طرف هڪ ڊگهي ماٺ هئي. حالتن کان مجبور ٿي، هر روز جبر جي گهاٽي ۾ پيڙهجندڙ شبنم منهنجي سامهون پلنگ تي ويٺي هئي. ڪجهه دير تائين رڳو هڪ ٻئي کي ڏسندا رهياسين. لفظ اسان ٻنهي کان رُسي چڪا هئا. اکين وسيلي ڳالهائي رهيا هئاسين. اوچتو اڳرائي ڪندي مون شبنم کي چمي ڏني، ته سندس اکيون ٽمي پيون. آئون سندس اکيون چمڻ لڳس، ته شبنم پنهنجي چپن تي اٽڪيل ويڳاڻي مرڪ کي شڪست ڏيندي: "ڇا واقعي؟"

مون اکين سان "ها" ۾ جواب ڏنو ته هڪڙو ڊگهو سڏڪو ڀري ٿڌو ساهه کڻندي: "سرمد خبر ناهي ڇا ٿي ويو..."

"ڇو؟"

"... ماڻهن هزارين چميون ڏنيون، ڪجهه ڪونه ٿيو. تو هڪڙي چميءَ ڏني، ته اکين مان لڙڪ اچي ويا. (مون کي خاموش ڏسي) سرمد! اڄ پهريون دفعو اکين جو بادل خوشيءَ مان برسي پيو..." (آئون مسلسل عاجزي ڀريل نگاهن سان ڪيس ڏسي رهيو هئس. هوءَ منهنجي آڱرين کي پنهنجي آڱرين ۾ قابو رکندي، محبت واري انداز سان اڌوري من جون ڪوڙ ڳالهيون ٻڌائي رهي هئي.) "سرمد!! جنهن ڏينهن کان تون منهنجي زندگي ۾ آيو آهين، آئون مڪمل تبديل ٿي چڪي آهيان... هاڻي زندگي ڪجهه قدر پُرسڪون آهي."

"پر پاڻ ته اڄ مليا آهيون شبنم!!."

"ها، پر نينهن جا رشتا عجيب آهن... سچ ۾، جنهن ڏينهن کان توسان اک لڳي، انهي ڏينهن کان آئون، آئون ناهيان رهي سرمد!!... پوري سرير تي تنهنجي حڪمراني آهي، آئون هاڻي طوائف ناهيان رهي... هونئن به ڪا عورت طوائف ناهي هوندي هوءَ ته خدا جي وشال نيري اڀ هيٺ پنهنجي اڻ ڄاتل گناهن جي سزا ڀوڳيندي رهندي آهي (ٿڌو ساهه کڻندي) پر تنهنجي ملڻ کان پوءِ جيون جي دوزخ جو عذاب ڪجهه قدر ٿڌو ٿيندي نظر اچي رهيو آهي... سرمد! هاڻي ڪو جنسي

بگهڙ جسم چٽيندو آهي، تہ ڪراهت محسوس ٿيڻ سان گڏ جسم ۾ سُيون بہ لڳنديون آهن... (معصوميت واري لهجي ۾) آئون ذهني طور هڪ نئين جهان ۾ نڪري ويندي آهيان، جتي تون ۽ آئون هوندا آهيون. (چپن تي هڪڙي سهڻي مرڪ آڻڻ کان پوءِ اوچتو روئڻهارڪي لهجي ۾) سرمد!! پوءِ منهنجي جسم سان راند ڪندڙ بگهڙ، ڄڻ هڪ مٿل جسم سان زنا ڪري رهيا هوندا آهن، ٻيو ڪجهہ بہ نہ. . ."

آئون پنهنجي ماٿ ٽوڙي، شبنم کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳايان ٿو. هوءَ روئي پوي ٿي. شبنم جي اکين مان لڙڪن جي برسات ڏسي، مون کان اوڇنگار نڪري وڃي ٿي. پوءِ ٻئي ٻاڪر پائي روئون ٿا. ڪجهہ دير اوڇنگارون ڏيڻ کانپوءِ ٻئي ڄڻا اکيون اکين ۾ وجهي، هڪ ٻئي کي ڏسون ٿا. ڏسندي ئي ڏسندي چپ چپن سان اٽڪيو وڃن. ڊگهي ڪسنگ کان پوءِ ٻئي ڄڻا ٿڌا ساهہ کڻون ٿا، ڄڻ هڪ اوچائي وارو سفر پار ڪري آيا هجون.

آئون سگريٽ دُکايان ٿو. سگريٽ جو ڊگهو ڪش هڻڻ کان پوءِ دونهون ڪجهہ دير وات ۾ جهلي، البيلي انداز ۾ آهستي آهستي ٻاهر ڪيڻ لڳس، تہ هوءَ ننڍڙن ٻارن جيان دونهين کي ٻاڪر پائڻ لڳي هئي. ٻاراڻي لهجي ۾: "هاڻي آئون تنهنجي سگريٽ جو دونهون بہ ڪنهن کي ڏيڻ نہ ٿي چاهيان."

"سچي؟"

شرارتي انداز ۾ مِٺ پٽيندي: "ها."

آئون شوخ انداز ۾ سگريٽ جو ٻيو ڪش هڻي، دونهون ڪجهہ دير وات ۾ جهلي، نڪ مان ڪيڻ وارو هئس تہ اوچتو تيزي سان پنهنجا چپ منهنجي چپن تي رکندي، دونهون پنهنجي وجود ۾ داخل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. پر ٻنهي جو ساهہ منجهي پيو. پوءِ وڏا ٺهڪ ڏيڻ لڳاسين. مون کي ائين محسوس ٿيڻ لڳو ڄڻ اسان ننڍڙا ٻار هجون. ماني کائڻ کان پوءِ مون نوڙت واري لهجي ۾ چيو: "شبنم هڪڙي ڳالهہ پڇان...؟"



"ها!"

"چلو ڪوڻ ٿو پڇان."

"هاڻي ڇئو ڇا پڇڻو آهي!؟"

"شبنم! تون ھي "ڪم" ڇو ڪندي آهين؟؟"

هوءَ اکيون هيٺ جهڪائي، ڊگهي ماٺ ۾ هلي ويئي. ڪمري ۾ قبر جهڙي خاموشي ڇانئجي ويئي. آئون چُپ رهيس. ڊگهي ماٺ کان پوءِ اداس لهجي ۾: "هن نيري اڀ هيٺ آئون اڪيلي ناهيان. مون جهڙا انيڪ انسان آهن، جن جي ڄڻ تقدير ۾ لکيل آهي، هر رات نئون ماڻهو... سچ ٿڪجي سمهندو آهي، تہ اسان پرهہ ڦٽي تائين ٿڪل ماڻهن جي ٿڪ دُور ڪندا آهيون... سرمد! اسان ٿڪاوٽ پري ناهيون ڪندا، اسان زنده لاش بڻجي ويندا آهيون. پوءِ هوءَ وحشي بڻجي پنهنجي اندر جي غلاظت اسان جي جسم اندر پوريندا آهن... پوءِ جڏهن وحشي بگهڙ وڏا ساهہ پريندي سمهي پوندا آهن، تہ اسان پنهنجي وجود ۾ ٿهيل باٿروم مان سندن گند ٻاهر ڪيڍي گٽر ۾ لوڙهي ڇڏيندا آهيون... ..." (هوءَ مسلسل پنهنجو ۽ پاڻ جهڙين مجبور عورتن جو ڪيس پيش ڪري رهي هئي. مون کي ائين محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ ڪنهن ڇپ ڪپيل ناري کي زبان ملي هجي.) "سرمد!!... (ٿوري دير خاموش رهي، صفا مٿل لهجي ۾) سرمد!! پئسن عيوض ملندڙ جسم سان زنا ڪري سگهجي ٿو محبت نہ... ساڳي ريت طوائف سان ميلاپ ڪرڻ هڪڙو اهڙو زنا آهي، جيڪو اجازت سان ڪيو ويندو آهي، پر اها اجازت ظاهري هوندي آهي. هن اجازت پٺيان، مجبورين ۽ بيوسين جي هڪڙي ڊگهي ڪٿا لکيل هوندي آهي. . ."

هوءَ ڪافي دير تائين پاڻ جهڙين نارين جي پيڙائن سان ڀريل جيون جا داستان ٻڌائي، مون کي احساس ڏياري رهي هئي تہ هنن ڪارين راتين پٺيان هڪڙو وڏو درد لکيل آهي. هي شوق ناهي، هي مجبوري آهي. دورانِ گفتگو اوچتو مون نوڙت واري لهجي ۾ سوال ڪيو: "هڪڙي ڳالهہ آئون ڄاڻي سگهان ٿو شبنم؟؟"

پنهنجي شڪل چپن تي زبان ڦيرائي، اداس لهجي ۾: "ها پڏائي."

"اهو ئي پهرين وارو سوال، تون هن هانءِ ڏاريندڙ دنيا ۾ ڪيئن آئين؟؟"

منهنجي سوال سان، سندس چهري جو رنگ تبديل ٿي ويو. جڻ مون سندس روح جي حساس معاملي کي ڇيڙيو هجي. هوءَ خاموش نظرن سان ڏسڻ لڳي، اوچتو سندس اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا.

"شبنم ڇا ٿيو؟؟"

روئڻهارڪي لهجي ۾: "ڪجهه نه، تون پڌڻ چاهين ٿو؟" (مون کي خاموش ڏسي، ٿڌو ساهه کڻندي) "آئون پڙهندي هيس، پر امان جي وفات کان پوءِ سڄو گهر برباد ٿي ويو. مون تعليم ڇڏي ڏني، بابا ٻي شادي ڪئي... گهر ۾ آيل نئين عورت جو مون سان رويو بهتر نه هو هوءَ اڪثر مون سان وڙهندي هئي، صحيح طرح ماني به نه ڏيندي هئي... بابا کي نئين ڪنوار ملي هئي. اسان چار ڀينرون ڪيس ياد ئي ڪونه هيون سين. نيٺ مجبور ٿي، مون ۽ منهنجي ڀيڻ پاڙي ۾ رهندڙ هڪڙي سهيلي جي معرفت صحت مرڪز ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. ٿوري ئي عرصي ۾، اتي ئي ڪم ڪندڙ هڪ نوجوان سان منهنجو تعلق جڙيو... سچي ڳالهه اها آهي، هو مون کي وڻي ويو هو. هن جي اچڻ کان پوءِ آئون عشق ۾ صفا بتال ٿي چڪي هيس... هن پهرين محبت جي وڏي ڪهاڻي آهي..." (جيون جي ڪٿا پڌائيندي پڌائيندي، اوچتو هوءَ خاموش ٿي وئي، جڻ اڳتي لفظ سندس نڙي ۾ اٽڪي پيا هئا. آئون سگريٽ دکايان ٿو. مون محسوس ڪيو ته، جڻ هوءَ به سگريٽ پيئڻ چاهي ٿي. مون هڪڙو ڊگهو ڪش هڻي، بنا پڇڻ جي سگريٽ آڇيو ته هن بنا ڪجهه چوڻ جي سگريٽ پنهنجي چپن تي آڻي، هڪڙو ڊگهو ڪش هڻي، دونهون آهستي آهستي نڪ مان ڪڍڻ لڳي هئي. هوءَ ڊگهين سوچن جي وادين ۾ گم ٿي چڪي هئي. ڪجهه دير انتظار کان پوءِ مون محبت واري انداز ۾ سڏ ڪيو ته شبنم ٻيهر موٽي آئي.) "... ها پوءِ، هڪ دفعي ان جي وڏي اصرار کان پوءِ ساڻس گڏ



سندس جاءِ تي ويس. مون انڪار ڪيو پر... آخر ويڻ مهل هن مون کي هزار روپيا ڏنا... پوءِ ايندي رهندي هيس، پر هڪ دفعي هن پنهنجي اندر ۾ لڪيل وحشت ظاهر ڪندي، پنهنجي دوستن سان گڏجي مون سان زوري اجتماعي..." (گلو ڀرجي آيس، پنهنجو ڪنڌ هيٺ جهڪائي شبنم وڏي سر اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳي هئي.)

هوءَ ڪافي دير تائين روئندي رهي، آئون ماٺ ڪري نماڻين اکين سان ڪيس ڏسندو رهيس. مون پرچائڻ لاءِ اُف به نه ڳالهايو. آئون شبنم جي لڙڪن جي تاريخ پڙهي رهيو هئس، جنهن جا پنا لڙڪن جي صورت ۾ ڳلن تان ڪِري قميص ۾ جذب ٿي رهيا هئا. مون کي شبنم جو روئڻ، ائين محسوس ٿي رهيو هو جڻ صدين کان هن جي وات تي هٿ رکيل هوءِ اڄ هوءَ پنهنجي زندگي جو نوحو پڌائي رهي آهي.

ڪجهه پل، جيڪي صدين برابر هئا. اوڇنگارون ڏيندي، پنهنجي ڳلن ۽ اکين تي ڇهڻيل لڙڪ پنهنجي ڪابي ٻانهن سان اُگهندي، التجا وارن نيڻن سان: "سرمد!!"

"جيءُ"

روئڻهارڪي لهجي ۾: "تون منهنجي ڏکن جو ڀائيوار ٿيندين...!؟"

مون ڌيمي لهجي ۾ هائوڪار ڪئي، ته هن منهنجو "ها" اڻ پڌو سمجهي، ٻيهر نماڻيون اکيون مون ڏانهن ڪندي سوال ڪيو. "ٿيندين!؟"

منهنجي من ۾ ڪوڙ ڳالهيون اُڀري آيون، ڇو ته منهنجي زندگي جو درد به ڪنهن اسٽريٽ ٻواءِ کان گهٽ ڪونه هو. مون کي چُپ ڏسي، منهنجي قميص جي ٻانهن کي زور سان ڇڪيندي، روئڻهارڪي لهجي ۾: "ٿيندين يا تون به منهنجي جسم سان راند ڪرڻ چاهين ٿو!؟"

شبنم جو هي جملو مون کي ائين لڳو جڻ منهنجي مغز ۾ ڪنهن زوردار هٿوڙو هڻي ڪڍيو هجي. منهنجي اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا. مون کي زخمي ڪيفيت ۾ ڏسي، هوءَ ڪومائجي پلنگ تي ڪِري پيئي.

ڪمري ۾ خاموشي هئي. آئون مسلسل سندس وجود کي تڪي رهيو هئس، هوءَ اونڌو منهن ڪري ستي پئي هئي، سندس بي ترتيب

وجود مون کي ٻڌائي رهيو هو تہ هوءَ خواهشن پويان ڀڄندي ڀڄندي هاڻي مڪمل طور ٿڪجي ساڻي ٿي چڪي آهي. هوءَ هاڻي هنن ڏکيين ڪارين راتين مان جند آجي ڪرائڻ لاءِ راهہ ڳولي رهي آهي. شايد آئون آخري راهہ آهيان. پوءِ هن وٽ صرف هڪڙي راهہ هوندي، خودڪشي!!! يعني سمورن سُندر خوابن، اداس گيتن ۽ دل ڏاريندڙ پيڙائن جو مڪمل انت.

ڪافي دير تائين ڏکي سوچ ۾ گم ٿي ويڻ کان پوءِ، اوچتو تيزيءَ سان گلاس ۾ پاڻي پريو، محبت واري لهجي ۾ چيم: "شبنم؟"

هن ڪابہ ورندي نہ ڏني، ٻيهر چيم: شبنم جانان؟"

"آئون توسان نٿي ڳالهائڻ چاهيان." (ڌيمي آواز ۾ جواب ڏيندي)

"جانو! پاڻي پي، اڄ رات ئي ڏکيين ڪارين راتين جو علاج ڳوليون ٿا."

منهنجي هن مختصر جملي تي، هوءَ سڌي ٿي، مشڪي پئي. سهڻي مرڪ چپن تي آڻي، مون کي تڪڻ لڳي. منهنجي چپن تي مرڪ ڏسي، هن پاڻي لاءِ هٿ وڌايو تہ مون کيس پاڻي ڏنو. اڌ گلاس پاڻي پيئڻ کانپوءِ ٿڌو ساهہ کڻندي، هڪ نارمل عورت جيان ڳالهائيندي، "سرمد! هنن ڪارين راتين ۾ توسان ملڻ کان پوءِ سُندر سپنا ڏٺا آهن... آئون توسان گڏ هٿ هٿ ۾ ڏيئي غمن جا داستان وسارڻ ۽ خوشين جا خواب پوکڻ چاهيان ٿي. پليز! تون ڪوئل جي رنگ کي نہ ڏس، تون ڪومل جذبن کي ڏس!"

"ها، آئون توسان گڏ آهيان."

"سچي؟"

منهنجو "ها" چوڻ، شبنم تيزيءَ سان منهنجي وجود کي پنهنجي ٻاڪرن ۾ قيد ڪيو. هوءَ مون کي هلڪيون هلڪيون چميون ڏيڻ لڳي. مون کي ائين محسوس ٿيڻ لڳو ڄڻ منهنجي وڃائجي ويل محبوبہ ٻيهر ملي وئي آهي، جنهن کي ستمگر زماني مون کان جدا ڪيو هو.



اڃان اسان هڪ ٻئي کي محبت واريون هلڪيون هلڪيون چميون ڏيئي رهيا هئاسين، اوچتو هن مون ڏانهن اهڙي نگاهہ اڇلائي، جو منهنجو وجود سرمست ٿيڻجي ويو آئون هن جي وجود جي انگ انگ کي چمڻ لڳس. هوءَ سنهڙا سنهڙا آواز ڪيڻ لڳي. هوءَ هڪ عورت جيان مڪمل ڏکي چڪي هئي. اسان پرهہ ڦٽي تائين تنهائين جو سودو ڪيو. هن سڄي عمل دوران هوءَ ڪٿي بہ مون کي طوائف نظر نہ آئي هئي. هوءَ منهنجي لاءِ هڪ مڪمل عورت هئي، جيڪا پنهنجي خوشبوءَ کان اڻ واقف هئي.

ٻئي ڏينهن ساجهر هوءَ هلي وئي، پر منهنجي وجود کي سوين بهارون بخشي وئي هئي. آئون بہ هاڻي سڀ ڪجهہ وساري صرف خوش رهڻ لڳو هئس. هن جي بہ ٽڪل ٽڪل اکين ۾ خوشيون رقص ڪرڻ لڳيون هيون. هوءَ هيڪلائپ ۽ اوپرائپ جي عذاب کان ٻاهر نڪري آئي هئي، مون کيس خوش ڏسڻ خاطر طوائف نگر بابت سوال پڇڻ ڇڏي ڏنا هئا. اسان جڏهن بہ ملندا هئاسين، تہ آئون کيس اڪثر محبت واريون لوڪ ڪهاڻيون ٻڌائيندو هئس.

هڪ دفعي مون شبنم کي يوناني ڏند ڪٿائي داستان آرفيوس ۽ يوريڊس جي محبت جي ڪهاڻي ٻڌائي، پوءِ تہ هوءَ هر دفعي ضد ڪندي هئي، تہ اهو داستان ٻيهر ٻڌائي، جنهن ۾ آرفيوس پنهنجي وجود جي اڌ لاءِ ڪيڏو ڀٽڪندو آهي. هوءَ انهن داستانن ۾ پاڻ کي ڳوليندي هئي. هڪ دفعي هن ڳالهين ئي ڳالهين ۾ وڏي ڳالهہ ڪئي هئي تہ: "سرمد! عورت جي اندر ڳولا جو عمل رکيل آهي. هوءَ هر وقت ڪجهہ نہ ڪجهہ ڳوليندي رهندي آهي... مگر اڄ تائين هوءَ اهو ڳولي ناهي سگهي، جيڪو ڳولڻ چاهي ٿي.!!"

شبنم جي هن جملي تي، مون البيلي انداز ۾ چيو هو تہ: "پر، تو مون کي ڳولي ورتو."

"ها سرمد! اها حقيقت آهي... (پنهنجي هٿن جي ريکائن کي غور سان ڏسندي) مون ڏاڍي ڏکي زندگي گذاري آهي. ايڏي ڏکي جو وجود

ڪي چند پل آرام ڏيارڻ لاءِ ننڊ جون گوريون کائي سمهندي آهيان. سرمد! تون منهنجي زندگي ۾ اميد جو چراغ ٻٽيو آهين. هاڻي منهنجي زندگي ۾ ڪوڙ تمنائون پيدا ٿيون آهن. بس، هاڻي مون کي ڏکيين تنهائين کان نجات ڏيار. (مون کي خاموش ڏسي، چپن تي شرميلي مرڪ آڻي) سرمد! سچ پڇين، تون جڏهن منهنجي رڳ رڳ کي ڇهندو آهين، چمندو آهين، تڏهن مون کي ائين محسوس ٿيندو آهي، ڄڻ مون کي تون نئون جنم ڏيئي رهيو هوندو آهين..." (هوءَ مسلسل ڳالهيون ڪري رهي هئي. آئون حسبِ معمول ڪيس پاڪرن ۾ قيد ڪري، اينگائپ جا ثبوت ڏيندي، سندس ٻگلن ۾ منهن هٽي، وجود مان واس وٺي رهيو هئس.)

ڪنهن به عورت جي ٻگلن مان وٺندڙ خوشبوءِ محسوس ٿئي، ته پڪ ڄاڻو اها عورت ذهني طور ڪنواري آهي. شبنم جي ٻگلن ۾ به وٺندڙ خوشبوءِ سمايل هوندي هئي. آئون هر دفعي واس وٺندو هئس. واس وٺندي وٺندي جسم ۾ برقي لهرون جنم وٺنديون هيون. پوءِ يڪدم چپن ذريعي سڄي جسم جي زيارت ڪندو هئس. هوءَ به مڪمل ڏڪي پوندي هئي. پره ڦٽي تائين.

ائين ئي هڪ دفعي رات جو پويون پهر هو. هوءَ مڪمل ڏڪيل هئي. آئون اُپريل ارهن سان راند ڪري رهيو هئس، ته هن مون کي مستيءَ ۾ پري ڪندي، منهنجي ڪنڌ وٽ چڪ هنيو. هن ايڏو زور سان چڪ هنيو جو مون کان رڙ نڪري ويئي. منهنجي رڙ تي هوءَ وڏا ٽهڪ ڏيڻ لڳي. مون کي هن جو هي اوچتو ادا ڪيل عمل صفا ڪونه وڻيو. آئون ڪاوڙ مان اٿي پلنگ کان ٿورو پريرو پيل ڪرسي تي سگريٽ ڇڪڻ لڳس. هن ڪافي سڏ ڪيا. آئون ڪونه ويس. هوءَ مون وٽ آئي، منهنجي پيرن وٽ ويهي ٻاراڻي لهجي ۾: "سوري بابا!"

منهنجي چپن تي مرڪ اچي ويئي. پوءِ ڳل تي چمي ڏيئي چيائين: "توبهه توبهه، ڪيڏو ضدي آهين!"

"ها، ضدي آهيان. ٻارن جيان!"



"آئون به ضدي آهيان."

"اڇا!!"

"ها."

"ثبوت ڏي؟"

هن ٻيهر منهنجي ڳل تي چڪ هنيو مون کان دانهن نڪري ويئي. اڃان مذاق مستي ڪري رهيا هئاسين، ته اوچتو شبنم پنهنجي چهري تي فڪر وارو تاثر آڻي، ڌيمي لهجي ۾ سوال ڪيو: "سرمد! پاڻ شادي ڪڏهن ڪريون!؟"

مون هميشه جيان شادي واري ڳالهه تي ٽاڻ جي ڪوشش ڪئي. پر اڄ هوءَ هن ڳالهه تي ڳنڍ ٻڌي ويهي رهي. مون ڪافي ڪيس سمجهايو ته "شبنم دلجاءِ ڪر، هڪ ڏينهن پاڻ شادي واري رسم به پوري ڪنداسين." پر هوءَ ڪا ڳالهه قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه هئي. اوچتو ٽڪار پريل نظرن سان ڏسندي، هن پنهنجي ڪيسي مان گورين جو پتو ڪڍيو ۽ گوريون وات ۾ وجهي، پاڻي پي ڇڏيو. آئون خاموش نگاهن سان ڪيس ڏسندو رهجي ويس. ٿوري دير ۾ هن کي ننڊ جا جهوٽا اچڻ لڳا. پوءِ هوءَ گهاٽي ننڊ ۾ هلي ويئي. ۽ آئون رات جو دير تائين سگريٽ پيئندو رهيس. سگريٽن جا ٽوٽا ايش ٽري ۾ اُجهائيندو رهيس. مون کي ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه اچي رهي هئي، ته آئون ڇا ڪريان...؟؟ منهنجي اڳيان زندگي جو هر منظر ڌنڌلو ڌنڌلو ڏسڻ ۾ اچي رهيو هو. هوءَ اگهور ننڊ ۾ ساهه کڻڻ جون سنهڙيون سنهڙيون سيٽيون وڄائي رهي هئي. آئون ڪافي دير تائين شبنم کي ڏسندو رهيس. اوچتو اڌ سگريٽ ايش ٽري ۾ موڙي، آئون سندس ويجهو آيس. هوءَ اگهور ننڊ ۾ هئي. آئون سندس نراڙ تي چميون ڏيڻ لڳس. پر منهنجون چميون ڪوبه اثر نه ڇڏي رهيون هيون. پوءِ مون ڪيس جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي: "شبنم! اُٿ، توسان ڪجهه ڳالهيون ڪرڻيون آهن... شبنم!!... شبنم!!!..."

مون جام ڏونڌاڙيو پر هوءَ پاسو ورائي ٻيهر اگهور ننڊ ۾ هلي ويئي. اوچتو مونکي خبر ناهي ڇا ٿي ويو هو جو مون شبنم جي پاسي واري

کيسي مان گورين جو پتو ڪڍي، هڪ گوري ڪائي چڏي. پوءِ آئون ٻ گهاٽي ننڊ جي وادين ۾ گم ٿي ويس. صبح اٿيس، ته هوءَ بنگلي ۾ موجود نه هئي. هن جو موبائل فون بند هو.

ڪيترائي ڏينهن گذري ويا. آئون مسلسل شبنم کي ڳوليندو رهيس، پر هن جو ڪوبه ڏس نه پتو هو سندس گهر وارن کان ويندي مختلف طوائف گهرن تائين جيترا وات هئا، ايتريون ڳالهيون هيون. هوءَ سيني جي اڪين مان ائين غائب ٿي وئي، جيئن واريءَ تان وچايل ڏاچيءَ جو پيرو.

شبنم هرڻي جيان ڏکيو چال هٽي، خبرناهي ڪهڙي رڻ ۾ غائب ٿي وئي هئي. هن جو اوچتو گم ٿي وڃڻ جو روڳ، مون حساس ماڻهو کي ايڏو ايذاءُ ڏيڻ لڳو جو زندگي جي ٿڪن مان سُر رسي ويا هئا. اکين مان ننڊون هجرت ڪري ويون هيون، هر وقت ذهن تي شبنم، شبنم هئي.

شبنم جي فراق جي ديوانگيءَ، مون کي نشو واپرائڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو ته جيئن بي چين وجود کي ڪجهه خبر ئي نه هجي ته ڇا ٿيو آهي، ڇا ٿي رهيو آهي... پوءِ ٻ آئون پنهنجي پاڻ کي ملزم سمجهندو هئس، پنهنجي پاڻ کي ميارون ڏيندو هئس ته آئون ٻڏندڙ جواني کي سهارو نه ڏيئي سگهيس، جيڪا مون کي پڪاريندي پڪاريندي ڪنهن اَجهاڳ رڻ ۾، خبر ناهي ڪهڙي پار هلي وئي. . .



## (4)

وقت هٿن مان واريءَ جيان وهندو ويو. آئون ڏکي پڇتاءُ، ذهني ڪشمڪش ۽ ڏکيين يادن جي اٽڪٽ وهڪرن ۾ غوطا کائڻ کان بچڻ لاءِ گرِنگ موالي ٿي وڃڻ کان پوءِ هڪ اهڙي بيماريءَ جي حوالي ٿي ويس، جنهن منهنجي جواني کي اُڏوهي جيان کائي ڇڏيو هو.

آئون گهر جي هڪڙي ننڍڙي ڪمري تائين محدود ٿي ويو هئس. امان اڪثر روئندي هئي، آئون کيس عاجزي سان پريل لهجي ۾ چوندو هئس: "امان! روءَ نه. مون کي منهنجو جوين موٽائي ڏي. تنهنجي هٿن منجهه اها شڪتيءَ موجود آهي."

هوءَ نوڙت ڀريل نگاهون، منهنجي وجود تي ڦيرائي، چپن تي ملکي مرڪ آڻي چوندي هئي: "اچان آئون زنده آهيان، توکي ڪو مرجهائي نٿو سگهي. بس! تون سُر ٿيو ٿي، هڙئي ڪم عقل سان ڪندو ڪر پٽ!... هتي ورغلائڻ وارا گهڻا آهن، ڏيئي جي جهيڻي روشني کي لاٽ بڻائڻ وارا گهٽ آهن..."

امان هر روز منهنجو ڏکيو ڪلاس وٺندي هئي. آئون ڪا ورندي ڪونه ڏيندو هئس. هوءَ منهنجي جوين مان پيلاڻ ختم ڪرڻ لاءِ ڏکيا پاشڻ ڏيڻ سان گڏ زوري مون کي مختلف قسم جون ڪٽيون ڪارائيندي هئي، ته جيئن منهنجي ڪومل جواني نت نوان رنگ ڪڍي. پوءِ ائين ئي ٿيو امان جي ڪرپا سان، منهنجي زندگي نيون مکڙيون ڪيڻ لڳي. مست جوين، ڪنهن اپسراءَ جي نڪ جي ڪوڪي جيان چمڪڻ لڳو. من جو سُڪيل سمنڊ مستي ۾ ڇوليون

هٿ لڳو، پر امان سان ڪيل واعدي سبب مون زماني سان لهه وچڙ ختم ڪري ڇڏي هئي. وات ويندي ڪو هنيلو سڏ ڪندو هو ته ڪن لاٽار ڪري غائب ٿي ويندو هئس. رول زندگي، هڪ عام جواني بڻجي چڪي هئي. هڪ اهڙي جواني، جنهن اندر ڪوبه اهڙو عمل ڪونه هو جيڪو روايتي معاشري ۾ نفرت، اٻٽت ۽ پيڙا جو سبب بڻجي... پر جيئن عام طور تي چوندا آهن ته پانت پانت جو پٽڪيل، ڪٿي تو هڪ جاءِ ٽِڪي!! سو هڪ ڏينهن روم تي شاهه عالم آيو هن ڳالهين ئي ڳالهين ۾ نئين آيل فلم ڏسڻ لاءِ سئنيما جي ڳالهه ڪيائين، ته منهنجي روڳي منڙي يڪدم هائوڪار ۾ جواب ڏنو. پوءِ شام ڏاري اسان دوستن سئنيما ۾ فلم ڏٺي هئي

فلم ڏسڻ کان پوءِ اسان شاهه عالم جي دوست سردار غلام حيدر جي بنگلي تي آياسين. سردار "سم ٽنگ اسپيشل" نالي شراب جي بوتل کولي ويٺو هو. مون کي اوچتو ڏسي، وڏو ٽهڪ ڏئي چوڻ لڳو: "اچو اچو رولاڪ ماڻهو!" (مختصر عليڪ سليڪ ڪري، اجان آئون صوفي تي مس ويٺس ته فراخدليءَ سان) "چانهه، ڪافي يا شرابن طهورا!؟" (منهنجي جواب ڏيڻ کان اڳ چپن تي مهمان نوازي واري مرڪ آڻي) "هن وقت اسان جي فقيراڻي مئخاني ۾ سم ٽنگ اسپيشل، جاني واڪر، بليڪ ڊاگ ۽ رايل سيليوٽ خدمت لاءِ حاضر آهن."

سردار غلام حيدر جي فراخدليءَ اڳيان آئون سڀ ڪجهه وساري جهڪي پيس ۽ وساريل راهه طرف ٻيهر موٽي آيس. مون اڪيون ھوٽي گلاس ويجهو ڪيو ته سردار ساقي بڻجي گلاس پنهنجي طرف ڪندي، کوليل بوتل "سم ٽنگ اسپيشل" مان پيگ ٺاهيو. اجان اسان هَتان هُتان جون خبرون چارون ڪري رهيا هئاسين، ته اوچتو سردار غلام حيدر چهري تي سنجيده ڪيفيت آڻي سوال ڪيو: "سرمد سائين! پنهنجو طوائف نگر وارو ڪم ڪٿي پهتو!؟"

مون مختصر وارتا بيان ڪئي، ته غلام حيدر پنهنجون خماريل نگاهون مون ڏانهن ڪندي چيو: "سرمد! آئون آرٽسٽ ناهيان، پر



تنهن لطيفه جي شعبي سان محبت آهي... جيستائين مون کي پتو آهي، ته ويجهڙائي ۾ موجوده طوائفيت جي دنيا تي ڪابه جامع تحرير ڪتابي صورت ۾ ناهي آئي، جيڪڏهن ڪنهن جي قلم مان موجوده طوائف نگر جو ڪينواس گذريو به آهي، ته مون کي ناهي پتو... تون مون کان وڌيڪ چاڻ رکين ٿو توکي خبر آهي ته هن شهر جو هر دور ۾ نئون رنگ ۽ ڍنگ رهيو آهي، تنهن ڪري خوامخواهه تون اڌ ۾ رهيل تصوير کي اڌ ۾ نه ڇڏ... هن شهر جي تصوير کي مڪمل ڪر!!..." آئون خاموش ويٺو هئس، سردار غلام حيدر مسلسل لاڀائتيون ڳالهيون ڪري رهيو هو. شراب جو وڏو ڍڪ ڀريو: "پيارا سائين! زندگي ۾ لاها چاڙها ايندا رهندا آهن، سو توهان جهڙن ناياب ماڻهن جي جوش، خروش ۾ گهٽتائي نه اچڻ گهرجي... منهنجي خيال ۾ وسامي ويل جنون کي ٻيهر ڏڪائڻ گهرجي، پنهنجو توسان مڪمل ساٿ آهي." (وڏو ٽهڪ ڏيئي، هٿ ٻڌندي) "بس! اسان فقيرن جون انگ اگهڙيون نه لاهجان، باقي حڪم ڪپي بابي جو!!"

سڀ دوست سردار جي آخري جملي تي وڏا ٽهڪ ڏين ٿا. آئون به هلڪو ٽهڪ ڏيئي، پنهنجي ڊگهي خاموشي ٽوڙيان ٿو. ڳالهين ئي ڳالهين ۾ خماريل لهجي ۾ چئي ويٺس ته: "ضرور، آئون گونگي شهر جي ماڻهن جي دلبرين، حسرتن، ذلتن، پڪارن، سڏڪن ۽ ميارن کي محسوس ڪندس... منهنجي رولاڪ روح، هنن ڇپ ڪپيل اپسرائن سان پنهنجو ناتو ناهي ٽوڙيو. دراصل امان سان ڪيل واعدي منهنجي رولاڪ زندگي ۾ سناٽو برپا ڪري ڇڏيو هو..." آئون اجان وقفي وقفي سان من اندر جا ويچار ونڊي رهيو هئس، ته سردار غلام حيدر سگريٽ جو ڊگهو ڪش هڻي، ڦلو ايش ٽري ۾ ڇاڻي: "پيارا سائين! منهنجي صلاح آهي ته حيدرآباد کي ڇڏيو ڪراچي نيپيئر روڊ تي قائم طوائف گهرن جو چڪر لڳايو... ٻڌو آهي ته اتي آرٽسٽ مزاج طوائفون رهن ٿيون، انهن جون چاهتون، وفائون ۽ پيڙائون محفوظ ٿي وڃن، ته هن کان وڏو ڪو سرمايو ڪونهي. ها! وڏي ڳالهه پنهنجو واسطو به نڪري پوندو."

"بلڪل. صحيح پيا فرمايو. آئون توهان جي هن ڳالهه سان سئو سيڪڙو متفق آهيان، ته ڪنهن اداس ناري جي وڃايل حسرتن ۽ ڏکيين پيڙائن کي سمجهڻ، محسوس ڪرڻ ۽ پوءِ ڪينواس تي چٽڻ وڏو تخليقي ڪم آهي، جيڪو ڪنهن ڪنهن ماڻهو جي حصي ۾ ايندو آهي."

"بس پوءِ سرمد سائين! ديرون نه ڪريو. آئون سياڻي ڪراچي ويندس، اتي پنهنجو هڪ بااثر يارڙو آهي، تنهن کي عرض ڪندس، هو توکي فل پروٽوڪول ڏيندو... بس! اسان کي ڪتابڙو ڪپي!!"

"جيءُ بلڪل، پيهر موٽ ڪائون ٿا."

"موٽ ڪائڻ گهر جي بابل!!" (سردار غلام حيدر يڪدم جواب ڏيندي)

اڃان محفل جاري هئي. رات آخري ساهه کڻي رهي هئي، ته اوچتو سردار پيگ خالي ڪري گلاس زور سان ٽيبل تي هڻندي: "ابا! هاڻي پنهنجي موڪلاڻي آهي، سياڻي تائين يارو ياري."

سردار هليو ويو پنهنجي ڪمري ۾. آئون پرسان پيل پلنگ تي سمهي پيس. اڃان اک مس لڳي هئي، ته الارم جي آواز مون کي اٿاري ڇڏيو. تيل ڦليل ڪري يونيورسٽي پهتس. هڪڙوئي ڪلاس ورتو هو ته عجيب سوچن ۽ ڪيفيتن جو سلسلو منهنجي سرير کي بي چين ڪرڻ لڳو. من منجهڻ لڳو. ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه اچي رهي هئي، ته ڇا ڪريان...!! ڪيڏانهن وڃان...!! ائين محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ منهنجو وجود ڪنهن صحراءِ طوفان جي گهيري ۾ اچي چڪو آهي.

ڏکيين ايذاءُ ڏيندڙ سوچن ۽ ڪيفيتن کان بيزار ٿي، روم تي آيس. کٽ تي ڪِري پيس. شام تائين مختلف ٺهندڙ ۽ ڊهندڙ ڪيفيتن جي گهيري ۾ گرفتار رهيس. سج لهڻ کان پوءِ گهڙي ساعت لاءِ آئون مڪمل تازو توانو ٿي ويس، پر اوچتو منهنجي سامهون امان جي تصوير ڦرڻ لڳي. هوءَ نراشا هئي. روم تي سانت هئي. مون کان سواءِ ڪير ڪونه هو. آئون هراسجي ويس. امان کي ڪال ڪئي، امان جي هيلو ڪرڻ سان مون ڪيس چيو ته: "امان! ڇا تون مون کان ناراض آهين!؟"



"نه، پر اوچتو اهو سوال ڇو ڪيو پٽ!؟"

"امان! آئون صبح کان ڏاڍو بي چين رهيو آهيان. مختلف ايذاءُ ڏيندڙ سوچون ۽ ڪيفيتون ذهن تي نمودار ٿي رهيون هيون. اوچتو تنهنجي نراشا تصوير اکين سامهون آئي، ته وڏيڪ هراسجي ويس."

"پٽ وري توکان ڪا ڀُل ٿي آهي ڇا!؟"

منهنجو لهجو روئڻهارڪو ٿي ويو هو: "ها امان! توکي ٻڌائڻ کان سواءِ مون پنهنجي دوستن سان هن ڳالهه تي اتفاق ڪيو آهي، ته هن بي ترتيب سماج ۾ آئون انهن نياڻين سان تعزيت ڪندس، جن کي مرد جنسي رانديڪو بڻائي ڇڏيو آهي... امان! هن سماج ۾ "شاهد" ٿيڻ وڏو مسئلو آهي، آئون شاهد ٿيڻ چاهيان ٿو ته ٿن وقتن جي ماني لاءِ يا اٽيورين خواهشن جي پورائي لاءِ پنهنجي جسم جو سودو ڪندڙ به انسان آهن، انهن وٽ به دل آهي، احساس آهن... امان! آئون ٽٽندڙ چوڙين جي ڪٿا لکڻ چاهيان ٿو. جيڪڏهن مون اها ڪٿا نه لکي، ته آئون فنا ٿي ويندس، ڇو ته آئون پنج مهينا اداس نگر ۾ اداس نارين سان رهيو آهيان، هاڻي مون کي محسوس ٿي رهيو آهي، ته ڄڻ منهنجي وجود ۾، انهن ڇپ ڪپيل نارين جا ڳوڙها رهجي ويا آهن... آئون انهن ڳوڙهن جي پت رکڻ چاهيان ٿو امان!!" اڃان مون دل جو سڄو داستان ٻڌايو پئي، ته اوچتو امان ڏکهي خاموشيءَ ٽوڙي معصوميت سان سنهڙي آواز ۾ چيو: "جيءُ پٽ!"

"امان! تون اجازت ڏي، ته آئون پنهنجو ڪم مڪمل ڪريان... مون اداس نگر جي لتاڙيل وجودن جا ڳوڙها پيتا آهن!!"

"بس پٽ! تنهنجي مرضي، تون عاقل بالغ ٿي چڪو آهين. هاڻي تنهنجي زندگي توسان. بس! منهنجي هڪڙي وينتي آهي، ته ڳالهيون دل سان گهٽ وٺندو ڪر. پاڻ کي تسلي ڏيندي وک اڳتي کڻندو ڪر."

"ها، تون سچي آهين امان!! هر ڳالهه کي آئون دل سان وٺندو آهيان. ان جو هڪ ئي سبب آهي ام ن. آئون تماشبين ناهيان. امان!! آئون تاڙيون وڄائيندو ناهيان، نه ئي ڪڏهن ٿيندس."

"بس ٺيڪ آهي سرمد. مون کي توتي آٿوت وشواس آهي. هاڻي ڪجھ ڪل بہ سهي يا رڳو پيپرائن جون خبرون!!"

"هاهاهاها. امان!! مون کان نٿو برداشت ٿئي. سماج جو هيءُ چچريل چهرو!!

"ها! ٺيڪ آهي بابا. تون هن منافق سماج کي ڇهبڪ هڻندو رهجان.. پوءِ ٺيڪ آهي. آئون سرگم کي ماني تي ڏيان."

"اوکي امان."

امان کي پرچائڻ کان پوءِ دل باغ بهار ٿي ويئي هئي. مون کي ايڏي ڳهاٽي ننڊ آئي هئي. جو اصل ڳالهہ ئي نہ پڇيو. . .



## (5)

اڃان هڪ هفتو ئي گذريو هو. هڪ ڏينهن آئون ڪجھ باذوق دوستن سان ڪچهري ڪري رهيو هئس. تہ اوچتو منهنجي موبائل فون جي گهنٽي وڳي. "هيلو ڪرڻ" سان سردار غلام حيدر جي معرفت دوست ٿيندڙ هڪ صنعتڪار جي مئنيجر يڪ ساهي ۾ چيو. "اسلام عليڪم پائي! آئون قيصر ڳالهائي رهيو آهيان. مهرباني ڪري سياڻي 11 وڳي ڏاري ڪراچي پهچو. توهان جي هڪ رقاصہ سان ملاقات رکي ويئي آهي."

قيصر جي ڪال ڪٽي. مون يڪدم صنعتڪار دوست ۽ سردار غلام حيدر سان رابطو ڪيو ۽ سندن ٿورو مڃيو هو. ٻنهي دوستن پنهنجائپ جو اظهار ڪندي. اهو چيو تہ: "توهان جي بيگم ريشمان نالي باذوق طوائف سان رس رهاڻ رکي آهي. ڪمال جي عورت آهي. اها توهان کي وڏيون ناماچاريون ٻڌائيندي. بس هن جي حساس رڳ تي هٿ رکجو. پوءِ هوءَ پُراسرار دنيا جا وڏا ڏس پتا ڏيندي" (سردار غلام حيدر طوائف نگر کي پُراسرار دنيا سان ڀيٽيندو هو.)

"جي بلڪل. مون کي نسواني لهجي ۾ ڳالهائڻ جو هنر اچي ٿو." (ٻنهي دوستن کي مون هڪ ئي جواب ڏنو هو. ٻئي کليا هئا. مون کي ناهي پتو تہ ان کل پٺيان ڪهڙي ڳالهہ لڪيل هئي.)

ٻئي ڏينهن صبح سويري. آئون ٽيلهو ڪلهي تي رکي ڪراچي پهتس. تاج ڪامپليڪس واري فٽ پاٿ تي بيهي. قيصر کي ڪال

ڪرڻ لڳس، پر هو منهنجي ڳالهه نه ڪٽي رهيو هو. نيٺ ڏهن منٽن کان پوءِ ڪال اٽينڊ ڪندي، تڪڙو ڳالهائيندي چيائين: "معاف ڪجو ڪنهن جاءِ تي سخت مصروف هئس. بس! توهان ڪنهن پرواري هوٽل تي چانهه جو ڪپ پيئو. آئون پهچڻ وارو آهيان."

مون ڪيس ڪجهه ڪونه چيو، ڪال ڪٽي، تاج ڪامپليڪس جي پرسان قائم هڪڙي هوٽل تي اچي ويٺس ۽ سندس انتظار ڪرڻ کان سواءِ ماني جو آرڊر ڏنو. اڃان ماني کائي ڌنگ ڪئي، ته سندس ڪال آئي: "سرمد پائي! آئون تاج ڪامپليڪس وٽ بيٺو آهيان، توهان ڪٿي؟"

"بس، توهان اتي ئي بيهو، آئون اچان ٿو."

آئون جيئن ئي سندس ڪار جي ويجهو پهتس، ته قيصر دروازو کولي مون سان ٽربائتي انداز ۾ پاڪر پائي مليو پر آئون اندازو لڳائي ويس، ته هن دير ڇاڻي ڀڄهي ڪئي هئي، ڇاڪاڻ ته اتڪلون سٽڪلون ڪرڻ سرمائيداراڻي دنيا جو بهترين مشغلو هوندو آهي. قيصر به هڪ صنعتڪار جو مئنيجر هو هن جا به "صنعتي اوبر" ڪاڏل هئا.

بهرحال هاڻي اسان جي منزل هئي، نيپيئر روڊ. جتي سنڌ جي پهرين انگريز گورنر سر چارلس نيپيئر ڪراچي ۾ سرڪاري آفيسرن ۽ فوجين لاءِ "ڳاڙهي بازار" قائم ڪئي هئي. هن بازار ۾ جڏهن عام ماڻهن پير رکيا، ته هن بازار ڏانهن ايندڙ روڊ سر چارلس نيپيئر جي نالي سان سڏجڻ لڳو. ۽ هي نالو منڊيءَ جي ٽڪ جيان هن روڊ تي ڄمي ويو. اڄ به نيپيئر روڊ، سر چارلس نيپيئر جي نالي سان ڳنڍيل آهي. نيپيئر روڊ تي پهچي، جسم فروشي جي حوالي کان مشهور پاڙي جون سوڙهيون گليون طئي ڪري، اسان نيٺ بيگم ريشمان جي "ڪوٺي" تي پهچي وياسين. قيصر دروازو کڙڪايو ته هڪ شاهي مڇن سان ڪنڌار همراهه دروازي مان منهن ٻاهر ڪڍيو. همراهه تازو مڇن کي تيل هنيو هو. اهو همراهه سنڌ جي ڪنهن ٻهراڙي ۾ هجي ها، ته



وڏو "غيرتي پٽ" سڏجي ها. عام طور تي سنڌ جي ٻهراڙين ۾ "غيرتي مڙس" هجڻ جي هڪڙي نشاني شاهي مڇون آهن. اڄ به اها چوٽي مشهور آهي ته، "مڇ، مڙس جي اول نشاني هوندي آهي." پر همراهه پهرين جملي ۾ پاڻ کي طوائف نگر جو دلال ثابت ڪري ويٺو، "سرڪار! اندر آئيي."

آئون ۽ قيصر ڪجهي جي واڻ سان واٽيل کٽ تي ويٺاسين. ويهڻ سان ئي همراهه چوڻ لڳو، "نائيٽ ڪندا يا هتي؟؟"

"اسان کي ميڊم سان ملڻو آهي." (قيصر چپن تي هلڪي مرڪ آڻي چيو)

پڙوو عاجزي واري انداز ۾ چوڻ لڳو، "معاملو پاڻ حل ڪري ٿا وٺون، ميڊم جي ڪا ضرورت ناهي." (کٽ تان اٿڻ واري انداز ۾ اسان ٻنهي کي هٿ سان اشارو ڪندي) "اچي "مال" ته ڏسي وٺو پوءِ فيصلو ڪريون ٿا."

واضح رهي ته دلالن جي هميشه اها ڪوشش هوندي آهي، ته گراهڪ سڌو سودو طئي ڪرڻ بدران اسان جي ذريعي طئه ڪن، ڇو ته انهي سان سندن ڪميشن ٺهندي آهي. بهرحال ڪجهه دير جي انتظار کان پوءِ ميڊم پهتي.

ميڊم کي هٿ ڏيڻ سان مون کي اندازو ٿيو ته ميڊم هڪ پُروقار شخصيت جي مالڪ آهي. عام طور تي طوائف گهرن جي مالڪ يا مالڪ جو رويو نه صرف طوائفن سان، پر عام ماڻهن سان به بهتر ناهي هوندو ۽ سندن سوچ جو دائرو فقط پئسو ڪمائڻ تائين محدود هوندو آهي. ميڊم ريشمان سان ملڻ کان پهرين ڪافي طوائف گهرن جي ميڊمن سان منهنجون ملاقاتون ٿيون هيون، انهن سڀني کان ميڊم هر ڳالهه ۾ مختلف ڏسڻ ۾ آئي. هوءَ صحت مند هئي، ڳلن ۾ شفق مثل لالاڻ، اُرهه پريل، قد وچولو، چهري تي دوستاڻي مرڪ. سندس هشاش بشاش شخصيت جو ڀرپور تاثر ڏيئي رهيون هيون.

مون ڀرپور نموني محسوس ڪري ورتو هو ته ميڊم جو اڄاڻ
"ڪيريئر" ختم ناهي ٿيو. هوءَ اڄاڻ به پنهنجي حُسن ۽ فن سان ڪا
انوکي تاريخ لکي سگهي ٿي. هن ئي ڳالهه کي نظر ۾ رکي، هڪ
ڊيڪوريٽڊ ڪمري ۾ ميڊم سان ڪچهري ڪندي، مون اوچتو ڦيريون
سوال ڪيو. "ميڊم! مون ٻڌو آهي ته توهان بهترين رقاصه آهيو ان جي
باوجود توهان جهڙي پُرڪشش شخصيت خواهشن جي تلاش ۾ هن
اداس نگر ۾ ڀٽڪي رهي آهي...!؟"

هن جي هڪ وڏي ٿهڪ سان ڪمري جو ڳنڀير وايو منڊل ٽٽي
پيو. سندس ٿهڪ زندگي ڀاران ڏٺل سورن، ڏکيين پيڙائن ۽ خوشين جو
گڏيل عڪس هو. "سرمد صاحب!! (ٿڌو ساهه کڻندي) آوارگي ڪا
شوق نهين، الميه هي يه... مون زندگي دل جي سهاري گذاري آهي. انسان
فطري طور امڙ جي ڪک مان آزاد پيدا ٿيندو آهي، پر پوءِ زماني جي
زنجيرن ۾ جڪڙجي ويندو آهي. منهنجي والده جو واسطو ملتان جي
مشهور بازارِ حُسن جي "طوائف خاندان" سان آهي. هن هڪ جاگيردار
سان شادي به ڪئي هئي. توهان کي خبر هوندي ته وڏيرا وڏن شهرن ۾
عورتن سان عارضي شادين جو ناٽڪ رچائيندا آهن. ان به امان سان
ائين ڪيو... پر اسان طوائف فيملي، جنهن جي هڪ منفرد تاريخ آهي،
منفرد رهڻي ڪهڻي ۽ اصول آهن...

سو طوائف فيملي جو اصول آهي ته ڇوڪريءَ جي مائٽن ۽ شادي
ڪندڙ حضرات جي وچ ۾ هڪ معاهدو ٿيندو آهي، ته اهي ڪيترو
عرصو گڏ رهندا!!؟ مهينو سال، پنج سال يا هميشه. هن معاهدي کانپوءِ
ئي باقاعده شادي جون رسمون ادا ٿينديون آهن. نڪاح ٿيندو آهي ۽
شادي ۾ حق مهر ۾ پلاٽ وغيره به لکرايو ويندو آهي. امان به ان وڏيري
سان هڪ معاهدو ڪيو هو... آئون ۽ امان جنهن گهر ۾ رهون پيا، اهو
گهر منهنجي سابق پيءُ جو آهي. (ٿهڪ ڏيندي) ان نالائق پيءُ مان آئون
۽ منهنجو ڀاءُ طارق پيدا ٿياسين. پنجن سالن کان پوءِ ان وڏيري امان



کي طلاق ڏيئي ڇڏي ۽ اسان جي فيملي تي ڏکيا ڏينهن شروع ٿيا. انهن
اذيت ڀريل ڏينهن کي ياد ڪندي، امان اڄ به روئي پوي ٿي... (ڏکهي
سوچ جي رڻ ۾ گم ٿي وڃڻ کان پوءِ) مرد وڏا مڪار آهن... پوءِ امان وڏي
محنت ڪئي، هوءَ به رقاصه هئي. هن ٻنهي ٻارن کي وڏن اسڪولن ۾
پڙهايو. مون ايم اي ڪئي ۽ ڀاءُ بي اي (B.E) ڪئي. امان جي هن عمل
کي توهان وڏو انقلاب به چئي سگهو ٿا، جو هڪ طوائف خاندان جي
بيواهه رقاصه پنهنجي جسم جو پورهيو ڪري پنهنجي ٻارن کي
يونيورسٽين مان ڊگريون وٺي ڏنيون. (ٿڌو ساهه کڻندي) پر سرمد
صاحب! منهنجي هٿن جي ريکائن امان وانگر منهنجو به ساٿ نه
ڏنو..." (سندس آواز ٻڌائي رهيو هو ته ظاهري طور هشاش بشاش ڏسڻ
۾ ايندڙ ريشمان جي دل کي سوين ٽانڪا لڳل آهن.)

"ميڊم! معنيٰ توهان کي پنهنجي هٿن جي ريکائن تي ايمان
نه آهي!!؟"

"هاهاهاها! (هلڪو ٿهڪ ڏيندي) بس سرمد صاحب!! سارا
ڪڇه اپنا هوڪر بهي، اپنا ڪيا هي!" (ڏکهو ساهه کڻندي) "مون به
پهرين شادي هڪ بيوروڪريٽ سان ڪئي هئي، اها ڇهه مهينا هلي.
(چانهه جي گرم چسڪي ڀريندي) ٻي شادي ٽي سال هلي، ان به دوکو
ڏنو... ٻئي مڙس مان مون کي ٻه ٻار ٿيا، هو اسان سيني کي ڇڏي بنا
ڪجهه ٻڌائڻ جي ٻاهرين ملڪ هليو ويو. وڏو مڪار نڪتو. پوءِ
منهنجو شادي ڪرڻ تان هميشه لاءِ ويساهه کڄي ويو... (هٿ ۾ موجود
پين سان راند ڪندي، اوچتو هوءَ خاموش رڻ ۾ گم ٿي وئي. مون
محسوس ڪري ورتو ته هن ڏکهي خاموشي پٺيان جيون جو ڏکهو درد
لڪيل آهي. اوچتو ٿڌو ساهه کڻندي) بس! ڇا ڪجي، مردن جي هن
مڪار دنيا ۾ هلڻ لاءِ اڪيلي عورت ڇا ڪري...!؟ خاموشيءَ سان زهر
جو پيالو پيئڻو ٿو پوي... هتي هر ٻي عورت زنا جو شڪار آهي
سرمد...!! هر ٻي نه، بلڪ هر هڪ عورت سان مڪار مرد جسماني ۽
ذهني طور زنا ٿو ڪري...!! پدر شاهي معاشرن ۾ مرد جي جبلت تي

چڪي آهي، تہ عورت کي فتح ڪجي. سو عورت کي مڪمل طور فتح ڪرڻ جو هڪڙو بهترين طريقو شادي بہ آهي. مرد عورت کي شادي ذريعي فتح ڪندو آهي... آئون چوندي آهيان تہ محبت کان سواءِ شاديون زنا جي دائري ۾ اچن ٿيون، تنهن ڪري چئي سگهجي ٿو تہ هي معاشرو شهوت پرست ۽ زنا خورن جو آهي. انهيءَ ڪري دنيا نفرت جو گهر بڻجي چڪي آهي..." (ڏکهي ڪاوڙ کان پوءِ اوچتو ميڊم جي چهري تان ڪاوڙ جا ڪکر لهڻ سان ئي ڏک ۽ مايوسي جا ڪڪر ايرڻ لڳا.) "بس!!! مون سان بہ هن مرداڻي معاشري وڏيون جُنون ڪيون آهن. وک وک تي اهڙيون رهڙون ڏنيون، جو ڦٽ چٽن ئي نٿا...!!!

ڏکهي تجربي باوجود پُرسڪون زندگي گذارڻ لاءِ مون ٽئين وڏي غلطي بہ ڪئي هئي. هڪ سال کان پوءِ هڪڙي ٽئين ڪتي کي وفا جو هار پارائي ويٺيس. هو هڪ جاگيردار سياستدان جو پٽ هو. هڪڙي فنڪشن ۾ منهنجو رقص ڏسي، مون تي صفا آڙيڪاپ عاشق ٿي پيو هو. هو واقعي مون تي مجبور ٿي پيو هو. ڪجهہ مهينن کان پوءِ اسان لڪ چپ ۾ شادي ڪئي، پر ڪُتو آخر ڪتو..." ريشمان جي اکين مان باھہ جا شعلا نڪرڻ لڳا. انهي دوران خاموش ويٺل قيصر اوچتو عجيب جملو ادا ڪيو، "ميڊم! ڪتو تہ وفادار جانور هوندو آهي."

"هاهاهاها (هلڪو ٽهڪ ڏيندي) انساني معاشري ۾ ڪتن جي وفاداري جا مثال ڏيندڙ ماڻهو پهرين جوڙ جا احمق هوندا آهن!!... ماڻهو جي وفا کي ماپڻ جو اهو طريقو ناهي، جو ماڻهو ڪتن جيان پڇ لٽڪائو هجي، ٻچڪار سان پيرين پوي، ٻچڪار سان ڪنهن سادي ماڻهو تي ڀؤنڪي... ماڻهو جي وفا کي ماپڻ جا پنهنجا پئمانا هوندا آهن...

بهرحال جيئڻ جي جتن دوران ٻتال ٿي، مون ٽيون ڪُتو ڪاڏي پر ڪک نہ پريو...!! هو شروع ۾ تمام گهڻي محبت ڪندو هو پوءِ منهنجي اکين سامهون شراب جي نشي جو گڙنگ پياڪ بڻجي ويو هو. هر وقت ڪُتي جي ڀونڪار جاري هئي. وقلندي وقلندي مون تي تشدد



بہ ڪندو هو... مون گهڻو ئي برداشت ڪيو پر هڪ ڏينهن هن منهنجي وڏيءَ ڌيءَ تي تشدد ڪيو ۽ ڪيس پرٽائڻ جون ڳالهيون ڪيون، تہ آئون سمجهي ويس تہ هو پنهنجي اصليت تي اچي چڪو آهي. هاڻي هن تي اعتبار ڪرڻ، قياس ڪائڻ زندگي جي وڏي ۾ وڏي غلطي هوندي آخرڪار وڏو جهيڙو ڪري، مون پنهنجي جند آجي ڪرائي. (ٿڌو ساھہ کڻندي) سرمد سائين!! بدحواسي ۾ ڪنيل قدمن جي پڇاڻي المناڪ هوندي آهي...!!

خير، هاڻي مرداڻي سماج سان ٺياڪڙي ڪرڻ کان پوءِ زندگي ڪنهن قدر پُرسڪون آهي، پر مُنڊ ۾ ڪيل چُڪون، ڪنهن ڪنهن وقت ڪاوڙ ڏک ۽ پشيماني جهڙا جذبا پيدا ڪنديون رهنديون آهن، خاص ڪري جڏهن ڪنهن وقت ننڍي ڌيءَ سوال ڪندي آهي تہ "بابا ڪٿي آهي...؟؟" تہ اکيون آگم جيان وسي پونديون آهن."

"ميڊم! مطلب ٽئين شادي مان بہ، توهان کي اولاد آهي!؟"

"... جي. هڪڙي ڌيءَ آهي، جيڪا مون وٽ آهي."

"اڇا!!"

"جيءَ."

"ميڊم هڪڙو سوال آهي، آهي تہ عجيب، پر پڇڻ گهرجي. جيئن تہ منهنجو تعلق ڀهراڙي سان آهي، ڀهراڙي جي ماڻهن وٽ اها سوچ ڪافي پاپولر آهي، تہ ننگن تي سر ڏيڻ مڙسن جي شان وٽان آهي، سو ان وڏيري پنهنجي ڌيءَ پاڻ وٽ رکڻ جي ڪا ڪوشش نہ ڪئي!؟"

"هاهاهاها... ننگن تي سر ڏيڻ ۽ غيرتن جا سرٽيفڪيٽ ورهائڻ، اهي سڀ بهترين اٽڪلون آهن، اهوجهہ ماڻهن کي غلام ۽ جاهل رکڻ جون. اهوجهہ ماڻهو بي سرتائيءَ سبب واهيات مفروضن واري زندگي جي قيد هيٺ زندگي گذاري رهيا آهن، جڏهن تہ واهيات مفروضن جا خالق وڏن شهرن ۾ وڏيون ڪميٽائپ جون مثالون قائم ڪري رهيا آهن... ڏسو! آئون توهان کي پهرين ٻڌائي

آئي آهيان تہ امير ماڻهو يا سندن اولاد کي وڏن شهرن ۾ رهڻ دوران پنهنجي اڪيلائي کي ڏُور ڪرڻ لاءِ "رانديڪن" جي ضرورت هوندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن اهي عارضي شادين جو بہ ناٽڪ ڪندا آهن. اسان کي سڀ خبر هوندي آهي، پر ڇا ڪجي...!!؟؟ زماني سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلڻ واري نت نئانگر سوچ ماڻهو کي پڙوو ڪري ڇڏيو آهي..." (هوءَ هاڻي ڏاڍي بي حجاب انداز ۾ گفتگو ڪري رهي هئي، شايد ڪيس صنعتڪار دوست مون سان مڪمل سهڪار ڪرڻ جو چيو هو. هوءَ دل جا حال ائين ٻڌائي رهي هئي، جڻ آئون ڪو مسيحا هجان.) "سرمد!! اها حقيقت آهي. منهنجي تنهي مڙسن مون کي پنهنجي مائٽن سان ڪڏهن بہ نہ ملايو. سندن چوڻ هوندو هو تہ اسان جون اڳ ۾ بہ شاديون ٿيل آهن، سو فيملي ۾ بحران ايندو...!! پنهنجي مائٽن ۽ زالن کي ڪچيون گاريون ڏيندا هئا. پليز! تنهنجو رشتو مون سان آهي، اهڙي قسم جون ڳالهيون ڪندا هئا. آئون خاموش رهندي هيس، ڇو تہ خاموشيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو رستو ڪونہ هو.

هن سماج ۾ عورت جي لاءِ محدود رستا آهن، بس انهن رستن تي سفر ڪرڻو پوندو آهي. مرد جي تابعداري ڪرڻي پوندي آهي. باغي پڻي جي نتيجي ۾ سنگين جوکم ڪٽڻا پوندا آهن... سو سرمد! مون ڪنڌ جهڪائي زندگي گذاري، پوءِ بہ مردن خوب مون کي لتاڙيو..." ڳالهيون ڪندي ڪندي هوءَ خاموش ٿي ويئي، خاموشيءَ کي ٽوڙڻ لاءِ مون سوال ڪيو: "پر ميڊم! توهان نيپيئر روڊ تي ڪيئن پهتا...!؟؟"

"سرمد!! (ملڪو ٽهڪ ڏيندي) هي هڪ ڪاروبار آهي. هن ڪاروبار ۾ صرف آئون نہ آهيان، هن دنيا ۾ توهان کي وڏا وڏا سياستدان ملندا، جاگيردار ملندا، چوڌري، بيوروڪريٽ، پوليس آفيسر، صنعتڪار ملندا، مطلب تہ هر طبقي جو ماڻهو ملندو... ساڳيءَ ريت آئون بہ ڪراچي



۾ رهان ٿي، ڪيڏا وڏا خرچ آهن. خرچن کي پورو ڪرڻ لاءِ گذريل ٻن سالن کان آئون هڪ دوست سان گڏجي "ڪاروبار" ڪري رهي آهيان، باقي منهنجو اصل پيشو رقص آهي."

"توهان اڃان بہ رقص ڪندا آهيو!؟"

"ڇا آئون توهان کي پوڙهي نظر ٿي اچان!؟" (چپن تي هلڪي مرڪ آڻي)

"نہ بلڪل نہ. ميڊم! توهان تہ اڃان جوان آهيو!!"

"هاهاهاهاها، اڇا!!... آئون عام محفلن ۾ ڪونہ ويندي آهيان، باقي وڏين وڏين محفلن ۾ ويندي آهيان... هي اسان جو خانداني فن آهي، جيڪو نسل در نسل هلي رهيو آهي. ڪنهن دور ۾ منهنجي امڙ وڏي رقاصہ هئي، هاڻي منهنجي ڌيءَ پنهنجي استاد ۽ امان کان ڪلاسيڪل رقص جي سکيا وٺي رهي آهي. منهنجي وڏي پٽ کي ڪلاڪار ٿيڻ جو شوق آهي. هو پنهنجي گرو کان سنگيت جي سکيا وٺي رهيو آهي... سو سرمد! رقص ۽ راڳ اسان جي نس نس ۾ سمايل آهي، ان کي اسان ڪيئن ٿا ڇڏي سگهون...!! سچ پڇو تہ جنهن ڏينهن مون رقص ڪرڻ ڇڏي ڏنو، انهي ڏينهن منهنجي زندگي جو ڏيئو اُجهامي ويندو."

"ميڊم! ائين نہ چئو، خدا اسان جي ڄمار توهان کي ڏئي."

"اوهہ!!! ائين نہ چئو جانو. چانهہ ڊبل ڪريون؟"

"ها، پر مانڊلي ويجهي آهي؟"

"ڇو؟"

"سگريٽ وٺڻا آهن."

"آئون سگريٽ گهرايان ٿي."

"نہ آئون پئسا ڏيان ٿو."

"نہ رکو رکو آئون ڏيان ٿي. توهان جنهن ماڻهو جا دوست آهيو ان ماڻهو جا اسان تي وڏا احسان آهن... پر توهان سگريٽ پيئندا

آهيو ڇا؟"

"بس، ڪڏهن ڪڏهن..."

"ها بلڪل! سڀ ماڻهو اندران اجهاميا پيا آهن... (صوفي سيٽ تي هڪ ٽنگ ٽوڙيندي، اداس لهجي ۾) مون کي 14 سالن جي ڄمار ۾ مڪڙي جانور سان گڏ بستر تي ليٽڻو پئجي ويو هو سرمد... ڇا ڪجي، ان وقت زندگي گذارڻ لاءِ ڪو رستو ئي ڪونہ هو. شهري غربت ڏاڍي پوائتي آهي. بيمار شهري معاشري ۾ سمورا رستا بند ٿي ويندا آهن، تہ پوءِ عورت پنهنجي خوابن ۽ وجود جو سودو ڪندي آهي."

"ڇا توهان جي شادي 14 سالن جي ڄمار ۾ ٿي هئي؟"

"شادي تہ 20 سالن جي ڄمار ۾ ٿي، پر... (هوءَ هڪ پل لاءِ خاموش ٿي وئي. هن خاموشي ذريعي پنهنجي هولناڪ جيون جي سموري پيڙا منهنجي اڳيان رکي ڇڏي هئي.)... بس ڇا ڪجي... ڪڏهن ڪڏهن پُرسڪون ماني جي لاءِ ماڻهو پنهنجين سمورين دلبرين کي پاڻ ئي باهہ ڏيو ڇڏي.." (مون کي خاموش ڏسي، هوءَ وقفي وقفي سان پنهنجي بي ترتيب جيون جون ڳالهڙيون بي ترتيب نموني سان ٻڌائڻ لڳي، ڄڻ هن کي ڪو مسيحا ملي ويو هو.) "... سرمد! هٿن تي مهندي ۽ جسم تي ڳاڙهو جوڙو پائڻ جو خواب، عورت کي صدين کان وٺي غلام رکيو اچي... سرمد! فطرت خبرناهي ڪهڙي جنم جي ڏوهن جي سزا ڏني آهي، عورت کي... هوءَ هاڻي فقط جنسي رانديڪو بڻجي چڪي آهي، جنهن سان اشرف المخلوقات راند ڪري ٿو، ٽوڙي ٿو ڇاهي ٿو... هوءَ تہ صرف رانديڪو آهي، دل وندرائڻ لاءِ، نسل وڌائڻ لاءِ...

هي وڏو درد آهي، هن درد کي اهو ئي سمجهي سگهي ٿو جنهن مٿان گذري رهيو آهي. آئون اهي ڳالهيون انهي ڪري ٻڌائي رهي آهيان، ڇو تہ آئون پاڻ هن درد جي درياهہ مان گذري آهيان، مقابلو ڪيو آهي، پر وقت هٿان شڪست کائي ويس."



"شڪست!؟"

"... ... (ڪجهہ دير خاموش رهي، اڪرم نالي همراهہ کي ٽي ڪڙڪ چانهہ جا ڪپ کڻي اچڻ جو چئي، مون ڏانهن البيلي انداز ۾ مخاطب ٿيندي) سرمد...!؟"

"جيءُ ميڊم؟"

"ڇا توکي ٻڌايان، تون پاڻ ڇو نٿو اندازو لڳائين تہ عورت کي طوائف بڻائڻ وارو ڪير آهي...!؟ ڪير آهي، جيڪو اڻپورين خواهشن جي تڪميل ۽ ٽن وقتن جي مانيءَ لاءِ ڪاري بازار ڏانهن پنڌ ڪندڙ مجبور عورتن جو جسم چٽيندو آهي...!؟... ها! اسان عورت کي طوائف، رنڊي، ويشيا جو نالو ڏيئي ڇڏيو پر مرد کي ڪو نالو ڇو نہ ڏيون، جيڪو هن ڪڌي فعل ۾ برابر جو شريڪ آهي...!! پر اسان صرف عورت تي زهر هاريندا آهيون. ڇاڪاڻ تہ اخلاق ۽ غيرت جا سرٽيفڪيٽ ورهائيندڙن اسان کي سبق ئي اهو پڙهايو آهي تہ عورت اڳهاڙي آهي. عورت جي اکين ۾ شيطان وينل آهي. عورت جو عقل کُڙيءَ ۾ هوندو آهي. اهڙي ديس ۾ عورتن جي سدا سهاڳڻ زندگي کي وک وک تي سقراط جيان وهہ جو وٽو پيئڻو ٿو پوي.. ..." هوءَ اکين ۾ اکيون ملائي ڳالهائي رهي هئي. اوچتو چهري تي نراسائيءَ واري ڪيفيت آئي: "سرمد! اهڙي ناهموار سماج ۾ "طوائف خاندان" ۾ جنم وٺندڙ عورتن جي زندگي، جهنم کان گهٽ ناهي هوندي.. تون پاڻ ٻڌائي، جنهن ٻار جي پهرين هوش واري نگاهہ پنهنجي امڙ جي اُگهاڙي وجود تي پوي، اهڙي ٻار جي ڪهڙي زندگي هوندي...!!؟" مون کي خاموش ڏسي، هوءَ چُپ ٿي وئي. هاڻي اسان جي وچ ۾ ڏکهي خاموشي اچي وئي هئي. ڪمري ۾ ٽئي ڄڻا خاموشي سان چانهہ پيئڻ لڳاسين. ڪليل دريءَ مان مون کي اندازو ٿيو تہ شام هاڻي رات جي ڪنارن وٽ پهچڻ واري آهي. بيگم ريشمان جيئن پنهنجو چانهہ وارو خالي ڪپ پرسان پيل ٽيبل تي رکيو تہ مون سوال ڪيو: "ميڊم ريشمان! هڪ سوال!؟"

"جي پڇو؟"

"توهان هر هر طوائف خاندان, طوائف خاندان جو ذڪر پيا ڪريو. هن حوالي سان ڪجهه ٻڌايو؟"

"ڇا ٻڌايان سرمد!!... اسان جي آس پاس هڪڙو اهڙو به قبيلو رهي ٿو. جيڪو مذهب ۽ حڪمرانن جي "ڪرم نوازين" سبب ڪيترين صدين کان نسل درنسل جسم وڪڻڻ واري ڌنڌي ۾ پيڙهجي رهيو آهي. هنن ماڻهن تي ڪنجر جو لقب پئجي چڪو آهي... هاڻي هنن لاچار ماڻهن به ڪنجر لقب قبول ڪري ورتو آهي. هيءَ هڪ وڏي برادري آهي. هن برادري جو هر هيو فرد آرٽسٽ هوندو آهي, رقص ۽ گلوڪاري هنن جي نس نس ۾ سمايل آهي, پر هن منحوس سماج هن برادري جي ڪيترن فردن کي فقط جسم جي نمائش ڪرڻ تائين محدود ڪري ڇڏيو آهي."

"ميڊم... (منهنجي ڳالهه اڌ ۾ ڪٽيندي, پيار واري انداز ۾) "هر هر ميڊم نه چئو پاڻ دوست آهيون!!"

"بلڪل, پوءِ جانو چوان!؟"

"هاهاها, (وڏو ٽهڪ ڏيندي) دل جو نالو ورتو آهي."

"واقعي!؟"

"ها! (ٻاڏي اک سان هڪڙي نظر قيصر تي ڦيرائي, مون ڏانهن مخاطب ٿيندي) ماڻهو محبتن جو بکيو هوندو آهي. هن ڇهري پنيان عجيب و غريب داستان لکيل آهن, سرمد!... الائي تو ڪهڙو سوال پئي پڇيو؟"

"ريشمان هڪڙو سوال آهي, دل ۾ نه ڪريو ته پڇان؟"

"نه نه, پڇيو."

"توهان جو واسطو واقعي هن ئي برادري سان آهي!؟"

"جيءُ, منهنجي امان "شاهي محلہ ملتان" سان واسطو رکي ٿي."(فخريلي انداز ۾)



"امڙ توهان سان گڏ رهندي آهي؟"

"جي بلڪل, توهان ان سان ملندا!!؟" (ڇپن تي هلڪي مرڪ آڻيندي.)

"ملائيندا, ته ملنداسين!!"

"هاهاها, مطلب ته اڄ رات توهان مون سان آهيو نه!؟"

ميڊم ريشمان جو اوچتو پڇيل سوال ڏاڍو ڏکيو سوال هو. آئون هڪ پل لاءِ مُنجهي ويس, ته ڇا جواب ڏيان!! ڇو ته مون مائي جي اکين مان محسوس ڪري ورتو هو ته اڄ رات ڪيس دل پشوري ڪرڻ جو ڪو موڊ آهي, پر آئون انهي حوالي کان تيار نه هئس. انهي جو هڪ ئي سبب هو ته امان سان ڪيل وچن کان پوءِ مون عاشقي جي اگهاڙي جهان کان مڪمل پاسيرو رهڻ جو وچن ڪري ڇڏيو هو پر اوچتو آئون هڪ اهڙي سرحد تي پهچي چڪو هئس, جو انڪار ڪرڻ سان منهنجي سموري ادبي ڪم تي پاڻي ڦري وڃي ها. سو مون اکيون ٻوٽي ها ۾ جواب ڏنو. منهنجو جواب ڇا ڏيڻ, ميڊم يڪدم منهنجي ساٿي قيصر کي چيو. "توهان پلي هلو صاحب کي منهنجا سلام ڏجو ۽ چئجو ته توهان جو همراهه مون وٽ قابو آهي."(ٽهڪ ڏيندي)

قيصر هليو ويو. هاڻي ريشمان ۽ آئون ڪمري ۾ اڪيلا هئاسين. ڪيس هر هر ڪالون پئي آيون. اوچتو ڳالهيون ڪندي ڪندي ريشمان چيو ته. "منهنجي گراهڪن جو ٽائيم آهي, انهن سان ڊيل ڪري اڄ پاڻ جلدي گهر هلنداسين. ها, امان سان به توهان جي ملاقات ڪرائينديس."

ميڊم ريشمان ٻئي ڪمري ۾ هلي وئي. مون سان گپ شپ ڪرڻ لاءِ هڪڙو همراهه ڇڏي وئي. همراهه ويهڻ سان ئي هوائي خبرون ڪرڻ لڳو. مون گهڻي گن لاٿار ڪئي, پر همراهه ڪو نامي گرامي ٻٽاڪي هو. آئون سندس سموري داستان کي سميٽڻ جي ڪوشش ڪريان, ته هو ڄاڻي واڻي وري ساڳي رينگٽ

شروع ڪري: "نہ سر...!! منهنجو تعلق سني خاندان سان آهي. مان اصل ٽوبہ ٽيڪ سنگهہ جو آهيان... بس زندگي جا سيئي رستا بند ٿي ويا، تہ آئون هتي پهچي ويس. سر!! اسان خانداني ماڻهو آهيون. هي ڪنجرن جي بستي آهي، پنهنجو پري پري تائين ڪو واسطو ڪونهي... سگريٽ تہ پيئاريو سر!! (مون کي مسلسل چُپ ڏسي) بس ڪنگال جو ڪير ڪونهي...!! نہ تہ ايرو غيرو اسان جي اڳيان چا... سر! اسان جو وڏو خاندان آ. لَڏُو پنجُو ڪونہ آهيان. چڱن ڀلن کي آڱوٺي تي ڪونہ پچندو آهيان. بس رهجي وياسين."

"اهو ٺيڪ آهي، پر منهنجي سوال جو جواب تہ ڏي ميان!؟"

"هاهاهاها، ڪهڙو سوال!!؟؟"

"اهيوئي دلال ڀائي وارو ڌنڌو ڪڏهن کان پيو ڪرين؟؟"

"... (ڏگهي ماٺ ۾ هلي وڃڻ ڪانپوءِ) چا ٻڌايان سر!!... هاهاهاها، ڀاڻ کي صاف گوئيءَ پسند آهي، هتي هڙئي ڦلتڙو وينا آهن... مون عشق ۾..." مون جڏهن ڏٺو تہ همراهہ صفا خالي آهي، تہ آئون موبائيل تي دوست سان چيٽ ڪرڻ لڳس، هو پنهنجي منهن وڦلندو رهيو. تيستائين ڪمري اندر ٺڙڪڙ ۾ ميڊم ريشمان آئي، ايندي شرط چيائين: "هلو هلون ڪافي دير ٿي چڪي آهي."

هوءَ ڪار ڀاڻ هلائي رهي هئي، آئون ساڻس اڳئين سيٽ تي ويٺو هئس. مون کي اندازو ٿي چڪو هو تہ مائي سينيئر ڊرائيور آهي. هوءَ ڪجهہ پل تائين خاموش رهي، اوچتو مون ڏانهن مخاطب ٿي چيائين: "سرمد! سنگيت سان دلچسپي آهي؟"

"جي بلڪل."

گانو جيڪو هلي رهيو آهي، خبر اٿئي ڪهڙي گلوڪاره جو آهي!؟"



ميڊم ريشمان جي ڳالهائڻ ۽ سوال ڪرڻ مان مون کي ڀرپور اندازو ٿي ويو، تہ مائي سنگيت جي چڱي ڄاڻو آهي. سو ڪو ڏکو هڻڻ بدران مون انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو، تہ ڀاڻ جواب ڏنائين:

"ملڪ پکراج"

"اڇا!!"

"ناليواري آهي؟"

"بلڪل ٻڌو آهي."

"سندس واسطو ملتان جي "شاهي محلہ" سان هو. مون کي تمام گهڻي پسند آهي."

مون لاعلمي واري انداز ۾ پڇيو تہ: "ملڪ پکراج جو تعلق "شاهي محلہ ملتان" سان هو!؟"

"جيءُ بلڪل، ملتان جي شاهي محلہ، ملتان جي هيرا منڊي رهي آهي. هن محلي مان بہ ڪمال جا آرٽسٽ نڪتا، انهن مان هڪ ملڪ پکراج بہ آهي."

ڳالهيون ڪنديءَ اسان ڪلفٽن جي مشهور فوڊ ريسٽورينٽ تي پهتاسين. مانيءَ کائڻ کان پوءِ ٿوري دير لاءِ سمنڊ ڪناري تي چهل قدمي ڪرڻ لڳاسين. دوران چهل قدمي: "سرمد! آئون اڪثر سمنڊ ڪناري ويندي آهيان. لهرن سان ڪچهري ڪندي آهيان، تہ ائين محسوس ٿيندو آهي، ڄڻ هن پوڙهي سمنڊ ۽ منهنجو درد هڪجهڙو هجي." (لفظ پوڙهو اهڙي لهجي ۾ ادا ڪيائين، ڄڻ ڀاڻ سمنڊ کان سونهن ۾ سرس هجي.)

اوچتو هوءَ سامونڊي لهرن جهڙي بي چين ۽ خاموش سمنڊ جهڙي اداس گفتگو ڪرڻ لڳي. سمنڊ خاموش هو. ٿڌڙي ساموندي هير بدن کي ڇهي من اندر ۾ سرگوشيون پيدا ڪري رهي هئي. اوچتو پنهنجون آڱريون منهنجي آڱرين ۾ ڇهتائي: "ڪيڏو نہ خوبصورت لمحو آهي، سرمد!! ڪجهہ پل ڀرين ڀاڻ ڪيڏي نہ

منحوس ڏمچڪر واري فضا ۾ ساهہ کڻي رهيا هئاسين. (منهنجي آڱرين کي هلڪو زور ڏيئي) ڳالهائي نہ. تون ڇو سمنڊ جيان خاموش آهين!!"

"مون کي خاموش محبت پسند آهي."

"هاهاها. (نراڙ تي آيل پنهنجي وارن جي ڇُڳ کي پري ڪندي) لڳي ٿو تون بہ مون وانگر پڳل ٽُٽل آهين!؟" (مون کي خاموش ڏسي، منهنجي هڪڙي آڱري کي موڙي) "ٻڌائي نہ!؟"

"ها بابا ها. هتي هر ماڻهو ڏکايل آهي. هر ماڻهو روحاني طور... (منهنجي ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽيندي) تو شادي ڪئي آهي!؟"

"نہ."

"ڇو پلا!؟" (البيلي انداز ۾)

"اسان مولاين سان ڪير شادي ڪندو!؟"

"ڇو بابلا!! اڃان تہ تون پيو لڳو پيو آهين!؟" (نخريلي انداز ۾)

"اڄڪلهہ سونهن ۽ ڪردار کان وڌيڪ پئسي جو زمانو آهي ريشمان!!. مايا! سماجي سونهن جي مليلاميٽ ڪري ڇڏي آهي. وڏ ماڻهپي جا اصول ئي تبديل ٿي چڪا آهن..." آئون سنجيده گفتگو ڪري رهيو هئس، تہ اوچتو: "بس ڇڏ فالتو ڳالهين کي، اهي ڳالهيون سمنڊ ڪناري ناهن ڪبيون. تون اهو ٻڌائي لمحو ڪيئن آهي...!؟ (پاڻ ئي جواب ڏيندي) لمحو ڦوهہ جوين منجهہ آهي، موڊ بہ رومانٽڪ آهي، دل شرارت ڪرڻ پئي چاهي. ڇا ٿو چوين سرمدا!؟" (مون کي چُپ ڏسي، پنهنجي ٻانهن منهنجي چيلهہ ۾ ورائي، مون کي ويجهو ڪري منهنجي ڳل تي چمي ڏيئي) "هاڻي گهر هلون؟"

ريشمان ڊفينس ۾ هڪ خوبصورت بنگلي جي اڳيان گاڏي بيهاري، تہ چوڪيدار سلام ڪرڻ کان پوءِ تڪڙو تڪڙو در کوليو. بنگلي ۾ خاموشي هئي، جيڪا ٻڌائي رهي هئي تہ بنگلي ۾ صرف آئون ۽ ريشمان آهيون، ٻيو ڪير بہ ڪونهي. البتہ پاڙي مان ڪنهن



ڪنهن وقت ڪتن جي ڀونڪار جو آواز آيو پئي. هن ڳالهہ مان اندازو لڳايو تہ ٻن پياسي وجودن جي وچ ۾ ڪيڏي نہ خاموش فضا هئي!!

اها خاموشي ڏاڍي وڻندڙ هئي. من ۾ لهرون پيدا ڪري رهي هئي، تہ جسم جي سُندر سازن سان اها خاموشي ٽوڙجي. پر آئون پڪائي ڪري رهيو هئس، تہ هوءَ پهريون قدم کڻي، پر هوءَ جنهن جي اکين مان پيتر آگ پڙڪا کائي رهي هئي، پوءِ بہ خبر ناهي ڇو حجاب ڏيکاري رهي هئي!!

اسان ڪجهہ ڳالهائڻ، ڪجهہ ڪرڻ کان سواءِ خاموش ويٺا رهياسين. خاموشي طويل ٿي ويئي، آئون خاموشي ٽوڙڻ لاءِ ڪو سُندر قدم کڻڻ بدران سڌو واش روم ۾ هليو ويس. هٿ منهن ڌوئي، جيئن ئي صوفي تي ويٺس، تہ هوءَ پهرين وڏا ٽهڪ ڏيڻ لڳي، پوءِ پروئن سان منهنجي پينٽ جي زپ طرف اشارو ڪيائين، جيڪا کليل هئي.

ٽپ ڏيئي اُٿي، مون پينٽ جي زپ مٿي ڪئي، تہ هوءَ بہ ٽپ ڏيئي اٿي ۽ مون کي پڪڙي پنهنجي سيني سان لڳايو. پوءِ پنهنجا چپ، منهنجي چپن تي رکيائين. چميءَ جو وقت ڪافي وڏي ويو هو. اسان جيئن هڪ ٻئي کي ڇڏيو تہ وڏا ساهہ کڻڻ لڳاسين. جسم جا سمورا ساز مستي ۾ اچي چڪا هئا. مون کيس ٻانهن مان پڪڙي پرسان پيل پلنگ تي ليٽايو. هن زبان پنهنجي چپن تي ڦيرائي، اڃان بہ چپا چاٽي جي دعوت ڏني، پر مون کي سندس بہ اُپريل اُرهہ جوين جي لهرن جيان پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لڳا، پوءِ اسان ٻئي ڏُکي وياسين. ڳچ دير تائين هڪ ٻئي جي جسمن ۾ ڍيل لذتن کي تلاش ڪندي، هڪ نئين دنيا ۾ داخل ٿي وياسين.

اسان هڪ ٻئي جي وجود مان خوب لطف ورتو. هوءَ ڪٿي بہ طوائف ڏسڻ ۾ نہ آئي هئي. هوءَ عورت هئي. هوءَ سراپا محبت هئي. رات جو ٽيون پهر گذرڻ وارو هو. کيس پري ڪندي سگريٽ چپن تي رکي، مون رقص ڏسڻ جي فرمائش ڪئي، تہ پهرين هن انڪار ڪيو.

گهڻي اصرار تي ريشمان راضي ٿي، پوءِ هڪ انڊين گيت تي اهڙو رقص ڪيائين، جو مون کي ڏندين آڱريون اچي ويون.

ڇا ته رقص هو سندس جسم جهڙو سهڻو.

اُف!! پاڪ دامنن جي معاشري منجهه هوءَ ڪا مانائتو نالو ڪمائي نه سگهي هئي. ريشمان جهڙيون هزارين مايون هونديون، جيڪي بهارن منجهه ڪومائجي ويون.

"ڪهڙن خيالن ۾ ٻڏي ويو آهين سرمد!؟" (البيلي انداز ۾ مخاطب ٿيندي)

"ايڏو فن، ايڏو حُسن پوءِ به دربدريون...!!"

"هاهاها، (هلڪو ٽهڪ ڏيڻ کان پوءِ، قربائتو دڙڪو ڏيندي) ماٺ ڪري ويهه. صدين کان ائين ٿيندو پيو اچي. هي درد سمنڊ جيان وسيع آهي. هن جو ڪوانت ئي ڪونهي، پر هي پهر دردن جي پچار جو ڪونهي سرمد، محبت ونڊڻ جو آهي."

"ها، پر ريشمان... (منهنجي ڳالهه ڪٽيندي) بس! توکي اڄ خبر ته پئجي ويئي نه، ته طوائف عورت آهي. هوءَ طوائف ٿي وڃڻ کان پوءِ به ڪنواري رهندي آهي... افسوس اسان وٽ ڪنوارپ وارو فلسفو ئي واهيات آهي. مرد هميشه ڪنوارو رهندو آهي، عورت سهاڳ رات کان پوءِ ڪنواري ناهي رهندي!!! (موضوع بدلائيندي) ويجهو اچ، منهنجي گوڏن سان گوڏو ملائي ويهه، مون کي زندگي بخش سرمد!!"

ريشمان حد درجي تائين تنهائين جو شڪار هئي، تنهنڪري هوءَ وچايل خوابن تي ڳالهائڻ لاءِ تيار نه هئي، پر مون کي سندس من جي دنيا جي زيارت ڪرڻي هئي. سو آئون کيس راضي ڪرڻ لڳس. ڳچ دير تائين ريجهائڻ کان پوءِ نيٺ هوءَ راضي ٿي، پر پنهنجي من جي ڪٿا ٻڌائڻ بدران ڪنهن لبرل فيمنسٽ جيان مون کي سمجهائڻ لڳي: سرمد! هن مدي خارج معاشري ۾ عورت ۽ مرد جو رشتو سوين مونجهارن جو شڪار آهي. جيستائين اها منجهيل سٽ آجي ڪونه



ٿيندي، تيستائين عورت، وحشي مرد اڳيان پنهنجو عورت پڻو ظاهر نه ڪندي (ڪراهت مان ڳالهائيندي) هي منحوس سماج عورت کي سمجهي ناهي سگهيو. . اسان وٽ عورتن کي نسل وڌائڻ لاءِ هار سينگار ڪري، دهل وڄائي، ڪين چار ٻاءِ ڇهه فوٽ جي کٽ تي دسيو ويندو آهي. انتهائي اڏنگن طريقن سان، سندس جسم ۾ پنهنجي ٻاهه ٽڏي ڪرڻ لاءِ هڪ وحشي راند ڪئي ويندي آهي. . ٻهراڙين توڙي شهرن ۾ ساڳيو عمل آهي، بس انداز مختلف آهن. اهوئي سبب آهي ته اسان وٽ نوجوان عورتون پرڻجڻ کان پوءِ يڪدم پوڙهيون ٿي وينديون آهن!!"

"ريشمان!! ڳالهين ئي ڳالهين ۾ تو وڏي ڳالهه ڪئي آهي ته "هر اها عورت جيڪا عمر کان اڳ پوڙهي ٿي وئي، اها وحشياڻي جنسي جبر جو شڪار هئي!!"

"ها، مون کي پلي پت سُڌ آهي ته وحشي ۽ اڏنگن طريقن سان ڪيل ميلاپ، ماڻهو کي وقت کان اڳ ضعيف ڪريو ڇڏي. سرمد! محبت هڪڙو فن به آهي، پر بدقسمتي سان ٽين دنيا جي ماڻهن هن پوپتر عمل کي "هڪڙي وحشي جنسي راند" جو درجو ڏيئي ڇڏيو آهي. . سچ پڇين ته ٽين دنيا جي ماڻهن جي سيڪسي نائيٽس کي فلمي طور ڊاڪيومينٽ ڪجي، ته پڪاسو وليم ورڊس ورٿ ۽ ارنيسٽ هيمنگوي جهڙو روح رکندڙ ماڻهو روئي پون. . (هوءَ ڪمال جون سياڻيون ڳالهيون ڪري رهي هئي، اوچتو موضوع بدلائيندي) خير، ڏکن جي برفاني وادين مان نڪري، اسان کي بدن جو سيڪ وٺڻ گهرجي."

"ها، پر..."

"نه پليز!!"

ريشمان جي انڪار کان پوءِ، کيس راضي رکڻ لاءِ ٻيهر اسان محبت جي اگهاڙي جهان ۾ هليا وياسين. . .

صبح جو 10 وڳي ڌاري سار ٿي، تيار ٿي، ناشتي لاءِ ريشمان جي اصل گهر طرف روانا ٿياسين. واٽ تي ريشمان ٻڌايو ته "هي گهر منهنجي هڪ دوست جو آهي، جيڪو ڪڏهن ڪڏهن ايندو آهي. منهنجو گهر گلشن اقبال ۾ واقع آهي." گهر پهتاسين، ته ريشمان پنهنجي ٻن ڌيئن ۽ پٽ سان ملايو جيڪي ڪافي ٽئلينٽيڊ لڳا پئي ۽ پوءِ اسان سڀني گڏجي ڊنر ٽيبل تي ناشتو ڪيو هو. ناشتي کان پوءِ ريشمان مون کي گهر جي ٻي ماڙي تي وٺي ويئي، جتي سندس امڙ ٽيليوزن ڏسي رهي هئي. هوءَ پنهنجي ڌيءَ جي تمام گهڻي واکاڻ ڪري رهي هئي.

موڪلائي مهل ريشمان هلڪو ڀاڪر پائيندي، سنهي آواز ۾ چيو، "تون هميشه ياد رهندين."



## (6)

بيگم ريشمان سان رس رهاڻ ڪري جيئن ئي حيدرآباد پهتس، ته شاهه عالم کي فون ڪئي ۽ حسبِ معمول شاهه عالم وڏو ٽهڪ ڏيندي چيو، "سرمد! هليو اچ بنگلي تي، تولاءِ هڪڙي "دبنگ شيءِ" هٿ ڪئي آهي."

آئون بنگلي تي پهتس، ته شاهه عالم مختصر عليڪ سليڪ ڪندي چيو، "تون سدائين رول طوائفن جي پٺيان آهين. معين دبنگ ڇوريءَ وٺي آيو آهي، پاسي واري ڪمري ۾ جهان هلي پيو... اعجاز جو چوڻ آهي ته چال مان ڇوريءَ ڊيٽ واري لڳي پئي."

مون کي شاهه عالم جي اندازِ بيان تي حيرت ٿي، پر حيرت کي درگذر ڪندي مون دل ۾ پڪو پهه ڪيو ته: "آئون مولائي ماڻهو آهيان، جديد دور جي ٽڪڙي طوائف وٽ ڪونه پهچي سگهندس. سو هي بهتر موقعو آهي، 24 ڪلاڪن جي مختصر محبت کان متاثر ٿي رنگ رليون ڪرڻ لاءِ پهتل نرتڪاءَ سان رهاڻ ڪرڻ جو."

جسم فروشي جي دنيا ۾ طوائفن جي هن قسم تي ڪال گرل جو نالو رکيو ويو آهي. ڪال گرل ۽ ڪوٺي تي ڪم ڪندڙ طوائفن منجهه بنيادي فرق اهو آهي، ته ڪال گرل خود مختيار طوائف آهي، سندس واسطو ڪنهن به طوائف گهر سان ناهي هوندو. هوءَ هڪ خفيه طوائف آهي، جيڪا ظاهري طور عزت دار عورت جو روپ ڌاريندي آهي، دلچسپ انداز ۾ گفتگو ڪندي آهي، جديد ذرائع ابلاغ ذريعي رابطو قائم ڪندي آهي، رابطو قائم

ڪرڻ کان پوءِ سودو ٺهيو تہ آزاد نموني سان مقرر وقت ۾ جاءِ تي
پهچي ويندي آهي.

منهنجو هڪڙو پيارو دوست فهد جمال بہ اڪثر "ڪال
گرلس" جي پٺيان هوندو هو. مون کي سدائين چوندو هو تہ "تون
چڪلن ۾ پنهنجي زندگي خراب پيو ڪرين، موبائل تي "فريش
مال" چونڊيو هٽ ڪرين!!."

فهد منهنجو جگري يار هو پر هن ڪڏهن بہ مون تي ڀروسو نہ
ڪيو. هو سمجهندو هو تہ آئون ڀهراڙي جو ٻڪر آهيان. سچو ڏينهن
ڪوني وارين طوائفن پٺيان هوندو آهيان. وڏي ڳالهہ اها تہ فهد منهنجي
ڪڏهن بہ ڪنهن ڪال گرل سان ملاقات نہ ڪرائي. باقي ڪال
گرلس جا سوين داستان اڪثر واهيات انداز ۾ ٻڌائي، پاڻ کي پڏائيندو
رهندو هو.

هن ڪنهن جديد طوائف سان منهنجي ملاقات ڇو نہ ڪرائي...!!
هن ڳالهہ تي آئون اڪثر حيران هوندو هئس. شايد هو بليڪ ميلر هو.
ڪال تي طوائفون گهرائي، بعد ۾ پئسا ڏيڻ وقت حرامپائي کان ڪم
وٺندو هو. ان ۾ ڪنهن بہ شڪ جي ڳالهہ ڪونهي. هو پهرين جوڙ جو
ٺڳ هو حرامپائي سندس نس نس ۾ سمايل هوندي هئي.

بهرحال هو ڇا بہ هو اها سندس نيت، پر هن وٽ جديد دور جي
طوائفن جا سوين قصا هئا. هڪ دفعي اڪيلائي واري ماحول ۾ جديد
دور جي طوائفيت واري موضوع تي فهد سان تفصيلي ڪچهري ٿي
هئي، پر اوچتو هن پنهنجي اصل طبيعت طرف موٽ کاڌي، تہ سچي
سنجيده گفتگو جي ٻيڙي ٻڏي چڪي هئي. هو واهيات گري تي لهي
آيو هو. انهي رات کان پوءِ مون ٻيهر ڪڏهن بہ ساڻس هن موضوع تي
گفتگو ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو.

فهد سان جديد طرز جي طوائف تي گفتگو ڪرڻ کانپوءِ وري شاهہ
عالم سان هن موضوع تي گفتگو ڪرڻ جو موقعو مليو هو. شاهہ عالم
دراصل سست ۽ ڪم ٿوتي شخص هو تنهن ڪري هن جي وس کان



ٻاهر هو تہ هو ڪنهن ڪال گرل سان نينهن جا ناتا جوڙي سگهي ۽ نہ
ئي وٽس ڪي اهڙا گُر هئا. مون جڏهن شاهہ عالم کي معين واري
محبوبائن جي اصل ڪهاڻي ٻڌائي، تہ هو چتو ٿي پيو هو چوڻ
لڳو، "معين کي ٻاهر نڪرڻ ڏي، اڄ پڙوي کي پادر هڻندس. هر دفعي
چوريءَ وٺيو اچي، اڪيلو ڪائي ٻچي ويندو آهي، نمڪ حرام پڙوو
ڪنهن شهرن جو... ڪڏهن چوندو آهي تہ ماسيءَ جي ڌيءَ آهي
ڪڏهن چوندو آهي تہ ڦڦي جي ڌيءَ آهي، ڪڏهن چوندو آهي تہ
دوست آهي، هر دفعي پٽيءَ پڙهايو وڃي. اڄ پڙوي سان حساب ڪبا..."

ڪال گرلس جي مختصر ڪٿا ٻڌڻ کان پوءِ شاهہ عالم معين تي
صفا ٻري پيو هو. ان وقت منهنجو مفاد پرست ذهن سوچڻ لڳو هو تہ
جيڪڏهن شاهہ عالم معين سان گوُنهاندي ڪئي، تہ اڳڻ تي هلي آيل
ڪال گرل سان منهنجي رهاڻ ڪونہ ٿي سگهندي سو آئون شاهہ عالم
کي پٽي پڙهائڻ لڳس تہ، "معين سان ڦٽاڻو ڪونهي. معين ذريعي ٻين
اٿمن سان سنگت رکڻي آهي. ٻيءَ ڳالهہ تہ مون کي پلي پٽ سڌ پئي
آهي تہ هن ڪاري دنيا ۾ اچڻ کانپوءِ اڪثر ڪال گرلس اهو
چاهينديون آهن، تہ اسان ڪنهن بہ طريقي سان پنهنجي سهيلين کي
هن فيلڊ ۾ آڻيون، تہ جيئن سپاڻي اهي اسان تي آگر نہ کڻي سگهن. سو
ڪيترائي اوباش ڇورا اهڙين طوائفن ذريعي ٻين ڇوڪرين سان رابطا
قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا آهن."

"اڇا!!! (حيرت ڀريل نگاهون شاهہ عالم مون ڏانهن ڪندي) سرمد!
پوءِ پاڻ کهڙي دنيا ۾ لڪيا پيا آهيون، هتي تہ ڪم گهٽو آهي!!"

"ها! پاڻ چلم واري دنيا ۾ گم آهيون."

"بس، اڄ هن چلم پيڻ جي... ڪي ٽوڙيون ٿا. هاڻي ٻسڪو ڇورين
سان سنگتون رکڻيون آهن. رڳو معين واري ڪسٻياڻي کي ٻاهر اچڻ
ڏي هن کان تہ راڄن جا نمبر وٺڻا آهن."

شاهہ عالم کي پيپر ۾ ٺهيل "گردو چرس" گهٽو چڙهي چڪو هو.
سو آئون ڪيس چاهي ذريعي رستي تي آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ

لڳس: "شاهه عالم! تون رڳو معين کي چڱو داٻو ڏئي ۽ ڪيس هن ڳالهه
تي راضي ڪر تہ ڇوڪريءَ سان داروءَ تي ڪچهري جو موقعو ڏئي، اهو
ئي پنهنجي لاءِ ڪوڙ آهي."

"توکي تہ سدائين رنن سان ڪچهري ڪرڻ جو ڀوت سوار هوندو
آهي، ڪڏهن پنهنجي هن شيءِ مان ڪو مزو تہ وٺ!!" (بڪايل نگاهون
مون ڏانهن ڪندي)

"يار!! ها، پر ڏسون تہ سهي، ڇوڪريءَ ڪهڙي قسم جي آهي،
معين ان سان ڪهڙو واعدو ڪيو آهي، ڪيترين ڇوڪرين لڪيل
پڙهيل هونديون آهن، اهي هر ڪنهن کي اهڙي حرڪت ڪرڻ نہ
ڏينديون آهن."

"اها ڳالهه بروبر صحيح آهي." (شرارتي انداز ۾)

اجان آئون، شاهه عالم ۽ اعجاز پاڻ ۾ ڪچهري ڪري رهيا
هئاسين، تہ معين دروازو کوليو، پري کان سرمد، گرو گرو ڇئي پاڪر
پائي مليو. شاهه عالم ڪاوڙ مان پونبو گهوري معين جي منهن تي
رکندي: "هاڻي چاپلوسي ڇڏ، اسان کي بہ هٽ سيکڻ ڏي."

"چا ٿيو!؟" (معين سنجيده ٿيندي)

شاهه عالم ٻيهر معين کي پونبو ڏيندي: "هاڻي پڙوت گيري ڇڏ،
نمڪ حلال ڪر، پڙوا!! اسان توکي سدائين پنهنجو سمجهيو، تون
حرام خور نڪتين."

معين جڏهن محسوس ڪيو تہ شاهه عالم ڳجهارت ٿوڙي ويٺو
آهي ۽ سندس پارو چڙهي چڪو آهي، تہ معين وضاحتون پيش ڪرڻ
لڳو قسم کڻڻ لڳو تہ آئون فهد جمال وارو ڏنڊو ڪونہ ڪندو آهيان.
هي منهنجي دوست آهي وغيره وغيره.

"بس بدشڪلا!! منهنجي منهن تان ٽر، توکي اسان گهڻي
عزت ڏني."

شاهه عالم صفا بخيل ٿي چڪو هو ڪيس پرچائڻ تمام ضروري
هو. نيٺ ڏکهي منٽ ميڙ کان پوءِ شاهه عالم رستي تي آيو. معين سڄي



سنگت کي صاف ٻڌايو تہ: "ڇوڪري صفا لوڪل ڪونهي، باقي آئنده
لاءِ منهنجون خدمتون حاضر هونديون." ان کان سواءِ معين اها بہ
هلاڪيءَ ڪئي، جو طوائف نگر جي تيز ترين ڇوڪريءَ کي راضي
ڪيو، تہ هوءَ اسان سان روح رهاڻ ڪري، اهو بہ انگريزي مدّ تي.

محفل شروع ٿي. اسان جي وچ ۾ وچولي شڪل جي، صحت مند
۽ پرڪشش ڇوڪريءَ ويٺي هئي. شروع شروع ۾ شرمائڻ لڳي، پوءِ
جڏهن ڪچهري جوش ورتو تہ ڇوڪريءَ جي ڳالهه پري هئي. مون
پنهنجي سڄي تحقيقي سفر دوران هن قسم جي چالاڪ طوائف نہ ڏٺي
هئي. ٻئي پيگ دوران مون جڏهن سوال ڪيو: "ميڊم! تو جهڙي
هوشيار، چالاڪ ۽ سلڇڻي ڇوڪريءَ هن دنيا ۾ ڪيئن آئي...!؟"

مون کي هڪ پل گهوريندي، سنجيده انداز ۾ اکين جي ڀروئن جي
اشارن سان: "ڪهڙي دنيا!؟"

آئون خاموش رهيس. معين ڳالهه کي اڳتي وڌائيندي: "شيرين!
دوست اديب آهي، تنهن ڪري گل چٽ ڪري سوال پڇيائين."

هلڪي مرڪ چپن تي آئي: "اهو سندس افعالن مان لڳي پيو."

جديد دور جي تيز ڇوڪريءَ جي ڳالهه تان سڀ دوست وڏا ٽهڪ
ڏيڻ لڳا. حسبِ معمول معين چالاڪي ڪندي سوال ڪيو: "شيرين!
توکي اسان جي اديب جي افعالن جي خبر آهي چا!؟"

"نہ، سوال پڇڻ مان اندازو لڳايو تہ همراهه غالب واري دور جو آهي."

سچ، سنگت ٻيهر ٽهڪ ڏيڻ لڳي. معين ٻيهر شيرين نالي
طوائف سان مخاطب ٿيندي: "تو بلڪل صحيح سڃاتو هن جون
ڳالهيون انوکيون هونديون آهن، سوال تہ صفا عجيب هوندا آهن. ٻي
ڳالهه تہ سرمد هر ڳالهه تي ڏکهين سوچن ۾ ٻڏي ويندو آهي، سو شيرين
هن جو ڪو علاج ڪر." (هلڪو ٽهڪ ڏيندي)

شيرين شرارتي مرڪ چپن تي آڻي، ڪجهه طنزيہ ڳالهه ڇوڻ کان
سواءِ معين سان مخاطب ٿيندي چيائين: "ڪميڻا! ڏس ڪيڏي نوڙت
سان سوال پڇيائين، "ميڊم تو جهڙي هوشيار ۽ سلڇڻي ڇوڪريءَ هن

دنيا ۾ ڪيئن آئي...!؟" تو ڪڏهن مون کان اهڙو سوال ڪيو!؟... ڪڏهن به نه. هن ڀيرين سوال ئي اهڙو ڪيو جيڪو ڪو به سنگت رکڻ وارو شخص ناهي ڪندو. (تجسس سان ڀريل نظرون مون تي ڇڏيندي خماريل لهجي ۾) اهڙا فضول سوال، فضول ماڻهو ڪندا آهن."

ائين چئي هوءَ خاموش ٿي ويئي. ڀيهر ڏمچڪر واري ڪچهري شروع ٿي ويئي. مون کي اندازو ٿي ويو ته مون تڪڙ ڪندي مائي جي انتهائي نازڪ رڳ تي هٿ رکيو هو. تنهن ڪري اهڙو رد عمل فطري هو. پر ان سان گڏوگڏ مون کي اندر ئي اندر ۾ حيرت هن ڳالهه تي ٿي رهي هئي. ته مردن جي هن محفل ۾ هوءَ ڪيئن نه مون سان رعب دار انداز ۾ مخاطب ٿي آهي ۽ سيني مها ڪميٽن کي منهن ڏيو ويئي آهي.

ٽئين پيگ تي اوچتو شاهه عالم مون وارو سوال پنهنجي انداز ۾ ورجايو. "جانان! ڪيئن هن تيز دنيا ۾ قدم رکيو!؟"

هوءَ خاموش ٿي ويئي. معين شاهه عالم جي ڳالهه سان ڳالهه ملائي، ٽهڪ ڏيندي، "واقعي شيرين! اها ڪهاڻي ٻڌڻ جهڙي آهي."

شيرين هڪڙو وڏو ڍڪ شراب جو پي، روايتي انداز ۾، جنهن ۾ ظاهري طور ڏک وارو تاثر نه هو. "بس! هڪڙي ڏفر هتي پهچائي ڇڏيو." (معين ڳالهه جي وچ ۾ ٽنگ هڻندي) "شيرين! ڏفر ته تون مون کي چوندي آهين!"

"تون ڏفر ناهين، ڪميٽو آهين."

شاهه عالم وڏو ٽهڪ ڏيندي، "ڪميٽو ڪونهي، ڪميٽن جو پيءُ آهي."

محفل جڏهن صفا واهيات رخ اختيار ڪيو ته مون سنجيدگي سان چيو: "يار! ڇڙوڇائي ڇڏيو ڪنهن جي ڳالهه ٻڌڻ ڏيو."

منهنجو اهو چوڻ شيرين فاتحانه نگاهون مون تي ڇڏيندي، اڌ طنز ۽ اڌ شڪايت واري انداز ۾، مون ڏانهن اشارو ڪندي، "هن کي ڇٽبو آهي، مطلبي شخص. جنهن کي فقط پنهنجي مطلب واريون ڳالهيون پسند آهن."



شيرين جي هن جملي منهنجي اندر کي ٻه اڌ ڪري ڇڏيو. منهنجي چهري جو رنگ صفا لهي ويو. آئون مڪمل طور ٻنڊ ٻهڻ ٿي ويس. پاڻ کي سنڀاليندي آڱرين ۾ اٽڪيل سگريٽ ايش ٽري ۾ اُجهائي، ڪاوڙ ۾ ڪمري مان ٻاهر نڪرڻ وارو هئس، ته پنيان شيرين وڏي آواز ۾ سڏ ڪيو: "دوست!!؟"

مون مڙي نهاريو. ته شرارتي لهجي ۾: "پليز ڇڏ ڪاوڙ سنگت ۾ ڇهچٽو ضروري آهي."

آئون موٽي خاموشي سان پنهنجي جاءِ تي ويٺس. ته شيرين خماريل لهجي ۾ چوڻ لڳي: "اديب صاحب! ناراض ٿو ٿئين. سو توکي ٻڌايان ٿي ته آئون ڪال گرل ڪيئن ٿيس. (مون ڏانهن اشارو ڪندي) تون مون کي ڪال گرل سمجهين ٿو نه...!؟ سمجهين ٿو نه!؟ (مون کي خاموش ڏسي) ها. آئون ڪال گرل آهيان. تون شريف آهين، آئون بدنام زمانه آهيان، تون عزت دار آهين. آئون رنڊيءَ آهيان..."

شيرين کي نشا گهڻا چڙهي ويا هئا. هوءَ مون کي "سفيد پوش" سمجهندي، ڪافي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳي. معين ڪيس پرچائڻ لڳو، "شيرين! سرمد اهڙو ماڻهو ڪونهي. سرمد پنهنجي جوڙ جو ماڻهو آهي."

"پنهنجي جوڙ جو ماڻهو هجي ها. ته حال احوال ڪرڻ کان اڳ ڀيرين سوال اهو نه ڪري ها. ته آئون هن دنيا ۾ ڪيئن آئي آهيان." (مون کي خاموش ڏسي) "آئون هن دنيا ۾ پنهنجي هڪ يار جي ڪري آئي آهيان، آئي آهيان... معين جهڙو لش پش هو. مون کي تڪيندو هو. شروع ۾ آئون ڪو ريسپانس نه ڏيندي هئس. پوءِ هوريان هوريان هو منهنجي وجود جو سائين ٻڻجي ويو هو. (ٿڌو ساهه کڻندي) ڪاليج کان گهر وڃي اڪثر سوچيندي هيس، بي چين رهندي هيس."

معين حسبِ عادت وچ ۾ ٽنگ هڻندي، شرارتي لهجي ۾: "ڇا سوچيندي هئين!؟"

"سيڪسي خواب ڏسندي هيس." (فخريلي انداز ۾)

"پليز جانو! ڪجهه خواب شيئر ڪر."

"ڇا!؟"

"ڇوان ٿو ڪجهه سيڪسي خواب اسان کي بہ ٻڌائي؟"

"هاهاهاها... اهي ئي، آئون هن جي ياڪر ۾ ويٺي آهيان. اسين پاڻ ۾ ڪسنگ ڪري رهيا آهيون..." هوءَ ڪجهه دير لاءِ خاموش ٿي ويئي. شايد ماضي ۾ گم ٿي ويئي هئي. محفل ۾ خاموشي ڇانيل هئي. هر ڪو پنهنجي نشي جي سرورن ۾ ورتل هو. اوچتو شاهه عالم خاموشي ٽوڙيندي: "ڪهاڻي اڃا بہ آهي يا The End!؟"

شاهه عالم ڏانهن خماريل نظرون ڇڏيندي، پيهر هوءَ وقفي وقفي سان خماريل لهجي ۾ پنهنجي ڪٿا ٻڌائڻ لڳي: "پوءِ هڪ ڏينهن هن مون کي زوري پڪڙي، منهنجي مٿ تي چمي ڏيئي، پنهنجي سيني سان لڳائي هلڪو زور ڏنو... آئون هراسجي ويئي هيس، سندس جهٽڪي واري زور دل تي اثر ڇڏيو هو." (معين حسبِ عادت وچ ۾ ڳالهائيندي) "اهڙا جهٽڪا، آئون هر هفتي توکي ڏيندو آهيان. تڏهن تہ توکي ڪجهه ڪونہ ٿيندو آهي."

"هاڻي چُپ ڪر بشني، هر ڳالهہ ۾ ٽوڙو نہ هڻندو ڪر." (معين کي ڪاوڙ ۾ دابو ڏيڻ کان پوءِ گاريال شيرين مون ڏانهن مخاطب ٿيندي) "اديب صاحب! مون ڇا پئي چيو!؟"

"جهٽڪي، منهنجي دل تي اثر ڇڏيو."

منهنجو سنجيدگي سان ايترو چوڻ، معين ٽوڪ واري انداز ۾ مون کي چئي ڏنو: "پڙوو سنجيدگي سان ڪيئن هر ڳالهہ نوٽ پيو ڪري!"

شاهه عالم يڪدم جواب ڏيندي: "اديبن جا اهي ئي ڪم آهن. پيو ڇا."

مون ٻنهي ٽرڙن کي ڪو بہ جواب نہ ڏنو هو. اداس نظرن سان کين ڏسي رهيو هئس، تہ شيرين منهنجو پاسو ڪٽيندي: "توهان لوسين کان پوءِ بہ چڱو آهي، ڪيئن سنجيدگي سان ڪنهن جو حالِ دل ٻڌي رهيو آهي. توهان جي تہ ڳ... ۾ ڄڻ ڪيڙو هجي."



شيرين جو اهو چوڻ شاهه عالم غيرت ڪندي: "اڙي پڙوي! وات سان ڳالهائي." (شاهه عالم گلاس پٽ تي اڇلائي، شيرين سان منهن ماري ڪرڻ لاءِ اٿي بيٺو. آئون، اعجاز ۽ معين کيس زوري ڪمري کان ٻاهر وٺي وياسين، پر هو مسلسل شيرين کي ڪچيون گاريون ڏيئي رهيو هو. نيٺ ضد ڪري ويٺو تہ شيرين کي هن ڪمري مان ٻاهر ڪڍو، توهان کي ڪچهري ڪرڻي آهي، تہ ٻاهر لان تي ويهو.

شاهه عالم صفا ٻاراڻو ضد ڪري ويٺو هو. نيٺ کيس راضي رکڻ لاءِ اسان بنگلي جي هڪ ٻئي سنواريل روم ۾ ويناسين. ويهڻ سان يڪدم معين شيرين کي چيو: "هل پاڻ ٻئي واري ڪمري ۾ آرام ڪريون ٿا."

"نہ، اڄ اديب سان ڪچهري ڪرڻي آهي، دل جون ڳالهيون ڪرڻيون آهن."

شيرين سميت معين ۽ اعجاز کي هلڪا هلڪا نشا چڙهي چڪا هئا. آئون جيڪو راتين جو رولاڪ هجڻ ڪري، اڃان مڪمل هوش ۾ هئس. شاهه عالم سمهي پيو هو. شيرين سگريٽ دکائي، پيهر مون کان سوال ڪيو: "اديب! پاڻ ڪهڙي ڳالهہ ڪري رهيا هئاسين!؟"

"جهٽڪي، دل تي اثر ڇڏيو."

"ها! جهٽڪي دل تي اثر ڇڏيو دل ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي هئي. پوءِ سڄو ڏينهن، سڄي رات منهنجي ذهن تي هر هر اهو منظر هلڻ لڳو. (سگريٽ جو ڊگهو ڪش هڻندي) ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ ڪاليج جي خالي ڪمري ۾ اسان پيهر ملياسين. ملڻ شرط اسان ڊگهو چميءَ چاٽو ڪيو هو."

چميءَ چاٽو جي ڳالهہ ٻڌندي، معين پنهنجي صوفي تان اٿي، شيرين کي چميءَ ڏيئي ڪسنگ ڪرڻ لڳو آئون ۽ اعجاز اداس نظرن سان واڱڙا ٻڌجي کين ڏسي رهيا هئاسين. هنن جي ڪسنگ ، ڪجهه ڊگهي ٿي، تہ آئون اعجاز سان مشڪري واري انداز ۾ مخاطب ٿيس: "اعجاز! پوءِ پاڻ ڪڏهن هلون پئرس؟"

اعجاز ڏکو ٺهڪ ڏيندي: "بس سارين جي سيزن اچڻ ڏي پوءِ پهرين بناتي جا پئسا پئرس ۾ ڦٽائيندا سين."

"يار! ڏس پئرس مهانگو اٿئي!!"

اعجاز جي جواب ڏيڻ کان پهرين معين ڪسنگ اڌ ۾ ڇڏي ڪاوڙ مان اسان ڏانهن مخاطب ٿيندي: "يار!! ڪهڙو مٺو ڪاڏو اٿئي، پٺهين به پئرس گهمي آيو آهي."

"تنهنجي چوڻ تي ڳ... سڙي، اسان جو ذاتي ٽوئر آهي." (اعجاز جواب ڏيندي)

معين قاتل بوٽ جهڙو ٻوٽ ڪندي، شيرين جي ٻانهن ۾ هٿ وجهندي: "شيرين هل ڪمري ۾ هلون، هتي هي ويهڻ ڪونه ڏيندا... توکي چوان ٿو هل... پليز شيرين!!"

شيرين ٺپ جواب ڏيندي: "نه، موڊ ڪونهي. ويهه اديب سان ڪچهري ڪريون ٿا. (ٽيبل تي پيل شراب جي گلاس مان هڪڙو ڍڪ ڀريندي) ها، اديب صاحب! پاڻ ڪهڙي ڳالهه ڪري رهيا هئاسين؟؟"

"ملڻ شرط اسان ڇمي ڇاتو ڪيوسين!!"

(ٽڏو ساهه کڻندي) "تو به زندگي جا پراڻا ڪاتا کوليا آهن... اهو سلسلو ڪافي وقت تائين هلندو رهيو. مون کي مزو ايندو هو ڳالهه ڪبي صاف... (مون کي خاموش ڏسي) مون کي ٽڪين پيو ڇا؟" (مون ڪنڌ لوڏي انڪار ۾ جواب ڏنو ته ڳالهه کي جاري رکندي) "اسان ڳجهن هنڌن تي انجواءِ ڪندا رهندا هئاسين... قصو وڏو آهي، بقايا داستان وري ڪنهن ٻيءَ محفل ۾..." (پنهنجي هٿ ۾ پيل شراب جو گلاس مون کي ڏيندي) "هي هاڻي تون پي!"

"ٻيهر وري ڪڏهن ملاقات ٿئي يا نه ٿئي!!"

منهنجو اهو جملو چوڻ، شيرين جي اکين مان لڙڪ ڪري پيا، جڻ يڪدم ڏکن جي پاتال ۾ ڪِري پيئي هجي. آئون خاموش ويٺو هئس. اعجاز ۽ معين تي نشا چڙهي چڪا هئا. اهي اسان کي ڏسي رهيا هئا، پر ڪجهه چوڻ جي همت نه ڪري رهيا هئا.



پنهنجا لڙڪ هٿن سان اگهندي: "تو اهڙي ڳالهه ڪئي، جو مون کي منهنجو پرين ياد اچي ويو..." (مون محسوس ڪري ورتو ته ظاهري طور چالاڪ ۽ گاريال مائي اندر ۾ انتها درجي جي معصوم، ڏکايل ۽ پڇي پور پور ٽيل آهي.) "واقعي! هن ڪمبخت زندگي تي ڪو ڀروسو ڪونهي. هو به ڦوهه جوڀن ۾ هڪڙي ايڪسيڊنٽ ۾ رُسي ويو. اجا آئون سندس چپڙن جي ڪنارن وٽ مس پهتي هيس... (سگريٽ دکائي، ڦوڪ سان تيلي اُجهائي، ڏکو ڪش هڻندي) هن جدائي جي روڳ، واهيات سماج ۽ خواهشن جي اوڙاهه هتي جي پهچائي ڇڏيو اديب صاحب...!! (هڪ پل لاءِ مجبور نگاهون مون ڏانهن ڪري، ٽڏو ساهه کڻندي) نشا ٿي اُڏامي ويا. هو ڏس ڏاگهه ڪيئن ستا پيا آهن، صوفن تي."

شيرين جو اهو چوڻ، معين پنهنجي چوچين اکين سان اسان کي گهوري ڏسڻ لڳو ته يڪدم شيرين چيو: "آرام ڪر، آرام ڪر، صبح ٿيڻ واري آهي."

معين کي تکو جملو چوڻ کان پوءِ هوءَ هڪ پل لاءِ خاموش ٿي ويئي. اوچتو مون ڏانهن مخاطب ٿيندي: "اندازن گهڻو ٽائيم ٿيو هوندو؟"

"بس ڪڪڙ ٻانگ ڏيڻ وارا آهن."

"هاهاهاها، سچ اياري ڇڏيو آهي، پاڻ...!!"

"ها، پره ڦٽي جو وقت آهي."

"يار! پره ڦٽي جي هير جو مزو وٺون؟" (البيلي انداز ۾ سوال ڪندي)

"ها ڇو نه، هلو مٿي ڇت تي هلون."

اوچتو تڪڙ ۾ اٿندي: "هلو مٿي هلون."

اڃان اسان چند وکون کنيون، ته هوءَ ٿڙندي پريان وڃي ڪِري. مون کيس سهارو ڏيندي، صوفي تي ويهاريو ته هن خماريل لهجي ۾ چيو: "اديب صاحب! بس اها آهي، زندگي اسان جي."

هن اداس جملي کان پوءِ هوءَ ڏکهين خاموش وادين ۾ گم ٿي ويئي. مون کيس ڪو سڏ نه ڪيو. هن به ڪو سڏ نه ڪيو. چوڌاري سناٽو هو.

آئون طوائف نگر جي شيرين کي اداس اکين سان ڏسي رهيو هئس. هن
کي هر هر ننڊ جا جهوٽا اچي رهيا هئا. نيٺ هوءَ صوفي تي گهاٽي ننڊ ۾
وڪوڙجي ويئي. آئون سُتل وجود کي بہ مسلسل ڏسندو رهيس.
هن چالاڪ طوائف جو سُتل وجود، سندس زندگي جي سموري
ڪٿا ٻڌائي رهيو هو. هن ڪٿا کي پڙهندي پڙهندي، مون کي بہ ننڊ
وڪوڙي ويئي.



## (7)

ٻئي ڏينهن صبح 11 وڳي ڌاري آئون، شاهہ عالم ۽ اعجاز ناشتو
ڪري رهيا هئاسين، تہ شاهہ عالم اوچتو گذريل رات واري محفل جو
ذڪر ڇيڙيندي چيو: "قسم سان، مون توهان دوستن جي ڪري ڇوريءَ
کي ڇڏي ڏنو نہ تہ اگهاڙو ڪريانس ها... ڪنجريون ڇوريون، وري
نخرا ٿيون ڪن..."
آئون ۽ اعجاز خاموش ويٺا هئاسين. هو مسلسل بڙ بڙ ڪري رهيو
هو. سندس مسلسل بڙ بڙ کان تنگ اچي، نيٺ مون کيس چيو: "يار! تون
ڇوڪريءَ تي تشدد ڪرين ها، تہ ڪهڙو مڙس ماڻهو سڏجين ها!؟؟
توکي تہ ان ڪجھ ڪونہ چيو. مون سان تہ هر هر جُنون ڪري رهي
هئي. مون هڪ اکر ڪيس چيو مانس...!؟"
"تون تہ رنڍين جا پير ڌوئي پيئندو آهين. ڇا اسان بہ
پيئون!؟" (شاهہ عالم ڪاوڙمان چيو)
"بس يار!! پنهنجي ماٺ آهي."
ناشتو ڪري دنگ ڪيوسين. تہ مون سنگت کان اجازت
ورتي: "پنهنجي گاڏي هاڻ هلي ٿي، هاسٽل تي، ڪافي ڏينهن ٿيا آهن.
لکڻ پڙهڻ جو ڪم ناهي ڪيو. سوال اهو ڪرڻو آهي، پوءِ گڏ آهيون."
"ها، پر ڪراچي واري ٽوئر جو ڪجھ ٻڌائي، ڪيئن رهيو!؟"
شاهہ عالم چپن تي شرارت واري مرڪ آڻي سوال ڪيو. سوال کي
اڳتي وڌائيندي، خاموش طبيعت جي مالڪ اعجاز چيو: "ها يار!!
ڪراچي جا ڪجھ رنگ شيئر ڪر!؟"

"ڪراچي ۾ بس هڪڙي رقاصه بيگم ريشمان ۽ ان جي ڪوٺي سان تعلق رکندڙ چند فردن سان رهاڻ ٿي. ڏاڍي ڪارائتي رهاڻ هئي. سکڻ لاءِ گهڻو ڪجهه مليو. بس هاڻي ارادو آهي، هيرا منڊي لاهور وڃڻ جو."

"يار هيرا منڊي ۾ ڪجهه ڪونهي، هتي وڏو مال آهي." (شاهه عالم هلڪڙائپ واري انداز ۾ جواب ڏنو.)

"مون کي ان مال سان واسطو ڪونهي، هاڻي آئون ڪيترن ئي نسلن کان طوائفيت واري پيشي سان لاڳاپيل ماڻهن جو درد ڀڃڻ چاهيان ٿو. تنهن ڪري هاڻي مون کي نوجوان طوائفن سان ناهي ملڻ مون کي سينيئر آرٽسٽ طوائفن سان روح رهاڻيون ڪرڻيون آهن."

"نوجوان آرٽسٽ طوائفن سان ڇو نه؟" (اعجاز تجسس واريون نگاهون مون تي ڇڏيندي)

"يار اعجاز! ان جا ٻه بنيادي سبب آهن. هڪ ته آئون پورهيت ڪلاس جو ماڻهو آهيان. تنهنڪري اڄ جي دور جون نوجوان طوائفون مون جهڙي بکئي سياح سان رهاڻ ڪرڻ وقت جو ذيان سمجهن ٿيون. ٻي ڳالهه ته اڄڪلهه جي هر نوجوان رول يا وري ڪوٺي واري طوائف وٽ هڪ جهڙو تجربو ۽ هڪ جهڙي ڪهاڻي هوندي آهي. تنهنڪري مون پڪو ارادو ڪيو آهي ته طوائف خاندان سان واسطو رکندڙ سينيئر طوائفن ۽ دلالن سان ڪچهريون ڪرڻ گهرجن. ته جيئن طوائفيت جي هن جهان کي سمجهي سگهان."

شاهه عالم حسبِ معمول هلڪڙائپ جو مظاهرو ڪنديه "يار! خوامخواهه وقت پيو وڃائين. رات گئي، بات گئي وارو فلسفو سمجهڻ جي ڪوشش ڪر."

شاهه عالم جي هلڪڙي ڳالهه جو جواب هلڪي ٽهڪ سان ڏيئي، سنگت کان موڪلائي، آئون مختلف گاڏيون بدلائيندي آرٽس فيڪلٽي پهتس، ته شاگرد پنهنجي رهائشي ماڳن طرف وڃڻ جي



تياري ۾ مصروف هئا. اوچتو پريان کان مون کي پراڻي چاڙهي باز ڪامريڊن جو ٽولو ڏسڻ لاءِ مليو. اسان جي وچ ۾ ڪجهه مفاصلو هو سو مون گهٽ هٽي پڇڻ جي ڪئي، ته پريان جبران جو وڏي سر آواز ڪنن تائين پهتو. "ڪامريڊ!، او ڪامريڊ!!"

ڪافي مهينن کان پوءِ ڪنهن تنظيم سان تعلق رکندڙ دوست، مون کي ڪامريڊ چئي پڪاريو هو. دراصل طوائف نگر ڏانهن سفر ڪرڻ کان پوءِ چاڙهي باز ڪامريڊ دوستن مون تان لفظ "ڪامريڊ" جو ليبل لاهي، "آواره" لقب رکي ڇڏيو هو. سو هڪ آواره شخص کي ڪافي عرصي کان پوءِ سرٽيفڪيٽ ورهائيندڙ ٽولي جي دوست، ڪامريڊ چئي سڏ ڪيو هو اها ڳالهه منهنجي لاءِ حيران ڪندڙ هئي.

بهرحال آرٽ فيڪلٽي واري ڪينٽين اڳيان سمورن دوستن سان خوشگوار موڊ ۾ ملاقات ٿي. سڀ دوست چانهه تي ڪچهري جو هر هر چئي رهيا هئا. پر مون انڪار ڪيو هو. مون کي فڪري جمود جو شڪار نقلي ترقي پسندن سان، هڪ قسم جي ڪراهت ٿي چڪي هئي. ڪڏهن ڪڏهن دل چوندي هئي، ته اهڙن حقير ۽ خسيس ماڻهن سان وڏيون جُنون ڪجن. جيڪي ترقي پسندي ۽ روشن خيالي جا دعويدار به آهن. ته وري پراڻن ۽ مبهم خيالن جا وڪيل بڻيل آهن. پوءِ وري ٻي سوچ ذهن تي سوار ٿيندي هئي ته جيڪي ماڻهو ڄاڻي ٻجهي صرف نام نهاد سفيد پوشي کي بچائڻ لاءِ احمقانه سوچ جا وارث بڻيل آهن. اهڙن خيانت پسندن اڳيان مٿو کپائڻ رڍن اڳيان رباب وڄائڻ برابر آهي.

پوءِ به ڪڏهن ڪڏهن ممنوع ٿيل موضوعن تي لکندي قلم رڪجي ويندو هو آئون ڏکهين سوچن منجهه گم ٿي ويندو هئس ته ايجان مون لتاڙيل ماڻهن تي تحقيقي ڪم شروع ئي مس ڪيو آهي، ته هينئر سان ئي هڪڙي احمق ٽولي کي ايتري چڙ لڳي آهي، جو پرپٺ

منهنجي خلاف فتوائون جاري ڪري رهيو آهي. اجان تہ پنڌ پري آهي. اجان تہ تحقيقي ڪم لفظن جو روپ وٺي ڪاغذن تي تحرير بہ ناهي ٿيو. تحرير ٿي، ماڻهن وٽ اچڻ کان پوءِ ڇا ٿيندو...!! پوءِ تہ هي نام نهاد اخلاقي گبر سنگهہ مون کي ڦاسي تي ٽنگڻ جون فرمائشون ڪندا. پوءِ تہ مون کي سماج ۽ ادبي کيتر ۾ محدود ڪرڻ لاءِ عجيب قسم جا گهاٽ گهڙيا ويندا...!!

آرٽ فيڪلٽي ۾ ڄاڙي باز ٽولي جو ديدار ڪرڻ کان پوءِ مسلسل پوائنٽيون سوچون ذهن تي سوار ٿي ويون هيون. ڇڻ واٽ ويندي مون کي پوتن ڏيکائي ڏني هئي. سچ پڇو تہ هڪ پل لاءِ آئون مڪمل طور پاڻ کي اڪيلو محسوس ڪرڻ لڳو هئس ۽ سامهون هن سماج جو تنگ نظر، دقيانوسي، هالو چالوءِ سڙيل چهرو اکين اڳيان ڦرڻ لڳو هو.

اجان روم تي اڪيلو پوائنٽي سوچن ۽ نراسائي واري ڪيفيت ۾ وينو هئس، تہ پيارو دوست ساجن اچي ويو. ايندي شرط پرنام چئي، وڏو ياڪر پائي مليو. حال احوال وٺڻ کان سواءِ ڪل جهڙيون ڳالهيون ڪرڻ لڳو. "الاڙي سرمد! اڄ ڪيميسٽري ڊپارٽمينٽ ۾ هڪڙي ڇوڪري ڏٺي، صفا انت!! يار! ڪڏهن ڪڏهن دل چوندي آهي تہ اهڙن اپسرائن جي پيرن ۾ وينو هجان، رڳو ڪين ڏسجي، بس..."

ساجن جي ڪل جهڙن خيالن، مون کي ڪلڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو هو. آئون نراسائي واري ڪيفيت مان نڪري، وڏا ٽهڪ ڏيڻ لڳس. اسان جهڙا ابوجهہ ماڻهو شهر گهمڻ ايندا آهن، تہ شهر اسان کي مڪمل طور ڪائي ويندا آهن. اسان ان شهري رنگ ۾ رنگجڻ بدران دڪانن جي قطارن، ڊگهن رستن، گاڏين جي شور ۽ ماڻهن جي هجوم اڳيان اوپرائپ واري ڪيفيت ۾ وڪوڙجي ويندا آهيون. اهڙي رش ۾ جيڪڏهن ڪا ناري ڪلي نهاري، تہ اسان ان ناري تي ديوان غالب جيڏو ڪتاب لکڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهيون.



ساجن بہ وارن جو ڪڪڙ اسٽائل ڪرڻ باوجود ڪڏهن ڪڏهن اهڙا سگنل ڪٽندو هو جو آئون خوب ٽهڪ ڏيندو هئس. انهي ڏينهن بہ ساجن جي انوکي ڳالهين تي ڇا ڪلڻ، ساجن صفا ناراض ٿي پيو. ڏگهي منٿ ڪان پوءِ وڃي راضي ٿيو هو. پوءِ ڪجهہ دير ماٺ رهي، اداس لهجي ۾ چيائين: "يار! تون سدائين منهنجي ٻاراڻي منڙي تي کليو آهين. تنهنجي مشاهدي ۽ علم اڳيان آئون ابوجهہ آهيان. تڏهن...!!؟؟ (ساجن جي اداس لهجي ۾ چيل هن جملي کان پوءِ آئون مڪمل ڀت ٻڻجي ويس. هو رڪي رڪي ميارون ڏيڻ لڳو هو.) ماڻهو دوستن کي حوصلو ڏيندا آهن... همتون بخشيندا آهن... تون خبر ناهي ڇو منهنجي انتهائي ويجهو هجڻ باوجود هر دفعي مون کي Disappoint ڪندو آهين...!! منهنجي ڪومل جذبن تي ٺٺوليون ڪندو آهين. . ."

"سوري، هاڻ ائين ڪونہ ٿيندو. يار! دراصل منهنجي اندر ۾ هر وقت درد جو ڏيئو ٻري رهيو آهي، تنهن ڪري مون کي روايتي ڳالهيون صفا عجيب ۽ بيهوده لڳنديون آهن. تون منهنجو پيارو پرين دوست آهين. تو تي ٽهڪ طنزيہ ڪونہ هوندا آهن، اهو بہ هڪڙو پيار آهي. باقي آئون توکان واقف آهيان، تو منجهہ ڪجهہ ڪرڻ جو جنون موجود آهي، جيڪو هڪ ڏينهن رنگ لائيندو."

"يار! ٿوري اجان بہ تعريف ڪر، پليز!" (ڇپن تي سهڻي مرڪ آڻيندي)

"ساجن! اهڙو ديپ آهي، جيڪو اداس روحن کي روشني سان منور ڪندو آهي. اڄ آئون مڪمل اداس هئس، هن کي ڏسي منهنجي زندگي جون سموريون روشنيون ٻيهر موٽي آيون. ساجن جهڙا دوست دوستي کي سُندر معنيٰ بخشيندا آهن... ساجن! توسان مون کي دلي لڳاءُ آهي."

"ٿينڪ يو، ٿينڪ يو سرمد!!، اڄ هڪڙي ننڍڙي ڪس ڪريون."

"ماٺ ڪري ويھ. پاڻ کي ڪجھ اهم ڳالهيون ڪرڻيون آهن. انتهائي اهم. زندگي ۽ مستقبل سان واڳيل."

"اڇا! ضرور."

"نہ پهرين تون واپس Track تي اچ."

"بس اچي ويس."

"يار! اڄ آئون مسلسل نراشا ڪيفيت ۾ وڪوڙيل هئس. توکي خبر آهي تہ آئون ڏاهپ کان مفلوج معاشري ۾ اهو ڪجھ ڪرڻ چاهيان پيو. جيڪو هر ڪنهن جي وس ۾ ڪونهي... يار! انسان آهيان. ڪڏهن ڪڏهن پاڻ کي صفا اڪيلو محسوس ڪندو آهيان."

"ها يار! آئون پاڻ ڪڏهن ڪڏهن تنهنجي جنون کي ڏسي حيران ٿيندو آهيان. پنهنجي منهن سوچيندو آهيان. تہ هن قدامت پسند معاشري ۾ ممنوع ٿيل موضوعن جي پرچار ڪري، تو پنهنجو مستقبل داءَ تي لڳائي ڇڏيو آهي. سو توکي سوچ ويچار ڪرڻ گهرجي سرمد!!"

"ساجن! آئون سڀ ڪجھ سمجهان ٿو پر منهنجو سرمست منڙو ڪجھ ٻڌڻ لاءِ تيار ڪونهي. آئون روايتي سرحدن کي لتاڙڻ چاهيان ٿو آئون طبقاتي نظام جي گهاٽي ۾ پيڙهجندڙ گونگي نسل جي ڪٿا لکڻ چاهيان ٿو. تہ جيئن هن بيمار سماج ۾ ڪي باغي روح ڦٽي نڪرن. جيڪي هن طبقاتي سماج جي ڪرنگهي جي هڏي کي ٽوڙي سک ۽ ماٺيهپءَ وارو اعليٰ سماج جوڙين. . ."

"تون برابر مثالي ڪم ڪرڻ چاهين ٿو پر يار! روايتن جي ڏٻڻ ۾ ساهہ کڻندڙ ماڻهو ڪڏهن بہ ممنوع ٿيل موضوعن تي لکيل تحريرون پسند نہ ڪندا...!! تون پاڻ چوندو آهين تہ قدامت پسند پريءِ پر نام نهاد ترقي پسندن بہ ڪڏهن عصمت چغتائي، منٽو ۽ واجده تبسم کي پنهنجو نہ سمجهيو. سو اهي ڪٿي ٿا. تنهنجو پورنو گرافي آرٽ کي سمجهن...!! سرمد! Impossible. . .



ها. جيڪڏهن تو پڪو پھ ڪري ڇڏيو آهي. تہ آئون هن هولناڪ سناٽي ۾ هر صورت ۾ وڏي چيخ ڪندس. تہ پوءِ اٿلتا سان توکي جيڪو ڪرڻو آهي. اهو ڪر. History will judge... تاريخ بهترين منصف آهي. پڙهندڙ بهترين منصف آهن. ڇڏي ڏي واتوڙي خلق کي!! تو پاڻ ڪٿي لکيو هو تہ "نام نهاد پاڪستاني ترقي پسندن ۽ سنڌي قومپرستن سان عقلي بحث ڪرڻ اُٺ کي رڪشا ۾ ويهارڻ برابر آهي..."

ساجن مسلسل ڏاهپ سان ڀريل اهڙي اعليٰ گفتگو ڪري رهيو هو جو آئون مانڙي ڪري سندس فڪر انگيز گفتگو ٻڌي رهيو هئس. منهنجي دل بہ چڪي ڪاڏو تہ آئون اڄان بہ وڌيڪ ساجن سان دل جو حال اوريان ۽ ناياب صلاحون حاصل ڪريان.

"ساجن! اڄ کان پوءِ مون مان هيڪلائپ وارو احساس مڪمل فنا ٿي چڪو آهي. هاڻي مون کي ڪابہ ڳڻتي ڪونهي. آئون طوائفيت واري دنيا بابت رهيل ڪم وڌيڪ تيزيءَ سان مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس."

"ها. پر سرمد ايستائين تو هن دنيا بابت ڪيترو مشاهدو حاصل ڪيو آهي؟؟"

"ڪافي حد تائين آئون هن ظاهري طور پُراسرار دنيا کي سمجهي چڪو آهيان. هاڻي مون کي نسل درنسل طوائفيت جي پيشي سان لاڳاپيل فردن جي پيڙا کي محسوس ڪرڻو آهي. انهن جي پيچيده رشتن کي سمجهڻو آهي. هاڻي مون کي آدم شناس ۽ فن شناس ٿي هڪ اهڙي طوائف کي سمجهڻو آهي، جيڪا هن پدرشاهي معاشري ۾ سماجي درجا بندي جو شڪار ٿي، هميشہ لاءِ طوائف بڻجي چڪي آهي. هوءَ هن ڪوهہ مان نڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪري تہ بہ ڪونہ ٿي نڪري سگهي ساجن!!"

"يار! مون کي تنهنجي ڳالھ سمجھ ۾ ڪونہ آئي!؟"

"توکي ڪيئن آسان لفظن ۾ سمجهايان...!! دراصل ساڄن ايترا مهينا آئون انهن طوائفن سان رس رهاڻ ڪري رهيو هئس. جن غربت، وڌندڙ مهانگائي، بيروزگاري ۽ فيشني دنيا سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلڻ جي چڪر ۾ طوائفيت جي ڪاري دنيا ۾ پناهه ورتي هئي. هاڻي مون کي ان قبيلي سان روح رهاڻيون ڪرڻيون آهن، جن وٽ عورت هميشه طوائف ئي هوندي آهي."

"اڇا!!"

"جيءُ ساڄن! هن نيري اڀ هيٺ هڪڙو اهڙو قبيلو به رهي ٿو جن ۾ طوائفيت وارو پيشو، گذريل ڪيترين صدين کان نسل درنسل منتقل ٿي رهيو آهي. هن قبيلي ۾ عورت جو ڦوهه جواني ۾ ماءُ ٿيڻ پيشي جي لحاظ کان نقصان ڪار هوندو آهي، ڇاڪاڻ ته شهوت پسند گراهڪن کي خوبصورت، ننڍي ڇمار وارين ۽ قدبت ۾ هلڪي بدن وارين عورتون پسند هونديون آهن. سو عام طور تي اولاد جي جنم سان عورت جسماني طور کلي ويندي آهي، تنهن ڪري اها واڌ ويجهه ڪاروبار لاءِ نقصان ڪار هوندي آهي."

"اڇا...!!"

"جيءُ پوءِ به هن خاندان جون عورتون ڇمار جي هڪ حصي ۾ ڌيءَ جي پيدائش لاءِ درگاهن تي وڃي پڙ چاڙهينديون آهن. باسون باسينديون آهن، دعائون گهرنديون آهن ته من ڌيءَ ڄمي، اسان جو مستقبل بيواهه ٿيڻ کان بچي پوي."

"ڪمال آهي سرمد!! عام طور تي پٽ جي پيدائش لاءِ ماڻهو هر قسم جا حيلا ڪندا آهن. درگاهن جو پاسو وٺندا آهن، هتي ابتي ريت آهي."

"بلڪل، هن قبيلي جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، ريتون رسمون بنهه انوکيون، دلچسپ ۽ ڇرڪائيندڙ آهن. البته هي قبيلو مرداڻي سماج جي زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي، پر پوءِ به هن قبيلي اندر عورت



گهر جي سربراهه آهي. مرد جي حيثيت ٻئي درجي واري شهري جهڙي هوندي آهي. ايستائين جو ڪا طوائف پٽ ڄڻيندي آهي، ته امڙ مايوس ته ٿيندي ئي آهي، پر ان سان گڏ ٻين عزيزن ۽ دلالن جو به منهن لهي ويندو آهي."

"اڇا! يار اڄ تون هڪ نئين Taboo جو ذڪر پيو ڪرين."

"نئون ڪونهي، اسان جي اکين جي سامهون زندگي گذاريندڙ هڪڙي قبيلي جي ڇرڪائيندڙ سماجي ڪٿا آهي... توکي وڏي ڳالهه ٻڌايان ته ڪي وهمي يا عقيدي پرست طوائفون پٽ جي ڄمڻ تي سمجهنديون آهن، ته اسان تي ڪنهن ڪارو جادو ڪيو آهي يا وري فلاڻو پير اسان تي مهربان نه ٿيو تڏهن پٽ ڄميو."

"او اوهه. ايتري قدر!؟"

"بلڪل، رولاڪين دوران مون ڪجهه دلالن کان اها به ڇرڪائيندڙ ڳالهه ٻڌي، ته اڄڪلهه ڪيترين وحشي طوائفون الٽراسائونڊ ذريعي پٽ هجڻ جي تصديق کان پوءِ پنهنجو حمل به ڪيرائي ڇڏينديون آهن."

"او اوهه. سرمد تو ته اڄ طوائفيت جو انتهائي ڇرڪائيندڙ روپ ڏيکاري ڇڏيو يار!!"

"ها، وري دلچسپ ڳالهه اها ته ڌيءَ ڄمندي آهي ته امڙ ويجها عزيز ۽ ڄاڻو سڃاڻو گراهڪ گهرائي جشن ملهائيندي آهي، خيراتون ڪندي آهي. امڙ سمجهندي آهي، ته مون پنهنجي متبادل ڄڻي ڇڏي آهي، هاڻي آئون ڪڏهن به بک نه مرنديس... ساڄن! اڃان به توکي هن قبيلي جي هڪ دلچسپ ۽ دل ڏاريندڙ هڪڙي ڳالهه ٻڌايان، ته هن قبيلي جون عورتون پنهنجي ڌيئرن تي کک به نه سهنديون آهن، لاڏ ڪوڏ مان پالينديون آهن ۽ کين اها به سُتي ڏينديون آهن، ته توهان کي مستقبل ۾ رقاصه بڻجي، پنهنجي خاندان جو نالو روشن ڪرڻو آهي...

اهي پنهنجي ٻارن جي پرورش اهڙي ماحول ۾ ڪنديون آهن، جو ننڍپڻ جي وهيءَ ۾ ئي معصوم اکيون هن ڪٿا کان بخوبي آگاهه ٿي وينديون آهن، ته زندگي گهنگهرو ٻڌي، ٽپڪا ڏيئي، پياسي وجودن کي ريجهائڻ جو نالو آهي."

"يار سرمد! ڏس، هر ساهه واري جيو لاءِ زندگي ڪيڏي نه ڏکي ۽ ڪيڏي نه اڙانگي آهي....!! هر جيو کي زنده رهڻ لاءِ جوکم، حيلا ۽ جدوجهد ڪرڻي پوندي آهي."

"بلڪل! اها ڳالهه درست آهي ته زندگي مسلسل جدوجهد جو نالو آهي. هن پرٿوي ۾ جيڪو جيو جدوجهد نٿو ڪري، اهو فنا ٿيو وڃي... پر پاڻ جنهن قبيلي بابت گفتگو ڪري رهيا آهيون، انهي جي سماجي زندگي جي چونڊ فطري ناهي، اهي ماڻهو طبقاتي نظام جا شڪار ٿيل ماڻهو آهن... هي قبيلو جن کي هن خطي جا ماڻهو "ڪنجر خاندان" جي نالي سان سڏيندا آهن، اهو خاندان طبقاتي نظام جي هڪڙي انتهائي يوائتي شڪل جو زنده مثال آهي. ساجن! طبقاتي نظام پنهنجي جوهر ۾ انتهائي يوائتي شڪل رکي ٿو."

"ها، پر سرمد منهنجي خيال ۾، هنن ماڻهن جي ڪلهن تي مرداڻو سماج ٻه چڙهي ويٺو آهي، جنهن هنن جي ڪرنگهي جي هڏي ڀوڙي ڇڏي آهي."

"تون بلڪل صحيح پيو چوين، تڏهن ته هن قبيلي جي ماڻهن پاڻ تي "ڪنجر" جو لقب قبول ڪيو آهي. . . بهرحال ساجن! تاريخ ۾ جيڪي ماڻهو همتون هاري ويهندا آهن، انهن کي وقت انتهائي بي رحمي سان لتاڙي ڇڏيندو آهي... جاني! هاڻي مون کي هنن لتاڙيل ماڻهن جون ڪٿائون ٻڌڻيون آهن، انهي لاءِ مون کي هر صورت ۾ هيرا منڊيءَ لاهور وڃڻو آهي، جو ته اتي ڪنجر خاندان جا ماڻهو وڏي اڪثريت ۾ آباد آهن."

"سرمد! تنهنجو هي ڪم وڏو سياويڪ ڪم آهي. سچ پڇين



اڄ آئون پاڻ کي اوپرو محسوس ڪري رهيو آهيان. مون ڪجهه ناهي ڪيو، انگلش ڊپارٽمينٽ ۾ پڙهندي چار انگريز شاعرن جا نالا ياد ڪرڻ کان سواءِ آئون ڪجهه نه ڪري سگهيس. مون ڪجهه پڙهيو ئي ناهي، ڪجهه ڏٺو ئي ناهي، هن مدي خارج نصابي ڪتابن صفا محدود ڪري ڇڏيو آهي يار!!... سو توکي وينتي آهي ته مون کي ٻه پنهنجي زندگي جو حصو سمجهي، پنهنجي رولاڪين ۾ شامل ڪر، ته جيئن آئون ٻه اسياويڪ فعلن کان پاسيرو ٿي، ڪو سياويڪ ڪم ڪريان يار....!!"

"زبردست سوچ آهي، توکي خبر آهي ته منهنجي سدائين اها آس رهي آهي ته علمي ۽ ادبي محاذن تي نئون نسل اهو ڪجهه ڪري، جيڪو ڪم اسان جو پراڻو نسل ناهي ڪري سگهيو... سو منهنجي خواهش آهي ته تون هيرامنڊيءَ ڏانهن پنڌ ۾ شامل رهو جو ته هر اڪ وٿ پنهنجي معنيٰ ۽ پرکڻ جي صلاحيت هوندي آهي."

"بلڪل، آئون توسان مڪمل گڏ آهيان سرمد!! جڏهن ٻه حڪم ڪندين، آئون هلڻ لاءِ تيار آهيان، پر يار!! هڪڙو مسئلو آهي، ته پنهنجي اتي ڪا ڄاڻ سڃاڻپ ڪونهي، سو ڪيئن پاڻ اتي جي تجربيڪار طوائفن ۽ دلالن وٽ پهچنداسين!؟"

ساجن جو اهو سوال بلڪل درست هو. نيٺ مون کيس اها ڳالهه ٻڌائي ته: "انهي لاءِ ڪراچي ۾ رهندڙ هڪڙي رقاصه بيگم ريشمان مڪمل تعاون جو يقين ڏياريو آهي. هن مڪمل ڏس پتا ڏنا آهن، ته ڪٿي رهائش اختيار ڪرڻي آهي ۽ ڪنهن ڪنهن سان ملڻو آهي."

"اڇا! پوءِ يار ڇا جون ديرون. بس جلدي نڪرڻ گهرجي، پوءِ وري پيپر ويجها اچي ويندا."

"ها آئون پنهنجي سنڌي ڪجهه پئسا هٿ ڪريان، پوءِ نڪري هلنداسين."

"اندازن گهڻو خرچ ايندو؟"

"بس بيگم ريشمان جو وزيٽنگ ڪارڊ ڪم ڏيکاري ٿو ته صرف رهائش ۽ کاڌي پيتي جو خرچ ايندو."

"پوءِ ته يار واھ جو جڳاڙ ٿي چڪو آهي. بس، ڪجھ ڏوڪڙ هٿ ڪر. ڪجھ مون وٽ آهن. نڪري هلڻ گهرجي."

"ها."

"يار! هاڻي پوڄن جو بندوبست ڪجي؟"

"ها يار! مون کي بہ صفا چتي بک لڳي آهي."



## (8)

مارچ مهيني جي ڪا تاريخ هئي. مون ۽ ساجن اهو فيصلو ڪيو ته ايندڙ ڇنڇر جي شام لاهور ڏانهن نڪرڻ گهرجي. ٻئي طرف هيرامنڊي ڏانهن پنڌ ڪرڻ جي خبر، سڄي سنگت وٽ ڪنهن لڪڙ تار ذريعي پهچي چڪي هئي. اهي دوست، جن کي خبر هئي ته آئون ڪافي مهينن کان طوائفيت واري جهان تي تحقيقي ڪم ڪري رهيو آهيان. اهي گهڻو ڪونہ ڪڇيا. باقي جيڪي اڻواقف هئا، اهي دوست ڇهري تي جنسي بک واري ڪيفيت آڻي، چوڻ لڳا هئا: "بس يار! تنهنجي مرضي."

دائرن اندر بند سماج ۾ خاص طور مڊل ڪلاس جو نوجوان جنسي فرسٽريشن جو جيترو شڪار آهي، اها پيڙا ڏاڍي چرڪائيندڙ آهي. هي نوجوان هٿ رس ذريعي پنهنجي جنسي تڙپ کي مات نہ ڏين، تہ هر روز ڪيترائي نوجوان جنسي فرسٽريشن سبب خودڪشيون ڪن.

بهرحال اسان تہ روحن جي قبرستان جي زيارت ڪرڻ لاءِ وڃي رهيا هئاسين، پر پوءِ بہ ڪيترائي ذاتي دوست سمجهڻ لڳا هئا تہ اسان عياشي ڪرڻ وڃون پيا. ايتري تائين جو منهنجي ڪلاس پائي ۽ صفا واهيات دوست فهد جمال کي جڏهن پتو پيو تہ: سرمد وارا هيرامنڊيءَ وڃن پيا، تہ هو ضد ڪري ويٺو: "آئون توهان سان گڏ هلندس."

مون کيس ڪافي سمجهايو تہ: "تون جنهن ڪم لاءِ هلڻ چاهين ٿو ان ڪم سان اسان جو پري تائين ڪو واسطو ڪونهي. اسان تحقيقي خيال کان وڃي رهيا آهيون." پر هو سٽيي طبقي جو الهڙ

نوجوان هو. نيٽ کوڻ مڙيو ۽ چيائين: "هر صورت ۾ توهان سان گڏ هلندس. مون کي هيرامنڊيءَ جون ڇوريون ڏسڻيون آهن. پئسا منهنجا آهن. توهان جي چوڻ تي ٻ... سڙيا!"

نيٽ اسان جي گروپ ۾ هڪڙو جنسي روبوٽ ڪلندي ڪڏندي شامل ٿيو هو. مون ۽ ساجن پنهنجي پر ۾ فيصلو ڪيو ته سٽيي ڊر آهي. ڪجهه مالي فائدو ڏيندو ۽ ان سان گڏوگڏ پائوڊر واري ڪيز جي پيداوار جنريشن جون حرڪتون به ڏسڻ لاءِ ملنديون. جيڪي متان ڪنهن قدر فائدي مند ثابت ٿين. هر محقق لالچي شخص هوندو آهي. هو پنهنجي ڪم جي سلسلي ۾ ڪنهن گڏهه کي به پاڪر پائي سگهي ٿو.

ريل جي وڃڻ جو وقت 09 وڳي جو هو. اسان رات جو 08:30 وڳي ڌاري اسٽيشن تي پهتاسين. اڃان اڌ ڪلاڪ ريل ۾ دير هئي. آئون ۽ ساجن خالي پيل بئنچ تي ويهي رهياسين ۽ فهد جمال پنهنجي عادت کان مجبور ٿي، اسان کي چيائين: "توهان هتي ويهو آئون اڪيون ٽڏيون ڪري اچان ٿو. مون ٻڌو آهي ته پارڪن، فوٽ پاٿن ۽ لاري اڏن کان سواءِ ريلوي اسٽيشنون به طوائفن جو اهم آستانو هونديون آهن."

مون سندس ڳالهه کي رد ڪندي چيو ته: "اها ڳالهه بلڪل غلط آهي، ڇاڪاڻ ته ريلوي اسٽيشنون ۽ بس اسٽاپ مسافرن جون جڳهيون آهن. هتي طوائفن جو ويهڻ فضول آهي."

منهن چٻو ڪندي: "اڙي ڇريا! هنن آستانن تي پنهنجي منزل ڏانهن ويندڙ مسافرن کان سواءِ منزلن کان رهجي ويل شڪاري به آساني سان پنهنجو شڪار هٿ ڪندا آهن."

فهد جي الجبرا مون کي سمجهه نه آئي هئي: "بس تون وڃ. چڪر هڻي اچ."

فهد هليو ويو. آئون ۽ ساجن غور ويچار وارين نگاهن سان اسٽيشن تي برپا ڌمچڪر ڏسڻ لڳاسين. ڪنهن به پرڏيهي محقق کي جيڪڏهن پاڪستاني ماڻهن جي سماجياتي زندگي بابت اسٽڊي



ڪرڻي آهي، ته تحقيق لاءِ پاڪستاني ريلوي اسٽيشنون بهترين جايون آهن. جتي ويهي پاڪستاني معاشري کي سمجهي سگهجي ٿو.

اسان پنهنجي چوڌاري برپا ٿيل ڌمچڪر کي غور سان ڏسي رهيا هئاسين، ته اوچتو اسٽيشن تي سدائين خراب رهندڙ لائوڊ اسپيڪر تي کانگهارن ۾ گهيريل آواز ٻڌڻ ۾ آيو. پوءِ هر طرف افراتفري مچي ويئي ۽ ائين اسان جي سامهون ريل گاڏي اچي بيٺي، جنهن جي بوگين تي وڏن اکرن سان لکيل هو پاڪستاني ڪوچ.

هن ئي ريل تي اسان کي لاهور جو سفر ڪرڻو هو. ريل جيئن ئي دل ڏاريندڙ رانياٽ ڪري پهتي، ته مسافرن ۾ ڌمچڪر حد درجي تائين مچي چڪي هئي. هر ڪو هن وٺ پڪڙ ۾ هو ته پهرين ريل ۾ آئون چڙهان. اسان ماٺ ڪري پريان ويهي رهياسين. اوچتو منهنجي زبان مان هي جملو نڪري ويو ته: "فضيلت سان ريل يا ڪنهن گاڏي ۾ سفر ڪرڻ پاڪستاني ماڻهن کي سيکاريوئي نه ويو آهي."

مون کي هن جملي چوڻ جي دير هئي، ته پرسان بيٺل فهد جمال روايتي انداز ۾، شايد زندگي ۾ پهريون دفعو ڏاڍي دلچسپ ڳالهه ڪئي هئي ته: "جنهن ڏينهن پاڪستاني ماڻهن فضيلت سان مسافري ڪرڻ سکي ورتي، انهي ڏينهن پاڪستان ۾ ماکي جون نديون وهي سگهن ٿيون."

هن جملي کان پوءِ مون غور سان فهد ڏانهن ڏٺو پر هن ڪا خاص توجهه نه ڏني هئي. هاڻي هو به ٻين مسافرن جيان رش ٽوڙي اڳتي نڪرڻ جون ڪوششون ڪري رهيو هو. جڏهن مون کي ۽ ساجن کي چئي رهيو هو ته: "هي پاڪستان آهي، هتي زندگي جي گاڏي تي چڙهڻ جو اهيوئي طريقو آهي، نه ته ٻارهين رانديگر جيان شايد ڪڏهن به توهان کي پنهنجي راند کيڏڻ جو موقعو ميسر نه ٿي سگهي."

ڪجهه ئي دير ۾ ڪن ڪائيندڙ شور برپا ڪندڙ ريل هلڻ لڳي. شور ايترو جو منهنجي ڪنن ۾ سور پئجي ويو هو. فهد مون ڏانهن ائين ڏسڻ لڳو جڻ ڪا ڪچي گار ڏيڻ وارو هجي. ساجن خاموش ويٺو هو.

اوچتو ساجن جي پرسان ويٺل همراھ "گندي هوا" ٻاهر ڪئي، تہ ساجن کان ٻگهو ٽهڪ نڪري ويو. ٽهڪ جو سبب پڇڻ کان اڳ بدبوءِ اسان تائين پهچي چڪي هئي. اسان ٽئي نڪ تي هٿ رکي، پنهنجي ٽهڪن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئاسين، پر جنهن پوڙهي چاچي ڪارروائي ڪئي هئي، ان جي چهري تي ڪوبہ گهنج ڪونہ پيو هو. ڪابہ حيرت ڏسڻ لاءِ نہ ملي هئي.

بدبوءِ جيئن ئي هوا سان ملي ختم ٿي، تہ فهد مون ڏانهن مخاطب ٿيندي، طنزيہ لهجي ۾ چيائين: "سرمد! چاچي پاڻ کان ڪهڙو پلاند ورتو!؟"

فهد جي دلچسپ ڳالهہ تان مون کان ٽهڪ نڪري ويو. مون ڪيس سنجيدگي سان چيو: "يار! هي هنن ماڻهن جو پراڻو الميو آهي."

"واقعي!" (هلڪو ٽهڪ ڏيندي)

"ها. پراڻي پنجابي نسل ۾ هڪڙي ڪمزوري اها بہ آهي، تہ اهي ڀريل محفل ۾ "گندي هوا ۽ ٺڪاڪو ڦاڙڻ" کي ڪو عيب ڪونہ سمجهندا آهن."

"اڇا! وڏي ڳالهہ آهي!!" (فهد پنهنجي مخصوص انداز ۾) "پر يار! هوائي فائر ڪرڻ کان اڳ ٻار ٻچي جو خيال ڪرڻ گهرجي."

"ماٺ ڪريو، چاچو پاڻ ڏانهن مشڪوڪ نگاهن سان ڏسي پيو. شايد هو سمجهي پيو تہ سويري کان مون تي پيا کلن." (ساجن مون کي ۽ فهد کي خبردار ڪندي)

اجان اسان جي وچ ۾ ڪجهہ دير لاءِ ماٺ آئي، تہ اوچتو پڳڙا ۽ ٻارن جون شيون وڪڻندڙ هڪڙو نوجوان ڇوڪرو اسان جي سيٽن وٽان گذريو تہ فهد کيس سڏ ڪندي چيو: "هڪڙي ڳالهہ چوان!؟"

"ها چئو"

"دل ۾ نہ ڪندين؟"

"نہ نہ"

"مون کي ڪيئن خبر پوي، تہ تون دل ۾ نہ ڪندين؟"



ڇوڪرو ٽهڪ ڏيندي "ڀائو هاڻي ڇئو بہ ڪٽي!"

فهد ٺڏو ساھ کڻندي "بس ماري ڇڏئي!"

ڇوڪرو ٻيهر ٽهڪ ڏيندي "يار! ڇا ٿيو؟"

"بس يار! تو مايوس ڪري ڇڏيو."

ڇوڪرو اسان ڏانهن مخاطب ٿيندي: "ڀائو! مون ڪا اهڙي ڳالهہ چئي؟"

مون ۽ ساجن انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو تہ فهد نيٺ ڦاٽ ڪاڏو ۽ سنهڙي آواز ۾ چيائين: "ڏي خبر، ريل ۾ ڪو حُسن وغيره آهي يا رڳو وڏو گوشت؟"

نوجوان بہ ڀانت ڀانت ڀتڪيل هو سو بنا ڪنهن حجاب جي چئي ڏنائين: "پوري ريل حُسن کان وانجهيل آهي، رڳو بوگي نمبر 8 ۾ ڪجهہ مال آهي، پر دلال ويٺل آهي. لڳي ٿو لاهور پيا وڃن."

ٻارن جون شيون وڪڻندڙ نوجوان جو اهو جملو ڇا چوڻ، فهد جمال جي پينٽ ۾ جڻ ڪيڙو پئجي ويو هو. هر هر چوڻ لڳو "بس! هڪڙي بوگي جو مفاصلو آهي." ... "يار ساجن!! هل چڪر هڻي اچون." ... "يار! ويهي ويهي ٿڪي پيا آهيون، هل بوگين جو چڪر لڳائي اچون." ... "ڪاش! بوگي نمبر 8 ۾ پنهنجون سيٽون هجن ها" ... "سرمد! توکي ڇا ٿو لڳي، تہ ڇوري ڪوڙ تہ ڪونہ ڳالهايو...!!" مسلسل رينگٽ ٻڌڻ کان پوءِ مون ساجن کي عرض ڪيو تہ "ساجن! نياڳي کي بوگي نمبر 8 جو ديدار ڪرائي اچ. نہ تہ هي سڄي واٽ رت پيئندو."

"نہ يار! اهڙي ڳالهہ ڪونهي، دراصل سفر پورو ڪرڻ لاءِ ڪو تہ موضوع هجي."

"موضوع بوگي نمبر 8 آهي!؟" (ساجن هلڪو ٽهڪ ڏيندي)

"ها، سرمد هن موضوع تي ڪو شعر ٻڌائي!!؟"

"هاڻي ماٺ ڪري ويهہ. مون کي ريل جي مسلسل گوڙ سبب اڌ مٿي جو سور پئجي ويو آهي. آئون مٿئين برٿ سيٽ تي سمهان ٿو."

"ها، پر مانيءَ جو ڪو بندوبست ڪريو. مون کي بک لڳي آهي."

"ٽرين جو سفر هڪ دفعو پهرين به مون ڪيو آهي، پاڪستاني ٽرين جي مانيءَ کان بک ڀلي آهي، نه ته باٿروم جو پاسو ڪونه ڇڏيندين."

"پوءِ هو سامهون وارو همراهه ڪيئن پيو چانور ڳڙڪائي؟"

منهنجي جواب کان اڳ ساجن چيو: "اهو چوڌري آهي، پورو ملڪ ڳڙڪائي ويو آهي."

فهد کي ساجن جي رومال ۾ ويڙهيل ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي ۽ چيائين: "ڪنڌ ۾ ميلائي هار پاتل اٿس. لڳي ٿو ته ڪنهن ميلي تان پيو اچي."

ساجن جواب ڏنو پئي، ته مون وچ ۾ ٽنگ هٽي، ڳالهه ئي ختم ڪري ڇڏي: "بس ٺيڪ آهي، جنهن کي بک لڳي آهي، اهو روهڙي جنڪشن تي مانيءَ کائي، آئون آرام ٿو ڪريان."

آئون چادر اُوڍي سمهي پيس. جلد ئي گهاٽي ننڊ وڪوڙي ويئي. اڃان گهاٽي ننڊ ۾ ئي هئس، ته فهد مون کي ڏونڊاڙي اٿارڻ لڳو. مون سندس چهري ڏانهن ڏٺو ته سندس چهرو لٽل هئس ۽ چوڻ لڳو: "يار! مون کي ننڊ نٿي اچي، گڏجي آيا آهيون ته توهان کي ڪمپني ڏيڻ گهرجي. توهان سنگت ۾ صحيح ڪونه پيا ڪريو. ائين ڪونه ٿيندو آهي."

آئون ٽپ ڏيئي اٿيس، ته هو به ٽپ ڏيئي مون واري برٿ تي چڙهي آيو. رات جو پوين پهر هو سڄي ريل تي خاموشي ڇانيل هئي، اسان سگريٽ دُکايا. هاڻي فهد آهستي آهستي پنهنجي ڪيل ڊرامي تان پردو شاطر انداز ۾ کڻڻ لڳو: "يار سرمد! ٿوري دير پهرين بوگي نمبر اٺ ۾ ويو هئس. صفا مست ڇوريءَ ويٺي آهي، پر هوءَ هڪڙي ٻي سري همراهه سان ڪچهري ڪري رهي هئي. لڳي ٿو گراهڪ آهي!!"

"ته سگهي ٿو."

"تون ڏسي اچ، استاد ماٺهو آهين."



"آئون ڪيئن وڃان، رات جو پرائي بوگي ۾ ڇريو ٿيو آهين ڇا!!"

"بس يار! تو کان ايترو ڪم به ڪونه ٿو پڄي!!"

"ڀيلي! آئون ڪونه ويندس."

"بس، ٺيڪ آهي. ٿوري مان خبر پئي."

فهد ٻيهر ناٽڪ ڪري، منهن سڄائي ويهي رهيو. نيٺ سنگت ۾ هلڻ جي ريت نڀائيندي، آئون بوگي نمبر 8 ۾ ويس. جتي هڪڙي سهڻي نرتڪاءَ پنهنجي مڙس سان گوڏا گوڏي سان ملائي ڪچهري ڪري رهي هئي. هڪڙي سرسري نظر ڦيرائي، واپس فهد وٽ آيس. هن يڪدم سوال ڪيو: "ڏي خبر؟"

"اڙي يار! تازو پرڻيل جوڙو آهي، هوءَ پنهنجي مڙس سان ويٺي آهي."

"مڙس سان؟ (منهن خراب ڪندي)

"ها."

"نه يار! ايڏي سهڻي مائي، اهڙي چرٻٽ سان گڏ...!!

"بس، هتي گلن جو انجام اهڙوئي ٿيندو آهي."

"ها، پر آئون جنهن ٽائيم ويو هئس، اهي ڪلي رهيا هئا. يار! ڀليو آهين، مائي مون کي پاڻ واري جوڙجي پئي لڳي."

"ڪجهه شرم ڪر، شرم. مڙس اٿس، مذاق به نه ڪري!"

"ڏس، وري اديب ٿي ويٺو آهين نه. يار! ايڏي سهڻي مائي، اهڙي نياڳي سان مذاق پئي ڪري، مون کي عورتن تي حيرت ٿيندي آهي!!"

"حيرت جي ڳالهه ڪونهي، هي جاگيرداراڻو معاشرو آهي. هتي عورت جي زندگي جا فيصلا مرد ڪندو آهي. ويچاريون عورتون اکيون ٻوٽي نصيب جو ڪيل ڇئي، اهي فيصلا قبول ڪنديون آهن."

"بُس يار! ڪاش هتي آئون هجان ها! (مون کي خاموش ڏسي، ٻاراڻي لهجي ۾) يار! قسمت سدائين ٻي تڪن جو ساٿ ڇو ڏيندي آهي!؟"

"ڏيکاريئي نه، پنهنجو هوسي روپ."

"ڇو؟؟ آئون هن هنگري جي سيٽ کان گهٽ آهيان ڇا!!"

"نه. تنهنجي سوچ انتهائي ڪِريل آهي. امير طبقي عورت کي رانديڪو سمجهيو آهي. ڪجھ حياءَ ڪريو انسان کي انسان سمجهو."

"بس يار! تون مون کي امير ٿو سمجهين!!"

"نه. توکي اميرن جي پاڙي ۾ رهندڙ سندن اوپر ڪائيندڙ پيارو دوست سمجهان ٿو."

فهد هڪ ڀڙڪ ٻاهر نه ڪڍي. منهن ڦٽائي، هلڪيون گاريون ڏيندي، منهنجي برٿ تان لهي پريان گيٽ ڏانهن هليو ويو. بوگيءَ ۾ ماٺ ڇانيل هئي. ٻاهر گهگهه ڪاري اونداهي هئي، جنهن مان ريل شور سان پنهنجو رستو ٺاهي رهي هئي. آئون ٻيهر سمهي پيس.

اگهور ننڊ ۾ هئس، ته فهد وري صبح جي پهر ۾ اٿاريو. "اُٿ سرمد! بهاول پور آيو آهي. هيٺ هلي، چانهه پيئون. بک منهنجا لاهه ڪڍي ڇڏيا آهن يار!!"

اسان ٽيئي ڄڻا ترين مان هيٺ لٿاسين. مٽيءَ ۾ ڀيوت ٿي چڪا هئاسين. سو ٻهرين ڊوڙ پاڻي جي نلڪي ڏانهن ڪئي سين. هٿ منهن ڌوئي، چانهه جي ڪينٽين تان چانهه جا ڪپ ورتاسين. چانهه جو ڇا ڍڪ ڀرڻ. چانهه نه هئي جڻ مينهن جو مٽ. ساجن ته الٽي ڏيئي چانهه جي سُرڪ ٻاهر ڪڍي ڇڏي هئي.

هاڻي ته اسان جي وچ ۾ ڪچهري جو موضوع ريلوي نظام بڻجي ريو هو. فهد هن ريلوي نظام جي گندي حالت ڏسي، هن نظام جو ڪٽر مخالف بڻجي ويو هو. هو هر عوام جي ٽيڪس تي هلندڙ حڪومت جي بيڊ گورننس کي گاريون ڏيئي، پنهنجي اندر جي فرسٽريشن ڏُور ڪري رهيو هو. آخرڪار ريل لاهور اسٽيشن تي پهتي. اسٽيشن تي هر طرف رش ئي رش هئي. سو انگريز دور جي ٺهيل تاريخي اسٽيشن کي ڏسڻ کان سواءِ اسان اسٽيشن تان ٻيڃڻ جي ڪئي سين، ڇاڪاڻ ته ريل جي ٿڪائيندڙ سفر ۾ مٽي اسان جو اهڙو حشر ڪيو هو جو اسان پنهنجي وجود کان بيزار ٿي چڪا هئاسين.



رڪشا ڪري، اسان انارڪلي بازار ۾ هڪڙي سهانگي هوٽل جو ڪمرو ورتوسين. ڪمري ۾ داخل ٿيڻ شرط ئي پنهنجي بيگ کي پلنگ تي اڇلائي، آئون واش روم ۾ هليو ويس. پاڻي ئي مون کي ٻيهر انساني روپ ۾ آندو هو.

ڪجھ دير آرام ڪري نوي وڳي ڌاري ماني کائي، اسان انارڪلي بازار گهمڻ جو فيصلو ڪيو. لاهور جي قديم ۽ مشهور انارڪلي بازار اڪبر بادشاهه جي دور جي درٻاري رقاصه انارڪلي جي نالي سان مشهور آهي. برصغير ۾ انارڪلي ۽ اڪبر بادشاهه جي پٽ شهزادي سليم جي پريم ڪهاڻي تاريخي شهادت ثابت نه ٿيڻ باوجود هڪ بدنصيب ۽ اداس محبت جو داستان آهي. ان داستان جي هيروئن انارڪلي جي نالي سان قائم، لاهور جي انارڪلي بازار بابت به ڪيترائي قصا ۽ ڪهاڻيون پڙهڻ ۽ ٻڌڻ لاءِ ملن ٿيون. چيو وڃي ٿو ته ڪنهن دور ۾ انارڪلي بازار ڪٿڪ رقص ڪندڙ رقاصائن جي بازار هئي، جتان طبلي ۽ گهنگهرو جي آواز جون سرگوشيون ديوانن کي پاڻ طرف ڇڪينديون هيون.

حُسن، آواز ۽ رقص جي هر دور ۾ حڪمراني رهي آهي. ايستائين جو جابر حڪمران به حُسن، آواز ۽ رقص اڳيان پنهنجو سيس جهڪايو آهي، پر اسان جڏهن انارڪلي بازار پهتاسين ته حُسن، آواز ۽ رقص ٽياس تي ٽنگجي چڪا هئا. قديم عمارتون، هڪڙي پُراسرار ڪٿا بيان ڪري رهيون هيون. اڄ ڪلهه انارڪلي بازار ٻن حصن ۾ ورهايل آهي، هڪ پراڻي انارڪلي ۽ ٻي کي نئين انارڪلي بازار چيو وڃي ٿو. ٻئي بازارون روزمره جي مختلف شين جي خريداري ۽ کاڌي پيتي جي هوٽلن جون مکيه مرڪز طور مشهور آهن. ٻنهي بازارن جي مختلف گلين ۾ پنڌڪڻ کان پوءِ اسان هوٽل تي آياسين. ڏکهي ٿڪاوٽ، اسان کي اگهور ننڊ سان ملاقات ڪرائي ڇڏي هئي.

صبح اُٿڻ سان ئي اسان روحن جي قبرستان طرف وڃڻ جو ارادو ڪيو. آئون هر هر استاد اڪبر جو نمبر ڊائل ڪرڻ لڳس، پر ڪوبه

جواب موصول نہ ٿي رهيو هو. استاد اڪبر جو موبائل بند هجڻ سبب منهنجي وجود تي ڏکهي مايوسي واري ڪيفيت ڇانئجي ويئي هئي، ڇو تہ استاد اڪبر ئي تہ هو. جنهن جي باري ۾ بيگم ريشمان ٻڌايو هو تہ: "هن جي اکين ۾ هيرامنڊيءَ جا ڪيئي سچ محفوظ آهن. ڪيئي چنڊ محفوظ آهن. ڪيئي ستارا محفوظ آهن. ڪيئي چنڊ گرهڻ محفوظ آهن. ڪيئي اونداهيون محفوظ آهن. ڪيئي ڪوئلن جون ڪتائون، مورن جو رقص، چڪور جون چاهتون محفوظ آهن."

اهڙي آدم شناس ۽ فن شناس روڳي ڪردار کان سواءِ "هيرن جي منڊيءَ" ۾ قدم رکڻ فضول هو. آئون اداس ٿي چڪو هئس. هر هر نمبر ڊائل ڪري رهيو هئس. ساڄن خاموش هو. فهد ٿڪجي چڪو هو. هو هجڻ ۽ نہ هجڻ واري فڪر کان بي نياز الهڙ نوجوان هو. شڪر، اوچتو استاد اڪبر جو نمبر لڳي ويو. جڻ وڇايل خواب جي ساڀيان ٿي پئي هئي.

استاد اڪبر انتهائي سڀاجهڙي انداز سان اسان کي هيرامنڊيءَ واري علائقي ۾ رقص جي حوالي کان مشهور هڪڙي ديري تي اچڻ جي دعوت ڏني. اسان يڪدم هوٽل کان هيٺ لٿاسين. چند ئي قدمن تي ڪجهہ رڪشا بيٺل هئا. تہ هڪڙي رڪشا واري کي مون هيرامنڊي هلڻ جو چيو. تہ هو غور سان منهنجي چهري کي ائين ڏسڻ لڳو. جڻ مون ڪيس ڪا واردات ڪرڻ جي دعوت ڏني هجي. ڏاڍو عجيب شخص هو. چپن تي هلڪي مرڪ آڻي چيائين: "اتي خيرن سان ٿا وڃو؟"

منهنجي ڪجهہ چوڻ کان اڳ فهد چيو. "هيرا تلاش ڪرڻ."

پوءِ هو اسان کي اخلاقي پٽيءَ پڙهائڻ لڳو. اسان بہ عجيب ماڻهو هئاسين. يڪدم ڪنهن ٻئي رڪشا واري سان ڳالهائڻ بدران سندس اخلاقي ڀاشڻ ٻڌڻ لڳاسين. نيٺ مون ڪڪ ٿي چيو: "ڀيلي اسان پهرين جوڙ جا بداخلاق آهيون. هلڻو اٿئي يا نہ؟"

"ها ها، ويهو ويهو."



همراهہ هڪڙي مخصوص رڪشائي انداز سان رڪشو اسٽارٽ ڪري، اسان اڻڄاڻ ماڻهن کي اڌ رستي تي لاهي چوڻ لڳو: "بس! هتان هيرامنڊي شروع آهي."

اسان اتي لهي پياسين. ڪرايو ڏيئي، چند قدم پريان بيهي اڃان استاد اڪبر جو نمبر پئي ملايو. تہ رڪشا واري مون کي سڏ ڪيو. پاڪ دامني جو ليڪچر ڏيندڙ همراهہ چپن تي هڪڙي مخصوص مرڪ آڻي، اوچتو حيران ڪندڙ ڦاٽ ڪاڍي: "هيرامنڊيءَ ۾ ڪجهہ ڪونهي، نڄن جو راڄ آهي. توهان پري کان آيا آهيو مهمان آهيو. منهنجو هتي هڪ دوست آهي. اهو مال سپلاءِ ڪندو آهي. چئو تہ آئون ان سان ڳالهايان!؟"

اسان جيڪي پاڻ کي وڏا خفتي ۽ رول سمجهي رهيا هئاسين. همراهہ جي اوچتو ڪيل انڪشاف تي هڪ پل لاءِ صفا حيران ٿي وياسين. جڻ پنهنجي شڪست تسليم ڪري رهيا هئاسين. تہ اڃان هن سوداگر دنيا منجهہ اسان ننڍڙا ٻار آهيون.

رڪشا واري جي مهمان نوازي جي دعوت کي هلڪو ٺهڪ ڏيئي رد ڪندي، مون استاد اڪبر جو نمبر ملايو. هن دفعي وري استاد اڪبر ڪال نہ ڪٽي رهيو هو. اسان راهہ ويندڙ چند ماڻهن کان هيرامنڊي جو ڏس پڇڻ لڳاسين. تہ اهي اسان جي چهري کي غور سان ڏسي، ائين جواب ڏيڻ لڳا. جيئن ڪنهن نئين ماڻهو کي ريگستاني ماڻهو جواب ڏيندا آهن.

نيٺ استاد اڪبر ڪال ڪنئي ۽ هن ٻڌايو تہ: "رڪشا وارو اسان سان وڏي پٽي ڪري ويو آهي. اڃان ٿورو پنڌ آهي. توهان شايد نہ پهچي سگهو. سو ڪنهن رڪشا واري کي موبائل ڏيو تہ آئون کيس ديري جو پتو ڏيانس."

ٿوري ئي پنڌ تي اسان هڪڙي عمارت اڳيان آياسين. تہ پريان هڪڙي سوڙهي گلي مان ايندڙ شخص پُرجوش انداز سان مليو. سندس عمر لڳ ڀڳ 70 سال هئي. پوءِ بہ ڏسڻ ۾ چست نظر اچي رهيو هو. ڏسڻ

سان ئي مون کي دل ۾ ويساهه ٿيو ته بيگم ريشمان مون کي هڪڙي خفتي ماڻهو جو ڏس ڏنو آهي. پر ٿوري دير پهرين رڪشا واري همراهه جو ادا ڪيل دلچسپ ڪردار منهنجي وشواس کي ٿورو جهٽڪو ڏيئي رهيو هو.

وڏا شهر ماڻهن جي اعتبارن سان وڏيون ناانصافيون ۽ ويساهه گهاتيون ڪندا آهن. سو شهرن ۾ هر قدم چندي ڦوڪي کڻجي، نه ته اک ڇنڀ ۾ ڏکي اداسي مقدر بڻجي ويندي.

بهرحال هُرکُر باوجود استاد اڪبر مون کي پهرين نظر ۾ فنون لطيفه واري شعبي جو ماڻهو لڳو هو. اسان هڪڙي سوڙهي گلي پار ڪري ٽي منزل عمارت جي ٻي منزل ۾ هڪڙي روم اندر داخل ٿياسين. ته هڪڙي وڏي عمر جي عورت وڏي شائستگي سان سلام ڪري اسان کي ويهڻ جو اشارو ڪيو. پٽ تي ڳاڙهي رنگ جو خوبصورت قالين وڇايل هو. ڪنڊ ۾ طبلو باجو ۽ گهنگهرن جون ٻه جوڙيون پيل هيون. ديوارن تي "شاهي محله" مان نڪتل عظيم فنڪارن جون تصويرون لڳل هيون. هڪڙي تصوير ته ٻنهي يادگار هئي، جنهن ۾ ملڪه ترنم ميڊم نور جهان ۽ شهنشاهه غزل استاد مهدي حسن گڏ بيٺل هئا.

ٿوري دير تائين اسان جي وچ ۾ خاموشي هئي، ڇڻ اکين وسيلي اسان هڪ ٻئي کي سڃاڻي رهيا هئاسين. اوچتو انهي سانت کي استاد اڪبر پنهنجي نوڙت ڀريل آواز سان ٽوڙيندي، سامهون ويٺل جهوني ميڊم سان مخاطب ٿيندي چيو. "بيگم ريحانه جي ڏيءَ بيگم ريشمان جا مهمان آهن. ڪنهن اداري ۾ پڙهن ٿا. هيرامنڊيءَ جي عروج ۽ زوال تي تحقيق ڪرڻ آيا آهن."

جهوني عورت، جنهن جي چهري تي ڏار پئجي چڪا هئا. پر ڏکي ڳچي، ويڪريون اداس اکيون، چپن تي سهڻي مرڪ ۽ شائسته طبيعت هن ڳالهه جي گواهي ڏيئي رهيا هئا ته، محترمه پنهنجي دور جي ڪونج ڳچي واري رقاصه هوندي استاد اڪبر پاران اسان جو ڪرايل مختصر تعارف کان پوءِ هوءَ گهڙي ڪن لاءِ خاموش رهي. اوچتو ٿڌو ساهه



ڪنديءَ "هان!! ريحانه جي کهڙي ڳالهه ڪجي. وقت هن عورت سان دوکو نه ڪري ها، ته هوءَ ڪمال جي آرٽسٽ هئي. اسان ڪيترين ئي محفلون گڏ ڪيون... (اداس اکيون، جنهن منجهه هيرامنڊيءَ جي سموري تاريخ جو ڏس پتو ملي رهيو هو. اسان طرف ڪندي) هي هيرامنڊيءَ هئي، هاڻي جسمن جي منڊي آهي. سڀ ڪجهه فنا ٿي چڪو آهي. هاڻي روحن کان خالي جسم آهن. جيڪي سستن اگهن ۾ وڪامجي رهيا آهن..." پوڙهي رقاصه پنهنجي ۽ پنهنجي ابن ڏاڏن جي ماضي کي ياد ڪندي، اوچتو مڪمل اداس ٿيو وڃي. رَئي جي پلئه سان چهرو اگهندي، ديدار نالي همراهه کي سڏ ڪري ٿي. ڪڙڪ دوڌ پتي چانهه جو چئي، پرسان پيل ننڍي ٿيلهي مان سليماني پان وات ۾ هڻي، هوءَ ٻيهر يادن کان موتيءَ اڃي ٿي. هاڻي روايتي انداز ۾ گفتگو ڪنديءَ "اسان خانداني ماڻهو آهيون. بس! قسمت اهي ڏينهن ڏيکاريا آهن. جو اڄ لاهور جي موت تي تعزيتون وصول ڪري رهيا آهيون."

تڪڙ ڪندي، اوچتو مون کان هڪڙي گستاخي ٿي وئي. "ميڊم! لاهور جي موت تي تعزيتون وصول ڪري رهيا آهيو يا هيرامنڊيءَ جي موت تي!؟"

هلڪي مُرڪ چپن تي آڻيندي "لاهور مان سنگيت، رقص ۽ فن ڪيئي ڇڏيو ته باقي لاهور ۾ آهي ڇا...!! "جني لاهور نهين دکيا. وه جميا ئي نهين" اهو پهاڪو ٻڌو آهي!؟"

"جي بلڪل."

"ڇا هن پهاڪي پٺيان هن ڳالهه طرف اشارو آهي، ته هتي جا سري پايا مشهور آهن...!؟" (چپڙن تي هلڪي مرڪ آڻيندي) "نه. پيٽوڙين کي ڪير ٿو پڇي!! لاهور فنڪارن جو شهر هو. لاهور فن جي ڪري مشهور هو. فن هيرامنڊي ۾ هو ۽ هيرامنڊي لاهور جي دل هئي... تنهنڪري عام طور تي اهيو پهاڪو مشهور ٿيو. ته جنهن لاهور جو حُسن، آواز، رقص ۽ فن نه ڏٺو، تنهن ڪجهه ڪونه ڏٺو... پر افسوس! پڙون لاهور کي بدنام ڪري ڇڏيو..."

جهوني رقاصہ هن شهر جي ڪٿا ٻڌائيندي ٻڌائيندي جيئن ڪجهه دير لاءِ خاموش ٿي تہ استاد اڪبر هيرامنڊيءَ جي عروج ۽ زوال بابت سيني ۾ محفوظ مقالو پڙهڻ لڳو. "بيگم نسرين درست پئي چئي، ڇا تہ عروج هو لاهور جو. لاهور جوان هو تہ هندستان جو مشهور شهر هو. امرتسر، لکنؤ، دهلي، بمبئي، حيدرآباد دکن جون رقاصائون هتي اينديون هيون، فن پيش ڪنديون هيون. هتان جا آرٽسٽ اتي ويندا هئا. اڄ پاڻ جنهن گنجان آبادي واري گدلي علائقي ۾ وينا آهيون، هن علائقي کي تہ "شاهي محلہ" چيو ويندو هو. واقعي! شاهي محلہ هو. واقعي! هيرا منڊيءَ هو... جنهن بہ ماڻهو هن علائقي جو نالو هيرامنڊيءَ رکيو هو، درست رکيو هو. هتي سوين هيرا هئا، ستارا هئا، چنڊ هئا..."

اسان جي وچ ۾ جيئن ٿوري خاموشي آئي، تہ مون يڪدم سوال ڪيو. "استاد! هن محلي کي "شاهي محلہ" جو درجو مغل بادشاهن ڏنو؟؟"

منهنجو هي سوال ڪرڻ، استاد اڪبر کي ڄڻ مون موقعو ڏنو تہ هو پنهنجي اندر ۾ لڪيل ڪوڙ ڳالهيون ٻاهر ڪڍي، "مغل بادشاهہ، بادشاهہ هئا... بادشاهہ هئا، اڄ جي بادشاهن وانگر بي ذوق ڪونہ هئا. باذوق ماڻهو هئا. فنون لطيفہ جي سرپرستي کي پنهنجي حڪمراني جو حصو سمجهندا هئا... مذهبي گيتن تي رقص ڪندڙ رقاصائون، جيئن ئي مندرن مان نڪتيون تہ مغل حڪمرانن کين پناهہ ڏني هئي ۽ ثقافت جو حصو تسليم ڪيو هو. مغل حڪمرانن رقص کي مندرن مان ڪڍي، شاهي دربارن ۾ آندو... انهن ڪٿڪ نالي هڪ ڊانس ٿيٽر بہ قائم ڪيو هو تہ جيئن رقص جو فن نسل درنسل منتقل ٿيندو رهي.

اندازو لڳايو انهي دور ۾ رقص جي تربيت لاءِ دربار طرفان رقص گرو مقرر هئا، جيڪي رقاصائن کي اعليٰ رقص جو فن سيکاريندا هئا." (جهوني رقاصہ بيگم نسرين وچ ۾ ڳالهائيندي) "ان دور ۾ ڇوڪريون ٻالڪ پڻي واري وهيءَ ۾ رقص ۽ سنگيت جي تربيت



حاصل ڪنديون هيون ۽ ڪيترن ئي سالن جي تربيت کان پوءِ وڃي قابل ٿينديون هيون. اعليٰ فن ۽ اعليٰ اخلاق سبب ماڻهو اهڙين رقاصائن ۽ فنڪارائن جي دل و جان سان عزت ڪندا هئا. سندن حيثيت جو اندازو هن ڳالهہ مان لڳايو ڪين دربارن ۽ محلن ۾ اچڻ جي اجازت هئي..."

"ميڊم! ڇا اڄ بہ هيرامنڊيءَ جون ڪيتريون ڇوڪريون رقص سکن ٿيون، محفلن ۾ پرفارم ڪن ٿيون؟؟"

هڪ پل لاءِ خاموش رهي: "اهي آرٽسٽ ناهن. اهي ڪسبياڻيون آهن، جيڪي پنهنجا اُرهہ لوڏي پئسا وصول ڪن ٿيون." (جهوني طوائف جي ڳالهہ تي فهد کان وڏو ٽهڪ نڪري ويو اسان جي چپن تي بہ مرڪ اچي ويئي هئي.)

اوچتو ٻيهر استاد اڪبر ڳالهہ اتان کان شروع ڪئي، جتي ڇڏي هئي: "سو مغل بادشاهن فنون لطيفہ جي مڪمل طور سرڪاري سرپرستي ڪئي هئي. آرٽسٽن کي ملازمتون ڏنيون. سندن فلاح و بهبود جو مڪمل خيال رکيو ايستائين جو وڏي ڄمار وارين رقاصائن، فنڪارن ۽ موسيقارن لاءِ سرڪاري وظيفو مقرر هوندو هو."

"ها! پر استاد مغلن جي عياشين ۽ بدمعاشين جا داستان بہ لڱ ڪانداريندڙ آهن...!!"

منهنجي هن جملي کان پوءِ استاد ڪجهه دير لاءِ خاموش ٿي ويو ۽ بيگم نسرين اٿي ٻاهر هلي ويئي. منهنجي دل ۾ عجيب وسوسا جنم وٺڻ شروع ٿي ويا، تہ متان منهنجو جملو گستاخي جي دائري ۾ تہ نہ هو...!! اندر ۾ هُرکُر جاري هئي، تہ استاد مون ڏانهن تڪيندي: "لڳي ٿو تہ توهان گهڻو ڪجهه حاصل ڪري، پوءِ مون وٽ آيا آهيو!!" (مون کي خاموش ڏسي) "بلڪل، مغل بادشاهن جي عياشين جا داستان بہ ڊگها آهن. اندازو لڳايو جهانگير جي حرم ۾ ڇهہ هزار عورتون هيون. اڪبر بادشاهہ جي حرم ۾ پنجاهہ هزار عورتون هيون. مغل بادشاهہ ئي هئا، جنهن طوائفيت جي هڪ نئين دور جو بنياد وڌو

هو. مغلن "ثقافتي طوائفيت" ذريعي ماڻهن جي هڪڙي وڏي اڪثريت
ڪي جنسي غلام بڻائي ڇڏيو هو."

"استاد! توهان ته تمام وڏي ڳالهه ٻڌائي آهي، ته ڪيئن ثقافت جي
نالي ۾ به ماڻهن تي حڪمراني ڪري سگهجي ٿي!!"

استاد اڪبر لاهور جي ٻن وڏن انقلابي ليکڪن جا نالا ٻڌائيندي،
فڪر سان ڀريل اکيون مون ڏانهن ڪنديءَ "اهي منهنجا دوست رهيا
آهن. مون هنن ماڻهن کان ڪافي ڪجهه سکيو آهي. شروع ۾ ته اسان
ڪوشش ڪئي ته هيرامنڊيءَ ۾ ڪم ڪندڙ سَون جي تعداد ۾
سازندن، فنڪارن ۽ موسيقارن جي ڪا يونين ٺاهجي، پر ميراثي
برادري جي غلامي جي ڪهاڻي به ڪنجر خاندان جي ماڻهن جيان
ڏاڍي هانءُ ڏاريندڙ آهي."

"استاد توهان جو تعلق ميراثي برادري سان آهي؟"

منهنجي اوچتي پڇيل سوال تي استاد اڪبر ڪا ورندي ڏيڻ
بدران ڪمري کان ٻاهر نڪري ويو. آئون سمجهي ويس، ته ڪي اهڙا
سوال هوندا آهن، جن جا تفصيلي جواب ناهن ڏنا ويندا. شام
موڪلائي رهي هئي. ڪمري ۾ صرف اسان دوست ويٺا هئاسين. فهد
آرس پڇيندي "يار! توهان اديب وڏيون خنديون آهيو. پڇي وٺ نه ٿي
سوال، اجائي ڊيگهه ڇو پيو ڪرين؟"

"تون اهي ڳالهيون ڪونه سمجهندين، تون بس ايترو سمجهه پاڻ
هڪ دور سان ملاقات ڪري رهيا آهيون، پاڻ هڪ دور سان تعزيت
ڪري رهيا آهيون..."

اجان اسان ڪچهري ڪئي پئي، ته استاد اڪبر ڪمري ۾
آيو. ويهڻ سان چيائين: "چانهه چوڻ ويو هئس... ها، منهنجو تعلق
ميراثي برادري سان آهي. هن محلي سان اسان جو به تعلق ايترو
پراڻو آهي، جيترو هتي رهندڙ ڪنجر برادري جو آهي. اسان
ميراثي به سماجي درجا بندي جا شڪار ٿيل ماڻهو آهيون... اسان
ڪي به حڪمران طبقي خوب استعمال ڪيو ۽ هاڻي ڪنجر



برادري وانگر اسان جي برادري ۾ به اها سگهه ناهي رهي، جو آزاد
هوا ۾ ساهه کڻي سگهون."

"پوءِ به استاد ميراثي برادري مان وڏا آرٽسٽ نڪتا آهن، جن وڏو
نالو روشن ڪيو آهي."

"ها، پر ميراثي برادري جي غلامي جي ڪٿا به دل ڏاريندڙ آهي...
بهرحال پاڻ ڳالهه پئي ڪئي، مغل بادشاهن جي، سو اهي برابر باذوق
ماڻهو هئا، پر هنن ثقافت جي نالي ۾ هزارين ماڻهن کي طوائفيت واري
دنيا ۾ داخل ڪيو هو. باقاعده منظم طريقي سان طوائف گهرن جي
آبادڪاري ڪئي ويئي، ته جيئن طوائف ماڻهن جي دلين تي راڄ
ڪري، ماڻهو ذهني ۽ جسماني طور مڪمل هڪ نئين دنيا منجهه
مدهوش هجن.

جلال الدين اڪبر ئي ته هو جيڪو طوائفيت کي هڪڙي پيشي
جو نالو ڏيئي ڪاروباري منڊيءَ جي شڪل ۾ ڪٺي آيو هو. دهلي ۾
چانڊني چوڪ، چاوڙي بازار ۽ لاهور ۾ شاهي محله ٺهرايو. جتي پاڻ
ويٺا آهيون. (چانهه جو آخري وڏو ڍڪ ڀريندي) بدقسمتي سان هن
علائقي کي هاڻي هيرامنڊيءَ جو نالو ڏيڻ قديم هيرامنڊيءَ جي توهين
آهي... وڏي ڳالهه توهان کي ٻڌايان ته قديم هيرامنڊيءَ ۾ صرف
سنگيت، رقص ۽ طوائفيت نه هئي، پر هتي هيرن جي بازار هئي. جتي
پرڏيهي واپاري هيرن جو واپار ڪندا هئا. (تجسس ۽ فڪر انگيز
نظرون اسان ڏانهن ڪندي)

"استاد! هيرامنڊيءَ جو زوال پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ آيو يا ان کان
اڳ ئي شروع ٿي چڪو هو؟"

"ڏسو (تڪيو پنهنجي چيلهه وٽان ڏيندي) مغل حڪمرانن کان
پوءِ به هيرامنڊيءَ جي عروج جو ڏس پتو ملي ٿو. رنجيت سنگهه جو به
هيرامنڊيءَ تي آشيرواد رهيو پر هن دور ۾ صرف طوائفيت عروج تائين
پهچي چڪي هئي. چون ٿا ته هن زماني ۾ هيرامنڊيءَ برصغير جو
مشهور طوائف گهر بڻجي چڪو هو..."

"پوءِ استاد! ڇا انگريز دور کان هيرامنڊيءَ جي زوال جي ڪهاڻي شروع ٿئي ٿي؟" (ساجن اوچتو سوال ڪيو.)

"بلڪل. (گهڙي ۾ ٽائيم ڏسندي) انگريزن جي اچڻ سان هيرامنڊيءَ جي شان و شوڪت ۾ گهٽتائي آئي. توهان ائين سمجهو ته هيرامنڊيءَ ۾ اوچتو زلزلو اچي ويو. هر شيءِ ٽُٽل مالها جيان ٽڙيل پکڙيل ٿي ويئي. انگريز ثقافتي رقص بدران لوڪل ڊانس کي وڌيڪ اهميت ڏيڻ لڳا. نتيجو اهو نڪتو ته سوين سالن کان جاري روايتون لهندڙ سج جيان الوپ ٿيڻ لڳيون. . .

"شاهي محل" جي سرڪاري سرپرستي ختم ٿيڻ سان، ڪلاسيڪل رقص بهادر شاهه ظفر جيان لاوارث ٿي ويو. (ڪنهن وڏي ڄاڻو شخص جيان ڳالهائيندي) انگريز ته احساسن کان خالي ماڻهو هئا. هنن کي ڪهڙي خبر، ته ڇيرن جي ڇم ڇم ۽ طبلي جي ٿاپ تي لچڪندڙ ڇاتيون ڪهڙو فن پيش ڪري رهيون آهن...!! هو مشيني گوڙ شور واري فضا جي پيداوار هئا. آئون ته اڄ به چوندو آهيان، ته مغرب مشيني گوڙ جي پيداوار آهي. تنهن ڪري بارود ڦاٽڻ ۾ کين وڌيڪ دلچسپي آهي. (ساجن کان نالو پڇڻ کان پوءِ) ساجن پيائي! انگريزن برصغير جي تهذيبي ڍانچي تي حملو ڪيو هو. فنون لطيفه جي سرپرستي ختم ٿيڻ سان ئي ڪلاسيڪل سنگيت ۽ رقص جي ڪرنگهي جي هڏي ٽُٽي پئي... پوءِ به هڪڙو طبقو هو جنهن ايڏي سماجي پيچ ڊاهه باوجود هيرامنڊيءَ سان نينهن جو رشتو برقرار رکيو. سو ڪنهن قدر هيرامنڊيءَ جون رونقون بحال رهيون. جيتوڻيڪ جسم فروشي وارو ڌنڌو باقاعده ڪاروباري روپ اختيار ڪري چڪو هو..."

"استاد توهان جي چوڻ جو مطلب آهي ته انگريزن جي اچڻ کان پوءِ روايتي ڪلچر جي تباهي ٿي ۽ طوائفيت جي هڪ نئين شڪل به سامهون آئي هئي؟؟"

"ڏسو "شاهي محلي" جي سرپرستي ختم ٿيڻ سان ئي اعليٰ رقص ڏسڻ واري طبقي جي تعداد ۾ واضح گهٽتائي آئي، تنهن ڪري



ڪلاسيڪل رقص صرف اعليٰ درجي جي رقاصائن تائين محدود ٿي ويو. باقي رهيون وچولي درجي جون رقاصائون ۽ حرمن مان آزاد ٿيل هزارين سهٽيون عورتون. هنن سڀ در بند ڏسي، پنهنجون زندگيون لوڪل ڊانس ۽ جسم فروشي واري ڌنڌي کي ارپي ڇڏيون. (سگريٽ ڏکائي، ڊگهو ڪش هڻي، چپٽي سان ٺلو پرسان پيل ايش ٽري ۾ ڇاڻي، هڪڙي مخصوص انداز ۾) وري عجيب اتفاق ڏسو 1930ع واري ڏهاڪي ۾ فلم انڊسٽري لاهور ۾ پنهنجون پاڙون مضبوط ڪرڻ لڳي، ته هيرامنڊيءَ جي ماڻهن جا ڄڻ ڀاڳ ئي کلي پيا... ڇاڪاڻ ته فلم ٺاهيندڙ ڊائريڪٽرن کي آرٽسٽ ماڻهن جي ضرورت هئي. ان وقت آرٽ صرف بازارِ حُسن ۾ هو تنهن ڪري هيرامنڊيءَ سميت لاوارث طوائف گهرن مان فلم انڊسٽري کي نيون گلوڪارائون، رقاصائون ۽ اداڪارائون مليون. جيڪي بعد ۾ معروف آرٽسٽ بڻيون. (اسان ڏانهن تجسس ڀريل نگاهون ڪندي) هن ديس جي عجيب تاريخ آهي. عروج، زوال ۽ هڪ دفعو ٻيهر عروج ڏانهن سفر، وري اهڙو زوال جو نشان ئي مٽجي ويا..."

اسان جي وچ ۾ ڪجهه دير لاءِ خاموشي اچي ويئي. سڄي ڪچهري جو ماحول ئي ڪجهه اهڙي ريت جڙي ويو هو جڻ اسان ڪنهن جي موت تي تعزيت ڪرڻ آيا آهيون ۽ جن جو قبيلو ڪٺو ويو آهي. ان قبيلي جو ماڻهو اسان کي پنهنجي قبيلي جي درد ڪٿا ٻڌائي رهيو آهي. جيتوڻيڪ استاد اڪبر جو شجرو طوائف قبيلي سان ملندڙ نه هو پر هو ۽ هن جي برادري جو تعلق هن قبيلي سان اهڙو گهرو رهيو، جهڙو رقص ۽ طبلي جو.

اسان جي سامهون هڪڙو جهونو طبلي نواز هو. جيڪو لاوارث ٿي ويل طبلن ۽ گهنگهرن جي ڪٿا ٻڌائي رهيو هو. هن ڪٿا ۾ ظاهري طور ڪا به اوچنگار نه هئي، پر آرٽ سان پريت ڪندڙن لاءِ هزارين اوچنگارون دفن ٿيل هيون.

اجان اسان جي وچ ۾ خاموشي هئي. استاد سگريٽ جا ڊگھا ڪش هڻي رهيو هو. شايد ڪنهن ڊگھي خيال ۾ ٻڏي چڪو هو ته اوچتو هڪڙو شخص سلام ڪندي ڪمري ۾ داخل ٿيو استاد اٿي بيهي ڪيس ڀاڪر پاتو. پوءِ استاد اڪبر ۽ هو ڪنهن معاملي تي ڪچهري ۾ مصروف ٿي ويا. اسان وري پاڻ ۾ گپ شپ ڪرڻ لڳاسين. منهنجي لاءِ اها وڏي ڳالهه هئي, ته فهد جهڙي شغل باز ڪي هن ڪچهري مان هاڻي مزو اچڻ لڳو هو.

اوچتو ڪلندي ڪلندي ميڊم نسرين ڪمري ۾ داخل ٿي. استاد اڪبر کي پنهنجي دوست سان ڪچهري ڪندي ڏسي, هوءَ اسان سان مخاطب ٿيندي: "هي وڏو درد آهي. اجان ڪو اهڙو ليکڪ ڄائو ئي ڪونهي, جيڪو هيرامنڊيءَ جي ڏک کي مڪمل طور سمجھي سگھي ۽ ان درد کي ڪاغذن تي تحرير ڪري سگھي. . . (دوست جي وڃڻ کان پوءِ استاد اڪبر به پنهنجي توجهه اسان ڏانهن ڪئي, ميڊم پنهنجي ڳالهه کي جاري رکندي, شڪايتي انداز ۾ هڪڙي وڏي ڳالهه ڪئي.) اسان پٿر دل ماڻهو آهيون, تڏهن ته زنده آهيون, نه ته اکين آڏو ايڏي دل ڏاريندڙ بربادي کان پوءِ به ڪيئن زنده هجون ها...!! (ٿڌو ساهه کڻندي, اداس نظرون اسان ڏانهن ڪندي) روح ڪڏهوڪو مري چڪو آهي, باقي ڍانچو آهي, سو ڪٽي پيا هلون..."

ميڊم نسرين مختصر گفتگو ڪرڻ کانپوءِ ڪجهه پلن جي لاءِ خاموش ٿي ويئي. اسان سڀ خاموش ٿي, هڪ ٻئي کي ڏسي رهيا هئاسين. ڳالهائڻ لاءِ لفظ سات ڇڏي ويا هئا. فهد جهڙو الهڙ نوجوان به اداس ويٺو هو. اوچتو هن اداسي کي ٽوڙيندي, استاد اڪبر پنهنجي ڳالهه اتان ڪنئي, جتان ميڊيم نسرين ڇڏي هئي: "هڪ تاريخدان توهان کي نهڻ ۽ ڍهڻ جي سماچار ڏيئي سگھي ٿو پر روحن جي پيڙا جو اتهاس ٻڌائڻ, سندس وس ۾ ئي ڪونهي.

ٿهڪن, لڙڪن ۽ ڇيخن جي تاريخ اهو شخص لکي سگھي ٿو جنهن جو منڙو پوپٽن جيان حساس هجي, جنهن ڪڏهن بندوق جو ٽڪاءُ



نه ٻڌو هجي. هتي سڀ شمشان گھاٽ جا منظر ڏسندڙ مسافر ويٺل آهن. جيڪي ڊگھا پنڌ ته ڪري سگھن ٿا, پر ڊگھن پنڌن دوران واٽن تي لاوارث پيل وجودن جي احساسن کي محسوس نٿا ڪري سگھن." (بيگم نسرين وچ ۾ ڳالهائيندي) "واهه واهه اڪبر ڀائي!! بهت خوب... دنيا ڪاغذي ٿي چڪي آهي, هر طرف دونهون, رش ۽ گوڙ آهي... سرمد بيٽي!! هي فن ۽ حُسن جي دنيا وڏي دنيا آهي. هن دنيا جا رنگ ئي پنهنجا آهن, پر هاڻي هر شيءِ غائب ٿي چڪي آهي, نه ڪلاسيڪل غزلن تي طبلي جي ٿاپ رهي آهي, نه ڇيرن جي سُندر ڇم ڇم رهي آهي, نه وري خوشبوءِ رهي آهي نه وري خوشبوءَ مان واس ونڊ وارا پوئتر رهيا آهن. سڀ ڪجهه دفن ٿي چڪو آهي..." (ميڊم نسرين پنهنجي ڳالهه کي اڳتي وڌائيندي اداس لهجي ۾) "هر طرف سڄ ئي سڄ آهي. سوئرن برصغير جي ڪک ۾ خنجر ڇا هنيو اک ڇنڀ ۾ سڀ ڪجهه سميٽجي فنا ٿي ويو... سوين سالن جون ثقافتون, زندگيون ۽ انمول رشتا اکين جي سامهون نفرت ۽ خون جي درياهه ۾ لڙهي ويا. ورهاڱي جي وڍ جي ڊگھي ايذاءَ کان پوءِ هيرامنڊيءَ ڊگھي درد کان ٻاهر نه نڪري سگھي, ۽ اڄ هيرامنڊيءَ جو ڇچريل چهرو توهان جي سامهون آهي. . ."

ميڊم نسرين ورهاڱي جي وڍ جو ڊگھو درد بيان ڪرڻ لڳي ۽ مون کي پهريون دفعو خبر پئي ته هيرامنڊيءَ سان تعلق رکندڙ قديم ماڻهو هندستان جي ورهاڱي جا ڪٽر مخالف آهن. خاموش ويٺل استاد اڪبر, جڻ خيالن جي آڪاس ۾ گم ٿي وڃڻ کان پوءِ معصوم ۽ اداس لهجي ۾: "منهنجا پيارا دوستو! جهڙي ريت حُسن, سنگيت ۽ رقص جي ڪا سرحد ناهي هوندي, اهڙي ريت هيرامنڊيءَ جا پراڻا ماڻهو سرحدن ۽ ڊگھين اخلاقي ديوارن سان نفرت ڪندڙ رهيا آهن... سرمد بيٽي! هندستان جي ورهاڱي سان هن نگري مان مرحبا مرحبا, واهه واهه جون صدائون صليب تي ٽنگجي ويون. فنون لطيفه سان ذوق رکندڙ ماڻهن جو وڏو حلقو هندستان ۾ رهجي ويو ۽ جيڪو هتي آباد هو اهو به هندستان هليو ويو, هتي صرف بدنصيب رهجي ويا.

شروع شروع ۾ هنن بدنصيبن کي سرڪاري ڪارن قانونن ۽ ديوارن ايترو محدود ڪري ڇڏيو جو هتي جا باشنده بک مرڻ لڳا هئا. نتيجو اهو نڪتو ته سٽيي ڏر واريون رقاصائون، هتان هجرت ڪري مختلف شهرن ۾ آباد ٿيون. باقي ر يون لاوارث، تن پنهنجو بکيو پيٽ پالڻ لاءِ پاڻ کي مڪمل طور وڪري لاءِ پيش ڪيو هو. (ٽڏو ساهه کڻندي) جنرل ايوب جي پهرين حملي کان پوءِ هن منڊيءَ جون رونقون ٻيهر موٽي نه آيون...

هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ جنرلن کان وٺندي ڪرپٽ سياستدانن تائين، بيوروڪريٽن کان وٺندي جاگيردارن تائين، هر منحوس چهري هتي وڏا کيل تماشا ڪيا آهن. وڏيون عقوبتون ڏنيون، عزت، غيرت، اخلاق ۽ پاڪ دامني جي نالي تي... جڏهن ته سندن ڪردار کان جڳ جهان واقف آهي. ڇا ٻڌايان هن منڊيءَ ۽ نام نهاد ڪردارن جي ڪٿا...!! جيڪڏهن ٻڌائيندس، ته وڏو ممڻ مچي ويندو. بس! ائين ٿي سمجهيو ته هر حڪمران هن منڊيءَ کي هٿڪڙيون پارائي، مجرم بڻائي، وچ بازار ۾ سنسڪار ڪيو آهي...

ضياءُ الحق ته هن اداس منڊيءَ سان وڏيون نا انصافيون ڪيون. هن ئي دور ۾ وڏي تعداد ۾ جسم وڪڻي پيٽ پاليندڙ محڪوم عورتون ڳيي جي ڳولا ۾ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي ويون هيون."

"بس استاد! اهو ته مذهب جو چيمپيئن هو." (فهد حيرت واري لهجي ۾ چيو)

استاد اڪبر يڪدم ٿڪي ٿهڪ سان: "بس ڇڏي ڏيو هن ڳالهه کي. (اوچتو تڪڙ واري انداز ۾) مانيءَ هتي گهرايون يا هوٽل تي هلون؟"

منهنجي جواب کان اڳ ساڄن درياهه دلي جو مظاهرو ڪندي چيو: "استاد! اڄ توهان اسان کي خدمت جو موقعو ڏيو. سڀاڻي اسان توهان جا مهمان آهيون."



استاد چپن تي هلڪي مرڪ آڻي، ڪجهه چوڻ پئي چاهيو ته پهريون دفعو فهد جمال هڪ سنجيده شخص بڻجي چيو: "استاد پليز! منهنجي خواهش آهي ته ڪنهن سٺي هوٽل تي ڪا يادگار ماني کائون ۽ ها! ميڊم به اسان سان گڏ هلي."

ميڊم نسرين خبرناهي ڪهڙي وجهه جي ڪري هلڻ کان انڪار ڪيو. باقي اسان ماني کائڻ لاءِ ديري کان ٻاهر آياسين. استاد روڊ جي چوطرف هڪڙي سرسري نظر ڦيرائي: "هاڻي هي آهي، هيرامنڊيءَ!!"

استاد اڪبر هي جملو اهڙي ريت ادا ڪيو هو، ڄڻ ڇتي رهيو هجي ته سڀ ڪجهه لٽجي ويو آهي. واٽ تي هلندي نيٺ فهد جمال به پنهنجي من جي ڳالهه ڪئي ته: "استاد! هتي جي خوشبوءِ ۽ بازار مان ملندڙ خوشبوءِ ۾ ڪو خاص فرق؟؟" (استاد ڪو جواب نه ڏنو فهد پنهنجي ڳالهه کي اڳتي وڌائيندي) "سرمد! مون کي سري گهاٽ وارو جهان ڏسڻ ۾ پيو اچي، رڳو فرق اهو آهي ته هتي مايون ويڪرين درين مان ڏسڻ ۾ پيون اچن."

"ها! عام بازار ٿي چڪي آهي، آسپاس موجود گندگي جا ڍير ۽ دلالن جي شڪل مان اندازو لڳائي وٺ، ته هتي ڪي به اهڙيون دوشيزائون ناهن رهنديون، جن جي پگهر جو واس پياسي وجودن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي..."

اسان ڪچهري ڪندي، هوٽل طرف وڃي رهيا هئاسين. اوچتو پٺيان سڏ ٻڌڻ ۾ آيو. مون ۽ فهد پٺيان نهاريو ته هڪڙو شخص مرڪي رهيو هو. اسان سمجهي وياسين، ته همراهه سوداگر آهي، سو کيس نظرانداز ڪندي اڳتي هلڻ لڳاسين، پر هو ڪافي پنڌ تائين پٺيان ايندو رهيو. سنهڙي آواز ۾ هش هش، ٻائي ٻائي چوندو رهيو. شايد کيس اها شڪ پئجي وئي هئي، ته اسان پري کان آيا آهيون. هيرامنڊيءَ گهمڻ.

استاد اڪبر استادي واري حيثيت ۾ خاموشي سان هلندو رهيو. اوچتو کيس ڪاڙڪ پئي ته هڪڙو همراهه پيڇو ڪري رهيو آهي، ته يڪدم پٺيان ڏسي همراهه کي سڏ ڪيائين. همراهه دوستاڻي انداز

سان مليو. استاد ڇهري تي ڪاوڙ ۽ حيرت واري گهنج آڻي چيو، "مون
کي سڃاڻين ٿو...!؟"

نوجوان دلال وائڙي مرڪ چپن تي آڻي، ڪنڌ هيٺ ڪري بيهي
رهيو. استاد اڪبر دڙڪي واري انداز ۾، نج پنجابي زبان ۾ ڪجهه
جملا چيا، ته نوجوان پويان پير کسڪائي ويو. هاڻي استاد هوٽل طرف
هلندو رهيو، پر مسلسل پنهنجي منهن ڳالهائيندو رهيو. رش ۽ گوڙ
سبب ڪجهه سمجهه ۾ نه اچي رهيو هو، پر ڪجهه جملا مون کي ٻڌڻ
لاءِ مليا، "هنن لوفرن، سڄي شاهي محلي جون روايتون تباهه ڪري
ڇڏيون آهن. اڳي ته خوشبوئن جا سوداگر به ايڏا نفيس ۽ باذوق هئا، جو
ڳالهه ئي نه پڇو... (اوچتو واٽ تي بيهي، اسان ڏانهن مخاطب ٿيندي،
اداس لهجي ۾) سندن هٿن ۾ گل هوندا هئا، وڏي نوڙت سان پيش ايندا
هئا. هاڻي هي سيٽيون وڄائيندڙ لوفر وڃي رهيا آهن."

اسان کي خاموش ڏسي، هو اڳتي وک وڌائڻ لڳو. هوٽل تائين
استاد اڪبر پنهنجي منهن وڦلندو رهيو. اسان ها ۾ ها ملائيندا
رهياسين. مون محسوس ڪري ورتو هو ته، استاد هاڻي مڪمل
مايوسيءَ واري ڪيفيت منجهه گرفتار ٿي چڪو آهي. هاڻي ڪابه
اهڙي دلچسپ ۽ حيران ڪندڙ ڳالهه ڪونه ڪندو، جيڪا نوٽ ڪرڻ
جهڙي هجي، ڇو ته ڪڏهن ڪڏهن مايوسي سُندر سوچن ۽ خيالن جو
موت هوندي آهي.



## (9)

ٻئي ڏينهن استاد اڪبر پاران ڏنل وقت موجب ساڳي ديري
تي آياسين. بيگم نسرين ڏسڻ ۾ نه پئي آئي. اسان ڪجهه دير
تائين هَتان هُتان جون ڳالهيون ڪندي ڪندي، استاد اڪبر
ٻيهر هيرامنديءَ جي قديم روايتن، ڊٺل آثارن ۽ کنڊراتن تي
ائين ڳالهائڻ لڳو، جڻ هو ورهين کان ڪجهه چوڻ لاءِ بيتاب هو.
وڏي ڳالهه ته استاد پنهنجي ڳالهه اتان شروع ڪئي، جتان
ڪالهه ڇڏي هئي؛ "... سرمد بيٽي! روايتي هيرامنديءَ جي زوال
کان پوءِ به ڪنجر خاندان جي لاوارث ماڻهن جي وڏي اڪثريت
منديءَ سان پنهنجو رشتو نه ٽوڙيو. اڄ به هيرامنديءَ ۾ رهندڙ
ڪنجر خاندان جون ڪيترين طوائفيت واريون رسمون، ماضي
جون ياد ڏيارين ٿيون..."

"مثال طور استاد!"

استاد سگريٽ دُکائي، روايتي لهجي ۾: "مثال طور اڄ به ڪنجر
خاندان جي ڇوڪريءَ جڏهن جوان ٿيڻ جي ويجهو ايندي آهي، ته
سندس اگهه مقرر ڪيو ويندو آهي، جنهن کي نٿ پارائڻ جي رسم
چئبو آهي... ڪنهن زماني ۾ ته ڪنجر خاندان ۾ ڇوڪريءَ 9 سالن
جي ٿيندي هئي، ته ڪو شاهوڪار ماڻهو وڏي رقم ڏيئي ڇوڪريءَ جي
نڪ ۾ سون جي نٿ پارائي ڇڏيندو هو. اها نٿ، ان جي ڪنوارپ
خريد ڪرڻ جي نشاني هئي."

"اڇا!!"

"جي. جيئن عام روايتي معاشرن ۾ ڪنهن ڇوڪريءَ جي مڱڻي ٿيندي آهي، تہ ڇوڪري وارا ان جي نڪ ۾ ڪوڪو يا نٿ چو پارائيندا آهن...!؟" (اسان کي خاموش ڏسي، پاڻ جواب ڏيندي) فقط اهو ثابت ڪرڻ لاءِ تہ اڄ کان پوءِ هن ڇوڪريءَ جا مالڪ اسان آهيون. يعني اها ڇوڪريءَ خريد ڪيل هوندي آهي. ساڳي ريت ڪنهن زماني ۾ ڪنجر خاندان ۾ خريد ڪيل جنس جي نڪ ۾ نٿ پارائي ويندي هئي. جڏهن ڇوڪريءَ جوان ٿيندي هئي، تہ وڏي ڌام ڌوم سان نٿ کولڻ جي رسم ادا ڪئي ويندي هئي... نٿ کوليندڙ شخص باقاعده ڇوڪريءَ سان شادي ڪري، ان خاندان جو لڪيل نائي بڻجي ويندو هو."

"استاد لڪيل نائي وري ڪيئن!؟" (مون سوال ڪيو)

استاد اڪبر ڇپن تي هلڪي مرڪ آئي: "ڪهڙو امير ماڻهو چوندو تہ آئون سرعام ڪنجر خاندان مان شادي ڪريان...!؟" (اسان کي خاموش ڏسي) ڪوبہ اهي لڪ ڇپ ۾ شاديون ڪندا آهن. اولاد کي ڇڏيندا آهن. پوءِ لاتعلقي جو اظهار ڪري وري ڪنهن ٻئي وجود تي اک رکندا آهن. اهو ئي سبب هو تہ ڪنهن زماني ۾ ڪنجر خاندان جا نائي مقرر تاريخ تائين نائي هوندا هئا... بهرحال هاڻي هن رسم جو عروج ناهي رهيو. باقي اڄ بہ ڪنجر خاندان جا ماڻهو نٿ کولڻ جي رسم رسمي طور ملهائيندا آهن. ڪو امير ماڻهو ڇوڪريءَ جو ڪنوارپڻو خريد ڪرڻ لاءِ هڪڙي مقرر رقم ڏيندو آهي، پر هاڻي پراڻا قاعدا قانون ناهن رهيا..."

استاد ڳالهائي رهيو هو تہ هڪڙو متارو، قد ۾ ننڍو ۽ وچولي عمر وارو شخص ڏکو سلام عليڪم چئي، ڪمري جي اندر آيو. استاد هلڪي مرڪ سان اٿي بيهي، سندس آجيان ڪئي. پوءِ ٻئي ڄڻا نج پنجابي ۾ گفتگو ڪرڻ لڳا. 20 منٽ تائين ڪنهن نجي مسئلي تي گفتگو ڪرڻ کان پوءِ استاد مون ڏانهن مخاطب ٿي چوڻ لڳو: "سرمد بيٽي! هاڻي هتي جي ماڻهن مڪمل طور پاڻ کي بازار جي حوالي



ڪري ڇڏيو آهي." (استاد اجان جملو مس پورو ڪيو، تہ متارو شخص گفتگو ۾ بنا ڪنهن هٻڪ جي ائين شامل ٿي ويو جڻ ڪالهہ کان اسان سان گڏ ويٺو هجي.) "سائين! هيرامنڊيءَ ۾ ڪجهہ ناهي رهيو. هاڻي نالي جي هيرامنڊيءَ آهي. بازار ۾ هلندڙ "ٽيڪسي" ۽ هتي جي طوائف ۾ ڪوبہ فرق ناهي رهيو. (هيرامنڊيءَ جا رهواسي "ڪال گرل" کي ٽيڪسي چوندا آهن.) ٽيڪسي اجان بہ جسم جي بناوت سبب ڪجهہ ويليو رکن ٿيون، هتي تہ هاڻي رڳو ميڪ اپ تي زور آهي... ٽٻي واريون تہ آئينو بہ ڪونہ ٿيون رکن." (هلڪو ٽهڪ ڏيندي.)

"ٽٻي وري ڇا آهي!؟" (مون حيرت مان سوال ڪيو.)

"اڙي سائين! هتي هڪڙي گلي آهي، اتي 50 روپيين واريون رهن ٿيون. (ڪنن تي هٿ رکي، توبهہ توبهہ ڪندي) شل ڪا ڪنجري ٽٻي جو منهن نہ ڏسي...!! (استاد ڏانهن روايتي لهجي ۾ مخاطب ٿيندي) هنن کي ٽٻي گلي وٺي وڃو اتي ڏسن تہ ڪنجر خاندان جي لاوارث عورتن جو انجام ڪهڙو ٿيندو آهي... سائين!! ماڻهو دوزخ ۾ پلي وڃي، پر ٽٻي ۾ نہ وڃي."

ڏکي خاموشي ۾ ورتل استاد اڪبر، پنهنجي خاموشي ٽوڙيندي: "اسماعيل پائي! صحيح پيو چوين، هيرامنڊيءَ جي لاوارث طوائفن جو آخري آستانو چئو، آڪيرو چئو قبرستان چئو، اهو آهي ٽٻي گلي." (متارو همراهہ وچ ۾ ڳالهائيندي) "ايتري پري ناهي، ويجهي آهي، شام ڏاري وڃي ڏسي اچو!"

اسان کي ٽٻي گلي جو ڏس ڏيئي، متارو شخص استاد سان سنهڙي آواز ۾ سُس پُس ڪرڻ لڳو. اندازِ گفتگو مان مون کي ائين لڳو تہ همراهہ ڪو سرڪسي سوداگر هجي. اجان آئون دل ۾ همراهہ بابت سوچي رهيو هئس، تہ استاد اڪبر اسان ڏانهن مخاطب ٿي چوڻ لڳو: "جسم کي ڪموڊ سمجهندڙ طوائفن ۽ انهن جي گراهڪن کي ڏسڻ چاهيو ٿا. تہ توهان هڪ گراهڪ بڻجي ٽٻي

گلي جو شمشان گهاٽ ڏسي اچو." (اهو چئي، استاد ٻيهر متاري شخص سان گفتگو ۾ لڳي ويو.)

استاد جي هن جملي کان پوءِ مون کي اندر ئي اندر ۾ ائين محسوس ٿيڻ لڳو، ڄڻ استاد اڪبر جي من اندر جيڪو ڪجهه هو، اهو هن اسان کي ٻڌائي ڇڏيو آهي. اهو سمجهي مون اٿڻ جي ڪئي، ته استاد ٻيهر سنجيده ٿي چيو: "هڪ گراهڪ ٿي، طوائف گهر ۾ وڃڻ سان اهو ڪجهه معلوم ٿي سگهي ٿو جيڪو شايد سفارشي ۽ سوٽ بوٽي روپ ۾ معلوم نه ٿئي... سو بهتر رهندو اڄ توهان پنهنجي نموني سان ٽبي گلي جي لاوارث عورتن جو روپ ڏسي اچو موقعو ملي ته سندن ڏکهي ڀيڙا کي ٻڌو..."

اسان استاد کان موڪلائي روانا ٿياسين، ته رستي تي فهد الهڙپڻي انداز ۾ چيو: "يار سرمد! ڪالهه کان پنهنجي سفر جو موڊ مڪمل طور اداس رهيو، پليز ٿورو ڪلائمڪس تبديل ڪجي، پليز يار!"

"ڇا مطلب؟"

"مطلب ته ڪجهه فلرٽنگ ڪجي."

"نه چريڻ ڇڏ. ڪنهن جي احساسن سان مذاق ڪرڻ انتهائي ڪِريل حرڪت آهي."

"يار! آئون شهري فلرٽ جي ڳالهه نه پيو ڪريان، آئون چوان ٿو ته اداس گفتگو بدران ٿورو ڇهڇٽو به ڪجي، سندن ٽهڪ ٻڌجن."

"پريل بازار ۾ اڪيلائي جو احساس رکندڙ وجودن وٽ ٽهڪن جو آواز ناهي هوندو مسٽر فهد!! جيڪڏهن توکي ڪو ٽهڪ ٻڌڻ ۾ ايندو به سهي، ته اهو مصنوعي هوندو."

فهد ماٺ ٿي ويو پر اوچتو منهنجي ذهن تي هڪڙو خيال هُرڪُر ڪرڻ لڳو ته اسان کي ٽبي گلي ۾ گراهڪ واري روپ ۾ جدا جدا ٿي وڃڻ گهرجي، ته جيئن خبر پئجي سگهي ته ٽبي گلي جون عورتون پنهنجي گراهڪن کي ڪيئن پاڻ طرف مائل ڪنديون آهن. منهنجي ذهن تي استاد اڪبر جو جملو به گردش ڪرڻ لڳو هو جيڪو هن ڪچهري دوران



ٻڌايو هو ته: "ٽبي گلي جون طوائفون مڪمل سخت مزاج جون عورتون آهن، گراهڪن سان باقاعده اک اک ۾ ملائي گفتگو ڪنديون آهن."

واٽ تي هڪڙي هوٽل ڏسي، مون فهد ۽ ساجن کي چانهه پيئڻ جي صلاح ڪئي. چانهه پيئڻ دوران اسان هن ڳالهه تي اتفاق ڪيو ته اسان کي الڳ الڳ ٿي، هن اداس گلي ۾ وڃڻ گهرجي. دورانِ گفتگو فهد هڪڙي ڳالهه تي ٻارن جيان اصرار به ڪيو ته: "پليز سرمد! تجربي خاطر هڪڙو ڇهڇٽو ڪجي!!"

"ڪهڙو؟"

"تون ٽبي گلي ۾ بيٺل ڪنهن عورت کي لڳاتار گهوري ڏسجان، جيڪڏهن هوءَ ٿڪي پئي ته آئون پنهنجي خرچ تي لاهوري خرغو کارائيندس، نه ته تون کارائيندين!"

"ٺيڪ آهي، مون کي تنهنجو سودو قبول آهي."

"ڏس، ساجن توتي نظر رکندو."

"ٺيڪ آهي، ڀلي رکي."

هوٽل تي مڪمل رٿابندي ڪرڻ کان پوءِ اسان ٽبي گلي ۾ داخل ٿياسين. هڪڙي گلي ۾ داخل ٿيندي ئي مون گلابي شلوار قميص پاتل هڪڙي اڌڙوٽ عورت کي تڪڻ جو پڪو پهه ڪيو. هوءَ هڪ ديوار کي ٽيڪ ڏيئي بيٺل هئي. مون جيئن اک ملائي، ته پهرين هوءَ پنهنجي پرسان بيٺل هڪڙي طوائف سان گپ شپ ڪرڻ لڳي ۽ پوءِ مون کي ڪنهن ڪنهن لمحي آڏي اک سان اندر هلڻ جا اشارا ڪرڻ لڳي. آئون جڏهن لڳاتار گهورڻ لڳس، ته هن به مون سان اک ملائي. ڪافي دير تائين اسان جون اکيون، اکين منجهه اٽڪيل رهيون. نيٺ آئون ٻهراڙي جو سادو ماڻهو ٿڪجي پيس، هوءَ نه ٿڪي. مون پنهنجي شڪست قبول ڪري، اڳتي وڌي ڪيس هٿ ملائيندي چيو: "سرڪار! تون اسان کان زور آهين."

سرخي ۾ رنگيل چپن تي مرڪ آڻيندي چيائين: "اڃان تون ننڍڙو آهين!!"

ماني جي هن جملي کان پوءِ مون ڪيل رٽابندي کي ڪاري ليڪ ڏيندي يڪدم فهد کي هڪل ڪئي. هو آيو. پريان بيٺل ساجن به ويجهو آيو ۽ مون ماني وڏي کي چيو: "تنهنجي مالڪ سان ملڻو آهي."

"توهان کي جيڪو ڪم آهي، مون کي ٻڌايو!" (هن روايتي لهجي ۾ چيو)

"اسان کي نائيٽ لاءِ "مال" کپي." (فهد سنجيدگي سان چيو)

فهد جي هن جملي کان پوءِ هوءَ اسان کي ڪوٺي اندر وٺي ويئي، جتي لوهه جي ٽين جي ڇت وارا ٻه ڪمرا ٺهيل هئا. ڪمري جي ورانڊي ۾ هڪ لوهي کٽ تي هڪڙي اڌڙوٽ عورت ليٽي پئي هئي. اسان کي ڏسي، آنٽي سڌي ٿي ويٺي. اسان ٽنهي تي هڪڙي سرسري تيز نظر ڦيرائي، سامهون چند وکن تي پيل کٽ تي ويٺل عورتن کي کهري لهجي ۾ اندر وڃڻ جو حڪم ڏيندي، کٽ کي ويجهو ڪرائي ۽ پوءِ ڪاروباري انداز ۾ مخاطب ٿيندي، اسان کي ويهڻ جو چيائين. اسان مهرباني چئي، کٽ تي ويٺاسين، ته آنٽي پاڻ ان ڪمري ۾ هلي ويئي، جنهن ۾ ڪجهه دير پهرين کٽ تي ويٺل مايون ويٺيون هيون.

ڪمرو ايترو ننڍڙو هو جو هر شئي ڏسڻ ۾ اچي رهي هئي. اسان ڪنهن نئين شهر ۾ آيل ماڻهو جيان هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳاسين. هر طرف ڪچرو پکڙيل هو. مکين جا لشڪر گهمي رهيا هئا. جڻ هن گهر جي ماڻهن جو ٻهاري ۽ پوچي سان واسطو نه پيو هو. اوچتو هڪڙو اڇي ڏاڙهي وارو همراهه، جيڪو شڪل ۾ مزدور يا ٽڪ ڊرائيور لڳي رهيو هو اسان جي سامهون آنٽي واري کٽ تي ويٺو. هن اسان سان ڪابه عليڪ سليڪ نه ڪئي، مون سندس سڄي وجود تي نظر ڦيرائي ته مون کي ڪنهن ڳُتي ۾ ورتل همراهه لڳو. هو به اسان کي اجنبي نگاهن سان ڏسڻ لڳو پر اسان جي وچ ۾ طويل خاموشي هئي. ڪمري مان آنٽي جو بلغم وارو آواز اچي رهيو هو جڻ آنٽي طوائفن سان ڪنهن ڳالهه تي ڄُٽ ڪري رهي هئي.



نيٺ آنٽي پنهنجي منهن گارين جو وسڪارو ڪندي پنهنجي کٽ جي ويجهو آئي، ته همراهه يڪدم آنٽي اڳيان بيهي رهيو. آنٽي صفا روايتي لهجي ۾ پڇيو: "مال" کپي!؟"

همراهه هلڪو ڪنڌ لوڏيو ته ٻيهر آنٽي ڪمري ڏانهن اشارو ڪندي روايتي لهجي ۾ چيو: "ڏسي وٺ."

همراهه بيٺي ئي هڪڙي طوائف ڏانهن اشارو ڪندي "ڪيترا پئسا؟"

"پنج سئو جي شئي آهي، تون 450 ڏي."

ٿوري دير تائين چڱ چوٽ کان پوءِ همراهه 300 روپيه ڏيئي پرواري ڪمري ۾ هليو ويو جنهن جي دروازي تي هڪڙي ميري چادر لٽڪيل هئي، جيڪا شايد ڪمري جي اگهاڙپ کي ڍڪي رهي هئي. اسان اڃان پنهنجو تعارف ڪرائي رهيا هئاسين، ته همراهه ڪوٺي جي گيٽ مان ٻاهر هليو ويو ۽ ڇوڪريءَ پرواري ڪمري ۾ کٽ تي ويهي رهي. مون آڏي اک ذريعي غور سان ڇوڪريءَ جي چهري ڏانهن ڏٺو پر ڪوبه اهڙو تاثر ڪونه مليو ته هوءَ پنهنجو جسم وڪڻي آئي آهي.

هي لقاءُ منهنجي لاءِ بلڪل نئون هو ڇو ته طوائف گهرن جا ڏگها پنڌ ڪرڻ دوران مون گراهڪن سان ملڻ کان پوءِ هر طوائف جي چهري منجهه هڪڙي لڪيل پڇتاءَ واري ڪيفيت ڏٺي هئي، پر هن سوڙهي گليءَ جا ماڻهو زندگي جا عذاب ڀوڳي ڀوڳي مڪمل بي جان نظر اچي رهيا هئا. اسان پنهنجو مڪمل تعارف ڪرائي دنگ ڪيو ته آنٽي شڪي نظرن سان اسان جو مڪمل جائزو وٺڻ لڳي. پوءِ هوءَ ڪجهه دير لاءِ ڏگهي ماٺ ۾ هلي ويئي. مون ڪافي پرکڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر مون کي پتو نه پئي سگهيو ته هوءَ ڇا سوچي رهي آهي. اوچتو ڪجهه ڳالهائڻ کان سواءِ ٻيهر ان ڪمري ۾ هلي ويئي، جتي طوائفون بي ترتيب ويٺل هيون.

آنٽي جيئن ئي ڪمري اندر ويئي، تہ فهد سنهڙي آواز ۾ چيو: "وڏا!!! هتي جهان ٻيو آهي، تون جيڪا خواهش ظاهر ڪرين پيو سا مشڪل پوري ٿئي!!"

مون فهد کي چُپ رهڻ جي تنبيهہ ڪندي چيو: "توهان ڪجهہ نہ ڳالهايو. آئون طريقي سان رستو ڪڍان ٿو."

ڪمري مان جيئن آنٽي ٻاهر آئي، تہ هن اسان جو سمورو ڪرايل تعارف وساري، هڪ سخت، بي رحم ۽ بي جان لهجي ۾ چيو: "توهان کي "ڪم" ڪرڻو آهي يا اسان جا عيب ڏسڻ آيا آهيو... آئون توهان جهڙن شغل بازن کي سڃاڻيندي آهيان."

"نہ آنٽي، توهان غلط سمجهي رهيا آهيو. اسان جي ڪابہ لالچ ڪونهي. اسان تہ ڏگهو پنڌ ڪري، توهان سان رهاڻ ڪرڻ آيا آهيون." (مون انتهائي عاجزي سان جواب ڏنو.)

منهنجي عاجزي کي مڪمل طور نظرانداز ڪري آنٽي اکين اکين ۾ ملائيندي، کهري لهجي ۾: "رنڊين جون کهڙيون ڪٿائون. ڪم ڪرڻو هجي، تہ ڪمري جي صفائي ڪرايان. سٺو صوفو بہ پيل آهي، مون وٽ."

آنٽي هن سنسار ۾ گذاريل پهاڙ جيڏين راتين جي ڪٿا ٻڌائڻ کان ٺُپ جواب ڏيئي ڇڏيو هو. هن تسليم ئي نہ پئي ڪيو تہ اسان جو بہ ڪو وجود آهي. اسان وٽ بہ ڪي ڏکن، دردن، وفائن، جفائن، ميارن ۽ چاهتن جا داستان دفن آهن. اسان ٻيهر نماڻي انداز ۾ آنٽي کي منٿون ڪرڻ لڳاسين، پر آنٽي اسان جي هڪ بہ نہ ٻڌي. نيٺ هن صاف ڳالهہ ٻڌائڻ جو چئي، کهري لهجي ۾ چيو: "هزار روپيا وٺنديس. جيڪا بہ توهان کي پسند اچي، ان سان "ڪم" ڪريو يا ڪچهري، توهان جي مرضي آهي."

ٻيهر آئون پنهنجو مختصر تعارف ڪرائي، عاجزي سان چوڻ لڳس: آنٽي! هزار روپين وارو سودو قبول آهي، پر ٿورو وڌيڪ ٽائيم ڏيو اسان کي هن سوڙهي گهٽيءَ ۾ قيد طوائفن جي مڪمل ڪٿا ٻڌڻي آهي."



گلي ۾ ڦاٿل ڪانگهاري کي زور سان پريان اڇلائي، هن انتهائي خود غرض انداز ۾ انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو. اسان اداس اکين سان ماٺ ڪري ويهي رهياسين. پوءِ اوچتو چند لمحن ۾ آنٽي کي خبرناهي ڇا ٿي ويو. هن اسان لاءِ چانهہ گهرائڻ جو فرمان جاري ڪرڻ کان پوءِ مون ڏانهن مخاطب ٿيندي، بيمار لهجي ۾ چيو: "ڪهڙي پسند آهي؟"

مون بنا هٻڪ جي يڪدم چيو: سويري جيڪا گلابي سلوار قميص پائي ٻاهر بيٺل هئي."

هڪ پل لاءِ مون ڏانهن گهوريندي، پوءِ تيز لهجي ۾: "ڳالهہ صاف ٻڌايو، ڪم ڪندا يا توهان کي ڪچهري ڪرڻي آهي؟"

"آنٽي! اسان کي صرف ئي صرف ڪنهن سينيئر طوائف سان ڪچهري ڪرڻي آهي." (مون يڪدم جواب ڏنو.)

سگريٽ جو ڊگهو ڪش هڻڻ دوران آيل ڊگهي ڪنگهہ کان پوءِ گلي ۾ ڦاٿل ڪانگهاري کي ٻاهر ڪيڻ جي تڪليف ڪرڻ بدران ڳيت ڏيئي اندر ڪرڻ ڪانپوءِ هڪڙي بيزار لهجي ۾: "پوءِ هن رنڊي کي ڇڏيو. هوءَ سامهون ڪاري رنگ واري ويٺي آهي. اها واتوڙي آهي. هن سان ڪچهري ڪريو." (ائين چئي وڏي آواز ۾ سڏ ڪيائين) "نيلي، او نيلي!!"

نيلي آهستي آهستي وکون کڻندي، آنٽي اڳيان انتهائي لاغرضي واري انداز ۾ ويٺي. آنٽي نج پنجابي ٻولي ۾ خبرناهي ڇا پئي چيو. ڪجهہ جملا مون کي سمجهہ ۾ آيا. جڻ آنٽي نيلي کي چئي رهي هئي: "هي همراهہ حيدرآباد کان آيا آهن. فلم ٺاهڻ چاهين ٿا، توکان جيڪو پڇن، اهو ڪين ٻڌائجان. هزار روپين ۾ سودو طئہ ڪيو آهي."

نيلي سان گفتگو ڪرڻ ڪانپوءِ آنٽي ڪاروباري انداز ۾ اسان سان مخاطب ٿيندي، "مون هن کي چئي ڇڏيو آهي، هزار روپيہ ڏيئي ڇڏيو."

مون هزار روپيا ڏيئي ڊنگ ڪيو، تہ آنٽي اسان کي ڪمري ۾ ڪچهري ڪرڻ بدران تيز ۽ کهري لهجي ۾ چيو: هي ڪٽ ڪٽي سامهون ويهي ڪچهري ڪريو."

اسان گهٽي ڏيگهه ڪرڻ بدران ڪٽ پاڻ ئي ڪٽي، هڪڙي ڪمري جي ڪنڊ وٽ رکي سين. جيڪو ڪمرو گراهڪن لاءِ مخصوص هو. اسان چارئي ڄڻا ڪٽ تي اچي ويٺاسين. ڇڻ هڪڙي ئي ٽولي جا مسافر هجون.

ڪٽ تي ويهڻ سان ئي نيلي عليڪ سليڪ ڪرڻ کان سواءِ مرداڻي انداز ۾ سوال ڪيو. "ٻڌايو ڇا ٿا معلوم ڪرڻ چاهيو؟" (اسان جي ڪجهه چوڻ کان پهرين کهري لهجي ۾) "35 سالن کان رنڊي آهيان... منهنجي امڙ به رنڊي هئي. ڪجهه سال پهرين ڪتي جي موت مري ويئي. (پاسي واري ڪيسي مان پان جي پڙي ڪڍي، هڪڙو پان وات ۾ وجهندي) خبرناهي ڪهڙي يار کان ڏنگ ڪرائي، مون کي اڇلائي ڇڏيائين. هن منڊيءَ ۾ يهاڪوڻ رن هئي..."

هوءَ انتهائي ڪچي ٻولي ۾ ڳالهائڻ لڳي، هر جملي ۾ ٻه ٽي ڪچيون گاريون شامل هيون. هن جي تلخ لهجي سبب اسان تي ڇڻ ماڪ پئجي ويئي هئي. مون کو سوال پڇڻ جي همت ئي نه پئي ڪئي. سوال پڇڻ پريه اسان مڪمل طور واٽڙا ٿي وياسين. اندر ۾ خوف ويهي رهيو هو ته متان اسان جي ڪنهن جملي تي ڪاوڙ ۾ اچي، ڪچي گار ڏيئي ڳالهائڻ کان انڪار ڪري ڇڏي. سو اسان ماٺ ۾ عزت سمجهي، اسان کي مڪمل خاموش ۽ واتڙاٽپ واري ڪيفيت ۾ ڏسي، سندس ڪاوڙ وارو لهجو ڪجهه ٺڏو ٿيو پر هر هڪ جملي ۾ گار ضرور شامل هئي. نيلي جي سموري گفتگو جو ڇيد، ڪجهه هن ريت هو. "منهنجي امڙ به طوائف هئي، جنهن جو واسطو ڪنجر خاندان سان هو. اسان جي ڪنجر خاندان ۾ عورتون ڏيءَ ڄڻڻ کي نعمت سمجهنديون آهن. اهي ڌيئون سندن مستقبل جو سهارو هونديون آهن، تنهنڪري وڏين وڏين درگاهن تي باسون باسينديون آهن. دعائون گهرنديون آهن ته من ڏيءَ ڄمي، جيڪا مستقبل ۾ سهارو بڻجي.

امان به وڏين وڏين درگاهن تي ويئي، خير خيراتون ڪيون. پنهنجي جسم جو پورهيو پيرن فقيرن جي حوالي ڪيو. ته جيئن ڪا



خوبصورت ڏيءَ ڄمي پوي (وات ۾ پيل پان جو آخري حصو ٻاهر ڪڍي، ٻي لپٽي هجڻ جو ثبوت ڏيندي منهنجي پرسان ۾ ٿي ٿڪون اڇلائي، پوءِ توبهه توبهه ڪندي) خدا معاف ڪري حقيقت پڇو ته امان جو ڪوبه ڏوهه ڪونه هو. هي اسان جي خاندان جون رنون وڏيون حسد پرست آهن. انهن ڏٺو ته امان خوبصورت ڏيءَ ڄڻڻ لاءِ پنهنجي جسم جي ڪمائي پاڻي وانگر درگاهن تي پئي هاري ته خبرناهي ڪهڙي ڇڪلاڻ رن امان تي ڪارو ڏاڳو ڪرايو هو. پوءِ امان جي ڪک مان مون بدنصيب عورت جنم ورتو هو. منهنجو ڇا جنم ونئڻ، امان پوندو گهروڙي منهنجي منهن تي رکيو هو ۽ پوري خاندان تي ڏک جي لهر ڇانئجي ويئي هئي، ڇو ته آئون رنگ جي ڪاري هيس. اسان جي ڪنجر خاندان ۾ ڪاري رنگ جي ڇوڪريءَ جو ڪوبه مستقبل ڪونه هوندو آهي.

مون کي ٻالڪ پڻي کان ئي اکين جي ديس مان جلاوطن ڪيو ويو. منهنجي امڙ مون تي ڪابه توجهه نه ڏني، ڇو ته آئون رنگ جي ڪاري هيس. هوس پرست سماج ۾ منهنجو ڪوبه مستقبل ڪونه هو. خدا منهنجي هٿن جي ريکائن تي در در ڀٽڪڻ واري قسمت لکي ڇڏي هئي. پوري حياتي در در ڀٽڪندي گذاري. زندگي جي تلاش ۾ لاهور کان ڪراچي، ملتان کان ڪوئيٽا تائين جو سفر پڻ ڪيو پر جتان ڪٿان ڏک، مايوسيون ۽ ذلتون پلئه پيون. ڇو ته آئون رنگ جي ڪاري هيس.

هيءَ تنهنجا ماڻهو شڪلين ۽ رنگ تي مرندا آهن. هتي رشتن جي ڪا اهميت ڪونهي. هتي شڪل و صورت کان محروم ماڻهن کي صليب تي ٽنگيو ويندو آهي، هتي مون جهڙين بيواهه عورتن جي معمولي سپنن سان اجتماعي ڏاڏائي ڪئي ويندي آهي.

جڏهن سموريون راهون ڏنڌليون ٿي ويون. جواني موڪلائي ويئي، ته پنهنجي رنگ جهڙي ڀاڳ تي روئيندي روئيندي، هن سوٽر گلي ۾ پهچي ويس."

"نيلي هڪڙو سوال پڇان؟"

(ٿڌو ساهه کڻندي) "مون سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏيو آهي، اڃان ڇا پڇندين!؟"

"بس هڪڙو سوال!"

"ها، ڇا ٿا پڇڻ چاهيو؟"

"نيلي! مون کي بخوبي خبر آهي ته سمورين طوائفن جي درد جو ڪو ڇيهه ئي ڪونهي، پر هيرامنڊيءَ ۾ رهندڙ ڪنجر خاندان جون اهي عورتون، جيڪي موچاريون ناهن هونديون، انهن جي آخري منزل ڪهڙي هوندي آهي؟؟"

"جن جو جنم چڪلي ۾ ٿيو هجي، انهن جي آخري منزل به سڌي ريت يا اڻ سڌي ريت چڪلو هوندي آهي."

"نيلي معاف ڪجو طوائف گهرن مان وڏو ٽيلينٽ ٻاهر نڪتو آهي."

بيزاريت واري لهجي ۾: "هزارن مان ڪا هڪڙي رن کي عزت واري ماني ملندي آهي، نه ته سيئي هتي پيون پٽڪنديون آهن... اسان جي ڪنجر خاندان ۾ جيڪڏهن ڪنهن طوائف چڱي صورت واريون ڇوڪريون ڄڻيون، ته ڪامياب طوائف هوندي آهي. هوءَ جيئن ئي رٽائرڊ ٿيڻ جي ويجهو ايندي آهي، ته پاڻ ڪوٺو کولي، ملڪ ٻڌجي ڏنڌو ڪندي آهي. هوءَ ڪٽ تي ويهي، پنهنجي ڌيئن جي ڪمائي کائيندي آهي، پوءِ ڪنگهندي ڪنگهندي مري ويندي آهي... جيڪڏهن ڪنهن رنڊيءَ جو درد مون جهڙو آهي، ته هن محلي ۾ يا ته دلالي ڪندي آهي يا وري ٽبي گلي ۾ پناهه وٺندي آهي... ٽبي گلي، لاوارث طوائفن جي پناهه گاهه آهي. هنن طوائفن جا پنهنجا مخصوص گراهڪ آهن. سڀ لعنتي بکيا ۽ بدشڪلا آهن، ڪين اها به خبر ناهي هوندي، ته ڪنڊم به ڪا شئي آهي... پنهنجي زندگي کان بيزار ماڻهو، وحشي ماڻهو هتي ايندا آهن... بس، ٻن وقتن جي مانيءَ جي پورائي لاءِ هر ڪميٽي سان وڃڻو پوندو آهي." (پنهنجي ڪيسي ۾ پيل مين پڙي ٻاهر ڪڍي، اسان ڏانهن اشارو ڪندي) "هلندي؟"



"نه مهرباني."

هڪڙي مخصوص نگاهه اسان ڏانهن ڪندي "شريف بابو آهيو!؟" (اسان کي خاموش ڏسي، بي پرواهه انداز ۾) "هي توهان جا شريف ماڻهو پهرين جوڙ جا ڪميڻا هوندا آهن. هنن جي ڪميٽائپ جا داستان ٻڌايان، ته توهان جي دماغ جا طاق کلي وڃن." (وات ۾ مين پڙي وجهي) "اهي پڙوا! شرافت جا ماسڪ چهري تي چاڙهي، هر اهو ڪم ڪندا آهن، جو رنڊيون به توبهه توبهه ڪنديون آهن..." (اسان کي سمجهائڻ واري انداز ۾) جيڪو گهٽي شرافت جي اداڪاري ڪري ته سمجهي وڃو ته همراهه پهرين جوڙ جو ٻشني آهي."

نيلي جي آخري ڳالهه تي فهد کان ڏگهو ٽهڪ نڪري ويو پوءِ اسان به پنهنجي اندر ۾ لڪائي ويٺل ٽهڪن کي آزاد ڪري ڇڏيو هو. هاڻي اسان جي ڪچهري هڪڙو نئون رخ اختيار ڪري چڪي هئي. فهد پوڇڻ ۾ نيلي کان هڪڙو دلچسپ سوال ڪيو. "ٻڌو آهي ته گهٽي شرافت جا ناٽڪ ڪندڙ ماڻهو جنسي طور ڪمزور هوندا آهن!؟"

فهد جي هن سوال تي آئون حيران ٿي ويس، ڇو ته اها ڳالهه منهنجي لاءِ بلڪل نئين هئي. نيلي جي چپن تي به ٽڪيون مرڪون ڦٽڻ لڳيون هيون. پوءِ هن فهد جي ٻنهه دلچسپ ڳالهه جي ترديد ڪندي چيو ته: "واقعي! گهٽي شرافت جا ناٽڪ ڪندڙ ماڻهو جنسي تسڪين واري جهان کان اڻ واقف هوندا آهن... منهنجي هن ڪاري زندگي ۾ ڪيترائي گراهڪ آيا. هر ڪنهن جو پنهنجو مزاج هو. پنهنجون فرمائشون هيون، پر شريفن جو جهان ڪجهه الڳ هو. ڪڏهن ڪڏهن وڏي ڪل ايندي هئي. رات جي پهر ۾ لڪي لڪي ڪوٺي تي ايندا هئا. شراب پي عجيب فرمائشون ڪندا هئا... ڪنهن کي ته جنسي ميلاپ ڪرڻ به ڪونه ايندو هو.."

"نيلي! مطلب ته شرافت ۽ پاڪ دامني جو گهٽو گوڙ ڪندڙ ماڻهو احساس ڪمتري ۽ جنسي فرسٽريشن جو شڪار هوندا آهن!؟"

منهنجي سوال جو جواب ڏيڻ بدران نيلي سونيءَ نالي ڪنهن طوائف کي سڏ ڪرڻ لڳي. جڏهن ڪوبہ جواب نہ مليو تہ ڪاوڙ ۾ پنهنجي جتي پائڻ ڪانسواءِ وچي ڪولر مان پاڻي پي، اتان ئي کهري لهجي ۾ چيائين: "هاڻي گهٽي ڪچهري ٿي."

هڪ ڪلاڪ تائين دلچسپ انداز ۾ ڪچهري ڪندڙ نيلي اوچتو ائين جواب ڏنو ڄڻ چئي رهي هئي تہ هاڻي توهان وچي سگهو ٿا. نيلي جي عجيب انداز تي اسان کي ٿوري حيرت ٿي، اداس اکين سان ڪيس ڏسڻ لڳاسين. پر هوءَ بي پرواهہ ناري سڏو طوائفن واري ڪمري ۾ هلي ويئي. اسان ڏسندي ئي رهجي وياسين.



## (10)

اڄ پنجون ڏينهن هو. اسان ٽيئي دوست رولاڪن جيان لاهور جي گهٽين، رستن، فٽ پاٿن، ۽ پارڪن ۾ رلي رهيا هئاسين. فهد پنهنجي الهڙ پڻي ڪان ٻاهر نڪري هڪ اهڙو دلبر نوجوان بڻجي چڪو هو جنهن جي سوچ جون سرحدون پکين جيان آزاد هجن. ساجن تہ هونئن ئي اهڙي سوچ ۽ فڪر جو مالڪ هو جنهن ۾ گلن جي نڪرڻ دوران هوائن ۾ پکڙيل خوشبو جهڙي سرهاڻ سمايل هئي.

اسان ٽيئي دوست راتين جا رولاڪ بڻجي، سماج جو ٻوٿ ڏسي رهيا هئاسين. سڄي شهر ۾ هُل هو هر طرف پبلڪ باٿروم جي آسپاس موجود بوءِ جهڙي بوءِ پکڙيل هئي. خوشبوئن جو ڪو ڏس پتو ئي نہ هو.

ها، مال روڊ تي هڪڙو اگهاڙو پاڳل بہ ڏسڻ لاءِ مليو هو جيڪو فٽ پاٿ تي ويهي هر ايندڙ ويندڙ وڏي گاڏي واري کي گهوري پوندا ڏيئي رهيو هو. هي منظر اسان هڪڙي ماندليءَ اڳيان ويهي ڪافي دير تائين ڏسندا رهياسين. اوچتو پنهنجي ڌن ۾ مست پاڳل جا هٿ، اسان ڏانهن پکڙجي ويا. پوءِ تہ اسان ڀڄڻ جي ڪئي سين. باقي سندس گارين جو آواز گاڏين جي شور کي مات ڏيئي ڪنن تائين پهچي رهيو هو. ڄڻ پاڳل شخص اسان کي چئي رهيو هو تہ، آئون پنهنجي حصي جو ڪم ڪري رهيو آهيان، توهان بہ رستي جي پيراندي وٽان ويهي تماشو ڏسڻ بدران وچي پنهنجي حصي جو ڪم ڪريو.

ڪڏهن ڪڏهن ڪو پاڳل شخص به اهڙي ڳالهه ڪري سگهي ٿو جيڪا ڳالهه ڪنهن ڏاهي به نه ڪئي هجي. اهڙي ريت مجذوب شخص جي گارين ۾ پوندڙن کي مون سنجيدگي سان ورتو هو سو سچي واٽ پيڙائن جا سلسلا جنم وٺندا رهيا. ايتري تائين جو وڪون ئي نه کڄي رهيون هيون.

ٿڪل ٽٽل وڪون کڻندي هوٽل جي روم تي پهتاسين. ته گذريل ٽن ڏينهن کان ڪنهن ذاتي ڪم سانگي ملتان ويل استاد اڪبر جي فون آئي، ته اسان ٽنهي دوستن جي چهري تي خوشي جا آثار ڦٽڻ لڳا هئا. ڇاڪاڻ ته هن بازار ۾ استاد اڪبر کان سواءِ اسان پاڻ کي بلڪل اڌورا محسوس ڪري رهيا هئاسين. فون تي مون استاد کي نيلي سان گذاريل شام جو مختصر قصو ٻڌايو ته استاد هلڪو ٽهڪ ڏيئي چيو: "سرمد بيٽي! هتي جي هر طوائف ميڪاولي اصول تحت هلندي آهي، يعني ڪم نڪتو ڪاغذ ڦاٽو. سو حيران و پريشان ٿيڻ جي ڪا ڳالهه ڪونهي. سڀاڻي آئون پهچي ويندس، پوءِ پاڻ هن ئي ٽبي گلي ۾ پتڪي آيل هڪڙي تجربيڪار ۽ حاضر دماغ طوائف سان ڪچهري ڪنداسين. شايد توهان کي هن جي زندگي جي رُوداد، هن بازار ۾ هتي رهندڙ اُجڙيل مسافرن جي پوڳنائن ۽ پيڙائن کي سمجهڻ ۾ مدد ڏيڻ پر هوءَ هڪ تباهه ٿيل تهذيب جيان آهي. هوءَ ڪڏهن ٽورن لفظن ۾ اهڙي ڳالهه ڪري ويندي آهي، جو اسان جهڙا سيلاني ماڻهو دنگ رهجي ويندا آهن..."

استاد اڪبر جي ڪال، مون کي دلي طور ايتري خوشي ڏني، ڄڻ مون ڪنهن اُجڙيل تهذيب جي مڪمل ڪٿا ڇاڻي ورتي هجي. هڪ اينٿراپالاجسٽ جي خوشي هن ڳالهه ۾ سمايل هوندي آهي، ته هو ڪنهن اُجڙيل بستي جي ماڻهن جي اداس ٽهڪن، لڙڪن، سڏڪن ۽ ڪوڪن کي لفظن جي شڪل ۾ بيان ڪري سگهي.

ٻئي ڏينهن منجهند ڌاري استاد اڪبر سان ملاقات ٿي. اسان چانهه پي، يڪدم وجودن جي تباهه ٿيل تهذيب جي ڪٿ لڳائڻ



لاءِ آنٽي رخسانه بيگم جي آستاني تي آياسين. ٽبي گلي ۾ سستي اگهه تي جسمن جو واپار ڪندڙ اڌڙوٽ عمر واري آنٽي دروازي مان داخل ٿيندي ئي هڪڙي طنزيه جملي سان اسان جو استقبال ڪيو هو: "اڄ ڪيئن ننڍو ماڻهو وڏن ماڻهن جي گهٽيءَ ۾ داخل ٿيو آهي!؟"

رخسانه بيگم هن ننڍڙي جملي ذريعي صرف استاد اڪبر کي آئينو نه ڏيکاريو هو پر هن آئيني ۾ مون کي به پنهنجي شڪل ڏسڻ ۾ آئي هئي. آنٽي هن ننڍڙي جملي اندر اسان کي پنهنجو شخصي قدڪاٺ ڏيکاري ڇڏيو هو. واقعي! اسان ننڍا ماڻهو آهيون. تڏهن ته طوائف گهرن ڏانهن ويندڙ سوڙهين گلين مان لنگهندي به ٻڄندا آهيون، ته متان اسان جي سفيد پوشي تي ڪوڪارو داغ لڳي وڃي!!

ڪجهه دير تائين استاد اڪبر ۽ رخسانه بيگم نج پنجابي ٻولي ۾ گفتگو ڪندا رهيا. پوءِ استاد اسان ڏانهن مخاطب ٿيندي، آنٽي آڏو اسان جو تعارف ڪرايو هو. تعارف کان پوءِ استاد هلڪو ٽهڪ ڏيندي چيو: "سرمد بيٽي! ڪنهن زماني ۾ هي مائي وڏي ضدي هئي. اسان پنهنجي پر ۾ ڪيس غير تياٽي طوائف چوندا هئاسين."

استاد جي جملي تي رخسانه بيگم يڪدم سنجيدگي سان جواب ڏيندي: "آئون اڄ به ضدي آهيان. ڪو مها شريف زادو نمونو ڏيکاريندو آهي، ته پئسا اڇلائي ڏيندي آهيان... ڌنڌو عزت سان ڪجي، پوءِ چاهي دنياوي وکر جو هجي يا جسم جو.

هي ضد، مون کي منهنجي ورثي ۾ مليو آهي. منهنجي امڙ به ضدي طوائف هئي. هن پنهنجا اُرهه ڇهڻ ڪنهن کي به نه ڏنا. هڪ دفعي نشي ۾ ڌُت هڪڙي بااثر همراهه زبردستي سندس اُرهن تي حملو ڪيو، ته امان ڪيس مٿي ۾ شيشي جو گلاس هڻي ڪڍيو هو... هوءَ چوندي هئي ته، اُرهه، عورت جي تخليق جي امانت آهن. (ڌنڌو ساهه کڻندي) ماڻهو ڀلي نيچ ڪاروبار ڪري، پر پوءِ به ڪي اصول رکڻ گهرجن... ٽبي! ڏکي گلي آهي، پر استاد اڪبر جهڙو آرٽسٽ جيڪڏهن به پير پري

مون وٽ ايندو آهي ته اها شايد منهنجي اصول پرستي آهي، جنهن هن منڊيءَ ۾ مون کي منفرد رکيو آهي.“

”برابر. هي رخسانه جي اصول پرستي جو نتيجو آهي، جو تبي گلي تائين پهچي ويئي، نه ته هن سان گڏ ڪم ڪندڙ طوائفون لاهور جي مهانگن علائقن ۾ رهن ٿيون.“ (تصديق ڪندڙ انداز ۾ استاد اڪبر ڳالهه ڪئي.)

هڪ پل لاءِ ماٺ رهڻ کان پوءِ تڏو ساهه کڻنديءَ ”استاد اڪبر! صحيح پيو چوي، منهنجي اصول پرستي جي ڪري، مون کي طوائفيت جي سنسار مان عزت دارن لوڏي ڪڍي ڇڏيو. . .

طوائف نگر ۾ اصول پرستي ۽ سچ ڳالهائڻ هڪ واهيات عمل آهي. تنهنڪري ڪنهن به طوائف کي سقراط بڻجڻ جو شوق ناهي هوندو. (پنهنجي ساڄي هٿ جي چيچ سان اکين جي پنبڻين کي مهٽيندي، مرداڻي لهجي ۾) استاد اڪبر! صحيح پئي چوان يا نه!!؟“

استاد اڪبر اجهان ”بلڪل“ چيو ته يڪدم پنهنجي ڳالهه کي اڳيان وڌائيندي، ”مون پنهنجي زندگي جي چمپل چڪلن جي گهٽين ۾ گسائي آهي، انهي آڌار تي اهي ڳالهيون ٻڌائي رهي آهيان.“

اوچتو ساڄن سوال ڪيو: ”ميڊم اندازن ڪيتري وهيءَ هن منڊيءَ کي ڏني آهي؟؟“

ساڄن جو سوال پڇڻ. آنٽي رخسانه پنهنجي زندگي جي ڪتاب جا ڪيترائي باب اسان اڳيان کولي رکي ڇڏيا: ”اسان خانداني طوائف آهيون. مون پهريون سج ۽ چنڊ طوائف گهر ۾ ڏٺو... مون پهرين انساني شڪل به هڪ چڪلاڻ جي ڏٺي، جيڪا منهنجي امڙ هئي. پوءِ منهنجي اکين رڳو ڪنجر، چڪلائي، ڀڙوا ۽ شودا ڏٺا، اڄان تائين ڪو انسان نه ڏٺو آهي...!! مون کي هي پيشو ورثي ۾ مليو آهي، ماڻهن جي ٻارن کي ورثي ۾ ڇا ڇا نه مليو پر اسان جي امڙ... (آنٽي رخسانه جو آواز ڪجهه پلن لاءِ خاموش ٿي ويو پر آئون سندس ڳالهه جي توڙ تائين پهچي ويو هئس.) بس تقدير جا ماريل آهيون، اسين. قسمت هڪڙي



رنڍي باز پيءُ ذريعي اهڙي سزا ڏني، جو ان جو ايذاءُ ڀوڳي ڀوڳي فنا ٿي چڪي آهيان...

توهان جي سامهون هڪ ڪولاج ٿي ويل وجود ڳالهائي رهيو آهي، جيڪو پلجي دوزخ ۾ ناهي آيو جنهن کي خدا دوزخ ۾ پيدا ڪيو آهي. سو خدا جي خدائي اڳيان، هر ماڻهو مجبور هوندو آهي... بس جيڪا خدا جي مرضي...!!... ...“ هوءَ انتهائي سنجيدگي سان تلخ گفتگو ڪري رهي هئي، ان جو سبب ڇا هو!؟ مونکي ناهي خبر. شايد هوءَ هڪ ڏکي اوسيئڙي ۾ هئي، ته ڪراچي، منهنجي جيون پاران ڏنل سورن، نفرتن ۽ ذلتن کي محفوظ ڪري ڇڏي

”آنٽي هڪڙو سوال پڇان؟“

ٿوري دير خاموش رهڻ کانپوءِ سنهڙي لهجي ۾: ”پڇو“

”ڪڏهن ڪنهن جي ڪلهي سهارو نه ڏنو؟“

تڏو ساهه کڻي، مون ڏانهن فڪر انگيز نگاهه ڪنديءَ ”سهارو پيءُ ڪونه ڏنو، زمانو ڇا ڏيندو... هر طوائف جو ڪونه ڪو پيءُ هوندو آهي، تڏهن ته جنم وٺندي آهي. منهنجو جهڙو پيءُ هو اهڙو زمانو نڪتو...

ٿوهه جواني ۾ طوائف گهر جي آلودگي ۽ غلاظت کان تنگ ٿي، هڪڙي مرد سان پيار جو پرڻو به ڪيو هو پر پهرين سهاڳ رات ئي محبت اگهاڙي ٿي پئي. مون کي ڀرپور احساس ٿيو ته منهنجي سپنن کي ساييان ناهي ملي، آئون هڪ ڏکي وقت لاءِ پرمٽ وٺندڙ گراهڪ وٽ آئي آهيان. مون کي ڪو فرق ئي محسوس نه ٿيو گراهڪ ۽ جيون ساٿي ۾...!!

سهاڳ رات! جيڪا هر عورت جو هڪ انمول سپنو هوندو آهي. پر اها رات مون کي عام راتين جيان ڏسڻ ۾ آئي هئي. سڄي رات منهنجي جيون ساٿي شراب جي نشي ۾ ڌُت ٿي، گراهڪن وانگر منهنجي جسم سان راند ڪئي هئي. مون ڳالهائڻ چاهيو پر هن مون کي زور سان چماٽ هڻي ڪڍي هئي.

هو جڏهن گهري ننڊ ۾ سمهي پيو. تہ آئون ڪمري جو دروازو کولي ڪمري کان ٻاهر جي دنيا ڏسڻ لڳيس... پرهہ ڦٽي جي هلڪي ٿڌي هوا منهنجي جسم کي ڇهيو. تہ مڪمل احساس ٿي چڪو هو تہ مون جنهن همسفر ۽ گهر جو اوسيئڙو ڪيو هو هي اهو گهر ڪونهي. هي چار ديوارن وارو چڪلو آهي... هن اوچتي آيل خيال ۽ احساس مون کي وڏي ڇڏيو هو. مون امڙ جي اجازت کان سواءِ هڪڙو پاپ ڪيو هو پنهنجي وجود سان. اوچتو نگاهون آسمان ڏانهن ويون. جتي ستارا چمڪي رهيا هئا. پر آئون تارن جي هجوم کان الڳ بيٺل هڪڙي تاري کي غور سان ڏسڻ لڳيس. اڄ بہ انهي تاري کي ڏسندي رهندي آهيان. پر مون کي اڪبر ٻائي چڱي ريت ياد آهي. تہ انهي رات ڪافي دير تائين اداس نظرن سان اڪيلي تاري کي ڏسندي رهيس. (اسان سيني کي خاموش ڏسي) پوءِ ٻيهر من ۾ اهو ئي خيال جڙيو هو. تہ آئون اڄ بہ هن تاري وانگر اڪيلي آهيان..." من جي دنيا جون ڳالهيون ڪندي ڪندي، اوچتو آنٽي رخسانہ ڏکن خيالن جي ساگر منجهہ گم ٿي ويئي. هوءَ اڃان خاموش ويٺل هئي. اسان بہ خاموش هئاسين. تہ اوچتو هڪڙو شخص آيو. آنٽي پروئن جي اشاري سان سوال پڇيو تہ همراهہ بي پرواهہ انداز ۾ سوال ڪيو: "ڪو نئون مال آهي؟"

"ها. سامهون راني ويٺل آهي. ان سان رابطو ڪر."

همراهہ شايد نشي ۾ ڌُت هو پريان وچڙ بدران سڌو ٻيهي آنٽي کي گهوريندي، انتهائي ڪِريل لهجي ۾ چوڻ لڳو: "هاڻي وري راني وٽ وڃان؟؟"

همراهہ جو اهو چوڻ، آنٽي رخسانہ صفا جذباتي ٿي ويئي. ڪچي گار ڏيئي، جُتي ۾ هٿ وڌائين. تہ همراهہ تيزي سان دروازي مان ٻاهر نڪري ويو. "ٻيهي رنڊي جا پٽ. ٻڇين ڪيڏانهن ٿو..." (آنٽي اسان ڏانهن مخاطب ٿيندي) "ڳالهائي ڪيئن پيو پڙوو ڪنهن شهرن جو. (بيزاريت واري لهجي ۾) "راني پاڻي تہ پري اڇ!"



راني جيئن پاڻي پري آئي، تہ ڪيس تلخ لهجي ۾: "پري کان مهمان آيا آهن، چانهہ جو بندوبست ڪريو. ڪجهہ حياءُ ڪريو. ڪجهہ ڪک ڪٽي بہ اڌ ڪريو هر گراهڪ مون ڏانهن پيو اچي. توهان ٻوٽ سڃايو پريان ويٺيون آهيو."

راني کي چڱي چنڊ پٽڻ کان پوءِ هڪڙي هلڪي مسڪراهٽ پنهنجي سُڪل چپن تي آڻي: "پراڻين يادن کي ڦلهوري رهيا هئاسين. اوچتو نياڳو آيو. سڄو ماحول بگاڙي ويو. (پاسي واري ڪيسي مان هڪڙو سگريٽ ڪڍي، چپن تي اٽڪائي، لائٽر سان سگريٽ دُکائي، دونهون نڪ مان ڪيندي) اها رات مون کي اڄ بہ نٿي وسري ڏکهي دير تائين آسمان سان ڪچهري ڪرڻ کان پوءِ آئون ڪمري ۾ آيس. تہ منهنجو مڙس پلنگ تي اگهاڙو ستو پيو هو. مون مٿس هڪڙي ڏکهي نظر ڦيرائي، تہ هو مون کي هميشہ سيڪس ڪرڻ جو سرٽيفڪيٽ ونڊڙ گراهڪ لڳو هو. پوءِ آئون بنا ڪجهہ چوڻ جي، بنا ڪجهہ سوچڻ جي پلنگ تي پيل پوتي اُوڍي ٻيهر پنهنجي اباڻي گهر تي پهچي ويس... محبت شڪار کي ڦاسائڻ جو نالو آهي، ٻيو ڪجهہ ڪونهي."

آنٽي رخسانہ اوچتو تڪڙ واري انداز ۾ ان ڪمري اندر هلي ويئي، جتي راني گراهڪن سان ڳالهائي رهي هئي. هوءَ جيئن ان ڪمري ۾ ويئي، تہ استاد اڪبر چپن تي هلڪي مرڪ آڻي چيائين: "سرمد پٽ! هاڻي خبر پئي تہ هن بازار منجهہ ڪيڏو نہ ٽيلينٽ وڪريو پيو آهي. رخسانہ وڏي سريال مائي هئي، پر ظالم وقت ڪيس اُڌوهي جيان کائي ڇڏيو. هن مائي جي ڏکن سان ڀريل جيون جي وڏي ڪٿا آهي..."

استاد اڪبر دوزخ ۾ سڙندڙ هڪڙي ذهين وجود بابت پنهنجي خيالن جو اظهار ڪري رهيو هو تہ آنٽي رخسانہ پريان کان چپڙن تي هلڪي مسڪراهٽ ڪٽي، ٻيهر لوهہ واري ڪٽ تي ويهندي: "گراهڪن جو پهر آهي. سو سيني کي منهن ڏيڻو ٿو پوي."

"آنٽي اهڙي ڳالهہ آهي، پوءِ اسان رات جو دير سان اچون؟؟" (مون البيلي انداز ۾ پڇيو)

"نہ نہ. هتي رات ۽ ڏينهن ۾ ڪو فرق ڪونهي. ٻيءِ گليءَ جا ماڻهو گهڙيال جي ڪانٽي موجب ناهن هلندا. (چپن تي سهڻي مرڪ آڻيندي)
"اڇا!!"

"جيءَ. هتي زندگي پهرن ڪان خالي هوندي آهي. سمورو دارومدار گراهڪن تي هوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ ڏينهن جو ڏهين وڳي بہ ڪو گراهڪ اچي ويندو آهي... پراڻو سچ وفات ڪري ويو آهي، هاڻي گراهڪن جي اچڻ جو ڪو مقرر وقت ڪونهي، پوءِ چاهي هيرامنڊيءَ هجي يا ٻي گلي!!

بس ٻي گلي! انهي ڪري بدنام آهي، جو هتي وڏي عمر واريون طوائفون رهن ٿيون. تنهنڪري سيڪس سستو دستياب آهي. (چهري تي گهنج وجهندي، رد ڪرڻ واري انداز ۾) پر هاڻي هيرامنڊيءَ ۾ بہ سيڪس سستو ملي ٿو. وقت هيرامنڊيءَ ۽ ٻي گلي جي وچ ۾ مفاصلو ڪافي حد تائين پري ڪري ڇڏيو آهي... هاڻي هيرامنڊي ۾ نہ انگوري بدن رهيا آهن. نہ اهي آرٽسٽ رقاصائون رهيون آهن. جيڪي ڪنهن گونگي دل ۾ غزل تحرير ڪرڻ جيتري سگهہ رکنديون هيون."

"واه! ڇا تہ رخسانہ تو ڳالهہ ڪئي، هڪڙي ڪلاسيڪل رقاصہ گونگين ۽ اداس دلين کي ساحر لڌيانوي ۽ فيض احمد فيض جي شاعري ٻڌائي سگهي ٿي. واه !!"

"بلڪل. اڪبر ڀائي! امان چوندي هئي تہ. رقص گونگين ۽ اداس دلين منجهہ محبت ۽ بغاوت جو جذبو پيدا ڪري سگهي ٿو... پر هاڻي هن بازار ۾ اهي طوائفون نہ رهيون. ڪي مري ويون. ڪي وڏن گهرن جي ديوارن منجهہ قيد ٿي ويون. هاڻي هر طرف بي شرم ۽ مڪار مرداڻي سماج. ڪاري بازار جا پاڇا وڌائي ڇڏيا آهن. هاڻي هر خانداني طوائف پنهنجي ڌيئن کي ڪلاسيڪل رقص بدران بازاري رقص سکڻ جي سُٺي پيارينڊي آهي."

"آنٽي توهان رقص سکيو؟"



ساجن جي پڇيل سوال تي آنٽي ڪجهہ دير لاءِ چُپ ٿي ويئي، پوءِ ٿڌو ساهہ کڻندي، "بس، اها ڳالهہ نہ پڇو... مون رقص جي تربيت ورتي، ڪيترن پروگرامن ۾ رقص بہ ڪيو پر صورت جي چڱي نہ هيس، سو ترقي نہ ڪري سگهيس. هتي فن، ڪلا ۽ ڪردار کي گهٽ ڏٺو ويندو آهي. بهتر رقص سکڻ باوجود ڪا اهميت نہ ملڻ سبب پوءِ مايوس ٿي، پنهنجي وجود کي بازار جي حوالي ڪري ڇڏيو... (آگرين ۾ اٽڪيل سگريٽ ڪٽ جي پاڇي ۾ اُجهائي. پريان اڇلائي) ڪجهہ سالن کان پوءِ منهنجي چيڙاڪ امڙ منهنجي لاءِ مرد ڳولي آئي، مون پيهر وهہ جو وٺو پيئڻ کان انڪار ڪيو تہ امان چيو "چڪلن ۾ ساهہ کڻندڙ جوانين کي ڏکهي وقت لاءِ جنسي ساٿي جهڙو انمول تحفو ناهي ملندو." نيٺ مجبور ٿي، مون هڪڙي مرد کي مٿين دل سان مڙس طور قبول ڪيو هو...

اها شادي چار سال هلي، چار سالن کان پوءِ منهنجي مڙس کي هڪڙي طوائف اک پيجي، تہ هو مون کي چڪلي جي پيداوار جو طعنو ڏيڻ لڳو. چڪلي جي دنيا ۾ هي طعنو دراصل طلاق جو هڪڙو روپ هوندو آهي. جهڙي ريت عورت کي گهٽي وقت لاءِ بستري تي ليٽائڻ ۽ کيس مڪمل فتح ڪرڻ جو نالو شادي آهي. ساڳي ريت عورت مان پرپور مزو وٺي، کيس ٽشو پيپر جيان اڇلائڻ جو نالو طلاق آهي. (اوچتو تلخ لهجي ۾) هنن مردن سدائين عورت کي رنڊيءَ سمجهيو آهي... گهريلو عورت جنهن کي "شريف زادي" جو لقب مليل هوندو آهي، ان کي سندس مرضي بنا ڪنهن مرد جي بستري تي سمهاريو ويندو آهي. هوءَ شريف رنڊيءَ آهي، جيڪا ماڻهن جي ڳالهہ رکي، مرد جو بسترو گرم ڪري ٿي!! طوائف گندي رنڊيءَ آهي، جيڪا پئسا وٺي مرد جو بسترو گرم ڪندي آهي!!!"

"۽ مرد؟؟" (فهد سوال ڪيو)

فهد کي يڪدم سخت لهجي ۾ جواب ڏيندي، "مڪار، پاڙ ڪائيندڙ... هوس پرست، جنهن عورت جي ماهواري ۽ اُپريل اُرهن مان

ناجائز فائدو وٺنديءَ ڪيس طوائف بڻائي ڇڏيو آهي. (اسان کي خاموش ڏسي، سگريٽ دُکائي، هڪڙو ڊگهو ڪش هڻي، چيڙاڪ لهجي ۾) مڪار مردن هن سهڻي دنيا کي چڪلو بڻائي ڇڏيو آهي. هاڻي هي دنيا چڪلو ٿي چڪي آهي. هر شخص پنهنجي پنهنجي انداز سان مُجرو ڪري ٿو. . پئسن اڳيان ماڻهن پنهنجي ضمير کي گهوگهو ڏيئي ماري ڇڏيو آهي. منهنجي خيال ۾ هر اهو ماڻهو جيڪو احساسن کان خالي آهي، اهو چڪلائي آهي... هر اهو ماڻهو جيڪو ڏي ۽ وٺ واري اصول تحت هلندو آهي، اهو چڪلائين جو سردار آهي. هتي نيڪ روح وڏي پنڌ ڪرڻ کان پوءِ توهان کي ايڪڙ ٻيڪڙ ملندا. نه ته سڄي دنيا روحن جو قبرستان بڻجي چڪي آهي..."

آنٽي رخسانه مسلسل تلخ ۽ فڪر انگيز ڳالهيون ڪري رهي هئي. هوءَ اسان سمورن دوستن تي حاوي ٿي چڪي هئي. اسان غور سان، ڪيس ٻڌي رهيا هئاسين، جڻ ڪو سيلاني اسڪالر گفتگو ڪري رهيو هجي.

پيو ته نهيو استاد اڪبر جهڙو سينيئر ماڻهو به مائڙي ڪري آنٽي جي تلخ گفتگو غور سان ٻڌي رهيو هو. هوءَ پنهنجي هر جملي ۾ اهو ثابت ڪري رهي هئي ته، اخلاقيات جي ٺيڪيدارن سدائين طوائفن کي ڪچي گار سمجهيو آهي، پر ڪين خبر هجڻ گهرجي ته چڪلن ۾ پنهنجون سهڻيون ڇمارون اڇلائيندڙ عورتون به انسان آهن. هنن جي نماڻين اکين منجهه سپنا هوندا آهن، ڪومل جذبا هوندا آهن، درد جو درياهه آباد هوندو آهي."

آنٽي رخسانه جون فڪر انگيز ڳالهيون ٻڌڻ کان پوءِ اوچتو مون نوڙت واري لهجي ۾ پڇيو: "آنٽي! توهان تعليم حاصل ڪئي؟"

چانهه جو آخري ڍڪ پِي، ڪوپ ڪٽ هيٺ رکي، روايتي لهجي ۾: "اسڪولن ۾ نه، چڪلن ۾ حاصل ڪئي آهي."

"آنٽي چڪلن ۾ وري ڪهڙي؟!"

"انسانن جا چهرا سڃاڻڻ."



آنٽي رخسانه روايتي لهجي ۾ ننڍڙو جملو چئي، طوائفن واري ڪمري ڏانهن هلي وئي. اسان سڀ هڪ ٻئي ڏانهن ڏسڻ لڳاسين، ڄڻ ڪنهن وڏي سحر مان ٻاهر نڪتا هجون. اڄ مون کي اها ڳالهه سئو سيڪڙو درست لڳي هئي، جيڪا مون ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهي هئي ته، يونان ۾ ذهين، چالاڪ ۽ فنون لطيفه ۾ ڪمال جو تجربو رکندڙ طوائفن کي "هيٽرا" جي نالي سان سڏيو ويندو هو. اهي طوائفون ادبي بحثن ۾ شرڪت ڪنديون هيون. انهي درجي مان هڪڙي طوائف، جنهن جو نالو ديوتيمه هو جنهن کي سقراط پنهنجي استاد تسليم ڪندو هو. ٿيورس نالي طوائف يونان جي عظيم ڊراما نگار سوفوڪليز (Sophocles) جي سنگتياڻي هئي. اسپانا نالي طوائف ادب ۽ فلسفي ۾ وسيع مطالعو رکندڙ هئي، اها يونان جي معروف حڪمران پيريڪليز (Pericles) جي يارڙي هئي.

آئون اڃان پراڻي يونان جي گهٽين ۾ گم هئس، ته آنٽي رخسانه ٿلهي آواز ۾ پريان کان ڳالهائيندي آئي: "اڪبر پائي! وڏي عرصي کان پوءِ ملياسين، پر درست ملياسين. ويجهو هوندي به پري رهياسين... بس! هي گلي اهڙي آهي، جو هتي چڱن ڀلن جي شرافت خطري ۾ پئجي ويندي آهي، ايستائين جو هيرامنڊيءَ جي خانداني ماڻهن جي به!! (رخسانه بيگم جي ٽوڪ واري انداز ۾ چيل جملي تي استاد اڪبر خاموش رهيو پر سندس چهري تي وائڙائپ واري ڪيفيت اڀري آئي.) بس! آئون هاڻي خانداني شريف زادي طوائف ناهيان رهي، اڪبر پائي...!! هونئن به شريفن سان اڳيئي ڪونه لڳندي هئي، هاڻي ته سندن شڪل ڏسندي آهيان ته الٽي ايندي آهي... اڪبر پائي! ڪِريل جو ڪير ڪونهي. ڪِريل جي سار زمانو ڇا، خدا به ڪونه لهندو آهي."

خدا جو ذڪر نڪتو ته مون وجهه وٺي دل ۾ ڪافي ڏينهن کان رکيل هڪڙو سوال حجائتي لهجي ۾ پڇي ورتو: "آنٽي! ڪڏهن عبادت ڪئي؟"

"ڪنهن جي!؟" (مون کي ماٺ ڏسي، پوءِ پاڻ ئي ڳالهه کي سمجهندي) "نہ عبادت شڪر جو ٻيو نالو آهي، آئون ڇا تي شڪر ڪريان!!؟ (مون ڏانهن سواليہ نگاهون ڪندي) هن ڳالهه تي، تہ خدا مون کي چڪلي ۾ روزي ڏيئي رهيو آهي!!؟؟ جنهن سماج ۾ ماڻهو بکئي پيٽ لاءِ چڪلن ڏانهن ڊگها پنڌ ڪن ٿا، اتي خدا جي خدائي پنهنجي سموري معنيٰ وڃائي ڇڏيندي آهي...

هي توهان جي سامهون سمورا واعظ ڪندڙ فراڊي آهن. (هدايت واري لهجي ۾) ها، جيڪڏهن ڪو ٻُڪيو شخص هر هر خدا جي شڪر وارو جملو دهرائي ٿو تہ پڪ سمجهو ناٽڪي آهي."

"اڇا!"

"جي. آئون مڪار ۽ ميسڙي ناهيان. . . هونئن بہ ماڻهو مون کي رنديءَ چوندا آهن. اهڙي لقب ملڻ کان پوءِ بہ مڪار پائي، ميسڙ پائي ۽ منافقت جو مظاهرو ڪريان، تہ پوءِ مون کان وڌي ڏائڻ ٻي ڪير ٿي سگهي ٿي...!! آئون ڪوشش ڪندي آهيان تہ سچ واري رستي تي سفر ڪريان، جيڪا ڳالهہ من ۾ اچي، اها زبان تي آڻيان."

"آنٽي ڪڏهن ڪو خوف ٿيو هجي، پوءِ ستمگر زماني جو هجي يا آخرت جو...!؟" (مون نوڙت واري لهجي ۾ سوال ڪيو.)

"هاهاهاهاها... عجيب سوال آهي. ڊپ چورن کي ٿيندو آهي، مون کهڙيون چوريون ڪيون آهن. آئون طوائف آهيان، تہ اهو منهنجو ڏوهہ ڪونهي. منهنجو جنم هڪڙي طوائف جي ڪک مان ٿيو آهي. جيڪڏهن منهنجو جنم ڪنهن پرهيزگار ۽ عابد جي گهر ۾ ٿئي ها، تہ شايد ٽبي گلي ۾ نہ هجان ها..."

آنٽي جڏهن پنهنجي آپ بيتي ۽ جڳ بيتي ٻڌائي رهي هئي، تہ منهنجي پرسان وينل ساجن کي ڪال آئي. هو ڪجهہ دير تائين پريان ڳالهائي، پوءِ مانڙي ڪري ويهي رهيو پر سندس چهري مان مون کي اندازو ٿيو ڇڻ ساجن تي ڪو ڏک جو پهاڙ ڪِريو هجي. ڳالهيون جڏهن مختلف رخ وٺي رهيون هيون، تہ ساجن مون کي پنهنجو



موبائل ڏنو ان جي اسڪرين تي سندس ڪمپوز ڪيل ميسيج تي نظر پئي، جنهن ۾ لکيل هو تہ: "سرمد! ڪچهري مختصر ڪر. منهنجو بابا ناهي رهيو. . ."

"جهٽ پل ۾ ميسيج پڙهي، مون ساجن جي چهري ڏانهن نهاريو سندس اکين مان نير وهڻ شروع ٿي ويا. ڄڻ اسان جي ڪچهري ۾ اوچتو وڄ ڪِري هئي.

"ڇا ٿيو آهي؟" (آنٽي يڪدم سوال ڪيو.)

"... آنٽي دوست جو والد صاحب وفات ڪري ويو آهي."

منهنجو هي جملو ٻڌي اداس نگر جي ٻنهي سينيئر ماڻهن جي چهري تي ڏک جا ڪڪر ڏسڻ ۾ آيا هئا. ٻنهي ساجن سان تعزيت ڪئي هئي. دورانِ تعزيت آنٽي رخسانہ ٿڌو ساهہ کڻندي، هڪ اهڙي ڳالهہ ڪري ويئي، جيڪا هن اداس منڊيءَ جي بيواهہ عورتن جي، ڄڻ هڪڙي آس هجي، هڪڙي ميار هجي: "بس موت برحق آهي، هر ماڻهو کي هڪ ڏينهن فنا ٿيڻو آهي، پر هن شهر ۾ موت جي فرشتي بہ اچڻ ڇڏي ڏنو آهي. جيڪڏهن ايندو آهي، تہ دير دير سان ايندو آهي. تڏهن تہ هتي جا ماڻهو ڪڙهي ڪڙهي موت سان ملاقات ڪندا آهن... (ڪجهہ دير ماٺ رهي، بيواهہ نگاهون مون ڏانهن ڪندي) هي خدا ماڻهن کي ڪنگهائي ڪنگهائي ڇو ٿو ماري...!؟ ڪنهن خوبصورت موت جو تحفو ڇو نٿو ڏي، پنهنجي اشرف المخلوقات کي!!"

آنٽي رخسانہ جيڪا منفرد ۽ چرڪائيندڙ ڳالهين جو ڳوٺ هئي، پنهنجي گفتگو زندگي ۽ موت واري فلسفي طرف موڙيائين، تہ ساجن جي درد ۾ ڀائيوار ٿيڻ لاءِ مون کيس نماڻي لهجي ۾ عرض ڪيو: "آنٽي وقت ساٿ ڏنو تہ آئون توهان جي آتم ڪٿا ضرور لکندس. پر هن وقت موت منهنجي دوست جي در تي آيو آهي. سو اسان کي ڳوٺ وڃڻو آهي، بس هڪڙي سوال جو جواب ڪپي."

"جي پڇو!!"

"ڪا آخري خواهش؟"

"هزارين خواهشون آهن. پر جنهن معاشري ۾ هر ڳالهه خدا جي رضا سان ڳنڍيل هجي، اهڙي معاشري ۾ نفيس خواب پوڙها ٿي مري ويندا آهن. (هلڪو ساهه کڻندي) بس! حسرتون، حسرتون رهجي ويون. سپنن جون ڇمارون ختم ٿي ويون. هاڻي اکين ۾ روئڻ لاءِ لڙڪ ئي ناهن رهيا..." (اداس اکين سان آنٽي رخسانه اسان ڏانهن ڏسڻ لڳي، اسان پنهنجو ڪنڌ هيٺ جهڪائي ڇڏيو.)



**(11)**

رات جو ڏهين وڳي ڏاري آنٽي رخسانه ۽ استاد اڪبر کان موڪلائي، اسان هوٽل ۾ پنهنجي روم تي آياسين. روم تي پهچڻ سان ساجن اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳو هو مون ۽ فهد کيس ڪافي پرچائڻ چاهيو پر هو مسلسل روئندو رهيو ننڍڙن ٻارن جيان.

ساجن ستن پيٽن جو اڪيلو پاءُ هو. هن جو اهم سهارو وقت کان اڳ ڏار ٿي چڪو هو. تنهنڪري هو مڪمل طور اُجهامي چڪو هو. واقعي! زندگي جي وچ سفر ۾ ڪِرندڙ درد جي پهاڙ جي اذيت، ڀرپور زندگي کي توڙي ڍاهي ڇڏيندي آهي.

صبح ٿيندي ئي اسان ٽيئي دوست اداس وڪون کڻندي، اسٽيشن تي پهتاسين. ٽڪيٽ نه ملڻ جي پرواهه نه ڪندي، بنا ڪنهن ٽڪيٽ جي ڪراچي ڏانهن ايندڙ هڪڙي ٽرين ۾ ويهي رهياسين. ذهن تي اها ڳالهه هئي ته رستي ۾ ڪنهن ريلوي عملدار کان ٽڪيٽ وٺي، سفر پورو ڪنداسين. سو ڀلا ڀاڳ اسان جا. جو همدرد سوچ رکندڙ هڪڙي ريلوي عملدار سان ملاقات ٿي پئي. پوءِ ته بنا ڪنهن ڪنڪي جي سفر ڪرڻ لڳاسين. پر اسان جي وچ ۾ سوڳ واري ڪيفيت برقرار رهي.

روهڙي اسٽيشن تي پهچي، مون شاهه عالم کي ميسيج ڪيو ته ساجن جو والد گذاري ويو آهي، سو اسان واپس اچي رهيا آهيون. شاهه عالم يڪدم ڪال ڪئي هئي، ڪال تي ڪو افسوس جو اظهار ڪرڻ بدران شوديائي جو مظاهرو ڪندي چيائين: "سرمد! تنهنجي گرل فرينڊ

مون سان گڏ ويٺي آهي. تنهنجي پڇا ڪري رهي آهي. سو ڪيڏانهن
وڃڻ بدران سڌو سردار غلام حيدر جي بنگلي تي اچجان..."
شاهه عالم جي ڪال کان پوءِ جتي ڪاوڙ جي هڪڙي ڏکي لهر،
منهنجي نس نس ۾ ڊوڙڻ لڳي هئي، اتي آئون هڪ پل لاءِ حيران ٿي
ويس ته: "منهنجي گرل فرينڊ، وري سردار غلام حيدر جي بنگلي
تي!!" ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه اچي رهي هئي. جيتوڻيڪ اها ڳالهه ذهن
تي هر هر هُري رهي هئي ته، "شاهه عالم پهرين جوڙ جو ڪميٽو به آهي.
سو يقينن هن ڪا شودپائي ڪئي هوندي، پر منهنجي ته ڪلپنا کان
سواءِ ڪنهن به ڇوڪريءَ سان ڪا دوستي ڪونهي. ۽ ڪلپنا ته
مارڪسسٽ سوچ رکندڙ هڪڙي انقلابڻ آهي، اها ڪيئن شاهه عالم
جهڙي ڪميٽي شخص وٽ اچي سگهي ٿي، اهو به هڪ نجي بنگلي
۾...!! ٿي سگهي ٿو. شاهه عالم جي عقابي نگاهن واري رڇ ۾ ڦاسي
چڪي هجي.....!!"

مسلسل ايذاءُ ڏيندڙ سوچن جا سلسلا شروع ٿي ويا. آئون هڪ پل ۾
ئي هراسجي ويو هئس. حيدرآباد ڏانهن پنڌ، ڄڻ صحرا جو پنڌ لڳي رهيو
هو. ايڏي بيچيني وڌي ويئي هئي، جو آئون ٽرين جي بيڪار سروس کي
مسلسل ڪچيون گاريون ڏيئي، پنهنجي بيچيني کي گوريون کارائي رهيو
هئس. پر سفر ڪٽڻ جو نالو ئي نه وٺي رهيو هو. نيٺ ٽرين حيدرآباد جي
حدن ۾ داخل ٿي، ته وجود کي ڪجهه رليف مليو پر مسلسل ڏکي بيڪار
پنڌ ۽ ايذاءُ ڏيندڙ سوچن، ڄڻ اپاهج ڪري ڇڏيو هو.

حيدرآباد پهچڻ سان ئي ساجن چانهه جو ڍڪڙو پي، يڪدم ڳوٺ
وڃڻ جي لاءِ ڏ.هو ڪنيو ته مون ۽ فهد کيس ڏکيا ڀاڪر پائي، جلد
سندس ڳوٺ اچڻ جي دلجاءِ ڏني هئي. ساجن هليو ويو، فهد گهر وڃڻ
جو خيال ڏيکاريو ۽ آئون رڪشا ڪري سردار غلام حيدر جي بنگلي
جي مکيه گيٽ وٽ پهتس، ته پريان کان ئي بنگلي جو چوڪيدار چاچا
عرس "ڀلي آيا، ڀلي آيا" چئي قربائتي انداز ۾ مليو هو. بيٺي پير مون
چاچي عرس کان پڇيو ته: بنگلي ۾ ڪير آهي؟"



"تو وارو يار شاهو آهي، هاڻي ئي ننڊ مان اٿيو آهي. ۽ پاڻ وارو
پراڻو بورچي رمضان به واپس آيو آهي، چانهه پيو ٺاهي (هلڪو
ٽهڪ ڏيندي) ڪجهه ڏينهن کان شاهو يڪو هڪڙي رن کي ويهاريو
ويٺو آهي."

چاچا عرس جي آخري جملي، جتي شاطر شاهه عالم جي موبائل
تي چيل هن جملي جي تصديق ڪئي هئي ته. "سرمد! تنهنجي گرل
فرينڊ مون سان گڏ ويٺي آهي، تنهنجي پڇا ڪري رهي آهي." اتي
هڪ پل لاءِ آئون مڪمل بدحواس ٿي چڪو هئس، پر پاڻ کي يڪدم
سنڀالي ورتو هو. ڏکهو شوڪارو ڀري، تيز وکون کڻندي ڊرائنگ روم ۾
آيس، ته پهرين نظر شاهه عالم تي پئي، جيڪو صوفي تي ستي ڪو
اسپورٽس چينل ڏسي رهيو هو. مون کي جيئن ڏٺائين ته، "او
سارررنگ...!!" چئي اٿي مليو ڄڻ اسان وڏي عرصي کان ڪونه مليا
هئاسين ۽ هو منهنجي ڏکي اوسيئڙي ۾ ويٺو هو.

مون مٿين دل سان هٿ ڏيئي، يڪدم مصنوعي مرڪ چپن تي
آڻي، حجائتي لهجي ۾ پڇيو. "ڏي خبر، ڪهڙي گرل فرينڊ هٿ
ڪئي اٿئي!؟"

اک ڀڃيندي، شرارتي لهجي ۾: "بس يار! دوستن جون شيون نه
ڪائيبيون، ته ڪنهن جون ڪائيبيون!!"

"پوءِ به؟"

"ويهه ته سهي، چانهه پي، پوءِ ديدار ڪرايان ٿو."

هاڻي منهنجي لاءِ هڪ پل جو انتظار صدين برابر لڳي رهيو هو.
منهنجي اندر ۾ هڪڙي بيچين لهر ڊهي رهي هئي، ته ٻي نُهي رهي هئي
۽ ان سان گڏ شاهه عالم جي نموني بازي تي ايڏي ڪاوڙ اچي رهي
هئي، جو دل چيو پئي ته کيس منهن وارو ٺونشو هڻي ڪيدانس، پر هر هر
پاڻ کي سنڀالي رهيو هئس.

چانهه جا وڏا سُرڪ ڀريءَ خالي ڪوپ ٽيبل تي رکي، آئون مجبور
نگاهن سان شاهه عالم ڏانهن ڏسڻ لڳس، پر هن جي چهري تي ڪوبه

احساس، ڪاٻه شرمندگي ۽ ندامت واري ڪيفيت ڪونه هئي. هو بلڪل چست لڳو پيو هو. ڪنهن لوفر وڏيري جي واهيات پٽ جيان، ننڍا ننڍا چانهه جا ڍڪ پريءِ خالي ڪوپ ٽيبل تي رکي، بي شرم نگاهون مون ڏانهن ڪنديءِ چپن تي شرارتي مرڪ آڻي: "سرمد هرويرو هينئر ڏيکاريان!؟"

"هاڻي ڇڏ نخرا. هل."

نخريلي انداز ۾ سگريٽ دُکائي، ٺڪل لهجي ۾: "يار سرمد! آئون هتي سگريٽ پيئان ٿو. تون وڃ سيڪنڊ فلور تي ملي اچ."

آئون جيئن ئي سيڪنڊ فلور تي آيس، ته پوري سرير ۾ رڻڪي شروع ٿي ويئي. پيرن ڪمري طرف هلڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو ۽ هڪڙي انتهائي مختصر سوچ ذهن تي هلڻ لڳي ته، "مون کي ڪمري ۾ اندر وڃڻ گهرجي يا نه." نيٺ پاڻ کي سنڀالي، جيئن ئي ڪمري جو دروازو کوليو ته منهنجي پهرين نظر پلنگ تي سُتل شبنم جي مڪمل اگهاڙي وجود تي پئي، جيڪا ڪجهه عرصو پهرين مون کي ٻڌائڻ کان سواءِ رات جي آخري تاري جيان غائب ٿي چڪي هئي. هن جو ڇا غائب ٿيڻ، هڪ عرصي لاءِ منهنجي من جون سموريون روشنيون رسامي چڪيون هيون. اکين مان ننڊون اُڏامي چڪيون هيون... وڏي عرصي کان پوءِ شبنم کي اگهاڙي روپ ۾ ڏسي، منهنجي پيرن مان زمين نڪري ويئي هئي. هڪ پل لاءِ سمورن حواسن ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو هو. پوءِ اکين اڳيان تيزي سان ڏنڌليون ڏنڌليون تصويرون هلڻ لڳيون هيون. جن ۾ خواهشن جون قبرون، لڙڪن جا طوفان، ڪنوارا خواب، ريکائن کان خالي هٿ ۽ هيسيل اکيون چٽيل هيون...

اوچتو اکين اڳيان مڪمل ڏنڌ ڇائنجي ويئي. رڻڪي تيز ٿي ويئي ۽ آئون پيرالائيز ٿي اچي پٽ تي ڪِري پيس. پوءِ ڇا ٿيو ڪا خبر نه پئي. پنجن ڏينهن کان پوءِ اسپتال جي بيڊ تي اک کلي، ته منهنجي هٿ ۾ ڪينولا لڳل هئي ۽ منهنجي پهرين نظر امان تي پئي، پرسان وڏو ڀاءُ ويٺل هو.



مون امڙ ۽ وڏي ڀاءُ سان ڳالهائڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي. پر زبان ڳالهائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. مون کي ائين محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ منهنجي زبان ڪنهن وڍي ڇڏي هجي. آئون ڳالهائڻ جي وڏي ڪوشش ڪري رهيو هئس. ته امان ۽ وڏو ڀاءُ منهنجي سامهون ويهي رهيا ۽ مون کي اداس نظرن سان ڏسڻ لڳا هئا. هنن ان لمحي مون سان هڪڙو جملو به نه ڳالهايو هو. آئون مسلسل ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هئس. نيٺ ٻاٽائيندي منهنجي زبان تان ڏڪڙيل لفظ نڪتا: "مومومومون کي ڇا ٿيو آهي؟"

"ٻچين شل! توکي ڪجهه ڪونه ٿيو آهي. گذريل هفتي معمولي دماغي دورو پيو هو. ڪتڪو نه ڪر. سڀ سٺائي ٿيندي" (امان همت ڏني، پر اوچتو سندس اکين مان لڙڪ اچي ويا هئا.)

مون کي چٽي طرح ياد آهي ته امان جي اکين ۾ لڙڪ ڏسي، آئون اکيون پسائي ويٺو هئس. پوءِ امان پنهنجا لڙڪ اگهڻ بدران پنهنجي پوتي جي پلئه سان منهنجا لڙڪ اگهي، منهنجي پرسان بيڊ تي ويهي، منهنجي نراڙ ۽ وارن تي پنهنجا پوپٽر هٿ ڦيرائي، مون کي پرچائڻ لڳي هئي: "پٽ! مون توکي چيو ڪونه هو ته تنهنجو من پوپٽن جهڙو آهي، تون پاڻ کي سنڀاليندو ڪر... پاڻ کي هن پوائتي دنيا کان پري رک. خبر ناهي تو ڪهڙو چرڪائيندڙ منظر ڏٺو جو تنهنجو اڌ وجود ڪم ڪرڻ کان انڪاري ٿي پيو آهي. ڪا ڳالهه ڪونهي، توکي پيهر جيئڻو آهي، اڃا تنهنجي امڙ زنده آهي..."

امان نصيحت ۽ محبت ڀريل لهجي ۾ ڳالهائي رهي هئي. آئون پنهنجي ذهن تي زور ڏيئي سوچڻ لڳو هئس، ته اهڙو ڪهڙو منظر هو. جنهن مون کان جواني، روشنيون، خوبصورتيون، اميدون ۽ خواهشيون ڦري ورتيون. جنهن منهنجي وجود کي پيرالائيز ڪري ڇڏيو ۽ مون کي هاسپيٽل جي نيورولاجي وارڊ ۾ داخل ڪرائي ڇڏيو...

ڏکهي سوچ کان پوءِ اوچتو شبنم جي اگهاڙي تصوير اکين اڳيان هلڻ لڳي، جنهن ۾ سندس گلابي چپ، ڪارسڙي رنگ جا هئا. وار

وڪريل هئا. نراڙ تي ٽڪو هجڻ بدران سگريٽ جو ڏنب ڏنل هو. اکيون ڏارا ڪائي چڪيون هيون. اُرهہ مرجهايل هئا. گلاب جهڙي جسم جو سڄو نقشو تباهہ و برباد ٿيل هو. شبنم کي ڏسندي ئي ڏسندي، اوچتو اکين اڳيان ڏندڻ چانئجي ويئي. دماغ کي سڪون ڏياريندڙ گوريون، مون کي ننڊ جي وادينءَ ڏانهن کڻي ويون. . .



## (12)

اسپتال کان ڊسچارج ٿيندي، هي پنجون مهينو آهي. منهنجي زندگي، گهر جي هڪ سوڙهي ڪمري تائين محدود ٿي چڪي آهي. آئون ننڍڙن ٻارن جيان ڳالهائڻ سکي رهيو آهيان. اجان ٻہ تلفظ ڪچا ۽ لفظ ڏڪڙيل آهن. ڪٿي ڪٿي ڪو لفظ مختصر وقفي کان پوءِ ادا ٿيندو آهي.

ڊگهي ڏک ۽ پيڙا کان بچڻ لاءِ مون مڪمل طور سوچڻ ڇڏي ڏنو آهي، پوءِ بہ ڪنهن ڪنهن وقت پنهنجي ڪمري جي چوڌاري نظر ڦيرائيندو آهيان تہ اکيون آليون ٿي وينديون آهن. منهنجون سموريون ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل تحريرون ۽ ڊائريون غائب آهن، جيڪي مون وڏي ذهني پورهئي سان تخليق ڪيون هيون. . . شايد منهنجي سمورين تحريرن کي اگهاڙپ ۽ عريانيت جو نالو ڏيئي، ڪچري ۾ اڇلائي ڇڏيائون.

الاس! هنن ڪاغذن منجهہ ڪيترين گمنام حياتيون تحرير ٿيل هيون. منهنجي وجود جو پيرالائيز ٿيڻ جو فائدو وٺي ڪيترين حياتين کي بي رحمي سان گهوگهو ڏيئي ماري ڇڏيائون. ائين جيئن ٿين دنيا منجهہ مائٽ ڪنواري نينگري جو ڪچن مهينن وارو ٻار ڪيرائي ڇڏيندا آهن، تہ جيئن عزت بچي پوي، عورت جي ڪُک خالي رهي ۽ هوءَ پاڪ دامن ڏسڻ ۾ اچي. شايد مون کي بہ پاڪ دامن بڻائڻ لاءِ منهنجي والي وارثن، منهنجي تحريرن کي "ناجائز ٻار" جيان گٽر ۾ لوڙهي ڇڏيو ڪچري ۾ اڇلائي ڇڏيو تہ جيئن سندن عزت تي

ڪوبہ داغ لڳڻ جو خطرو نہ رهي... ڪوبہ خطرو نہ رهي، پر آئون ڪنهن ڪنهن لمحي ڏکي پيڙا هيٺ دٻجي ويندو آهيان، پوءِ اکيون آليون ٿي ويندايون آهن...

......

ڪڏهن ڪڏهن مسلسل ڏک ۽ پيڙا جو عذاب، ماڻهو کي همتون بخشيندي، ڪيئن فولادي ماڻهو بڻائي ڇڏيندو آهي يا وري واليم ٽين جون گوريون کارائڻ تي مجبور ڪندو آهي.

سو ٽيون ڏينهن کان اوچتو منهنجو اداس ۽ مايوس ٿي ويل بي چئو منڙو پيهر سجاڳ ٿي چڪو آهي ۽ مسلسل انگل ڪري ويٺو آهي تہ "مون کي بنواس ناهي پوڳڻو. مون کي فولادي ماڻهو بڻجي زندگي ڏانهن پنڌ ڪرڻو آهي. مون کي هن بيمار ۽ ڏپ ڪيل معاشري جي والي وارثن پاران ٺهيل ڏکيئن نام نهاد اخلاقي ديوارن کي ٽوڙي سماج جا پورٽريٽ ٺاهڻا آهن. مون کي پرھ ڦٽي جا گيت لکڻا آهن. مون کي محڪوم ۽ لاوارث ماڻهن جو فريادي ٿيڻو آهي، پوءِ پلي هُل برپا ٿئي..."

هن اُڻ تڻ واري ڪيفيت، مون کي پيهر زندگي ڏانهن موٽ ڪائڻ جو حوصلو ۽ همت بخشي ڇڏي آهي. مون کان اهي سموريون مفروضن واريون ڳالهيون وسري ويون آهن، جيڪي پاڻ سان پاڻ اظهاري بيمار وجود کي ريجهائيندو هئس. مون کان روئڻ وسري ويو آهي. ۽ منتشر خيال ۽ بيچين سوچون الوپ ٿي چڪيون آهن. هاڻي ذهن تي فقط هڪڙو ئي خيال سوار آهي تہ "مون کي جيئڻو آهي، مون کي ديده دليري سان جيئڻو آهي، پنهنجي لاءِ ۽ محڪوم ماڻهن لاءِ.

